# سچل سرمست



مهتمم

آغا غلام نبي گل حسن خان (صوفي)

(حڪيم حاذق)

شڪارپور



دفع ٻهراون                ڪاپيون ٥٠٠

١٩٣٣ع



قيمت ٥-٠-٠

---

سچانند ليونند رام تلريجا شيام سندر ٻجلي پريس
شڪارپور ۾ ڇپيو

# ڪلجگ ۾ عشق جو اوتار



سخي سلطان شاھ دراز



Printed by :— Sachanand Newandram Talreja,
at the Shyam Sunder Printing Press,
Lakhi-gate, Shikarpur.
and
Published by Hakim G. G. Agha Sufi
Municipal Road, Shikarpur Sind.

# فهرست





## صورتخطي ۾ انقلاب

فاضلن، ڪلن، قاسر ۽ پين جهونن شاعرن جو شعر ۽ پراڻن مصنفن جون تصنيفون، ثابت ٿيون ڪن ته سنڌي ٻولي جي اصلوڪي جهوني صورت خطي جو ثابت، جهوني رواج موجب ان وقت جي ملن ۽ آخوندن جو تيار ڪيل آهي. انهي ۽ صورت خطي جي سٽيندڙن صرف نهو ته چڙيو پر لفظن جي تلفظ (اچار) طرف به ڪيڏو توجه ڪيو ڏنو آهي. جهن ڪري ڪيترا لفظ قدرتي طرح زبان جي صحيح تلفظ جي دائري کان ٻاهر رهجي ويا آهن. گرچ ڪئپٽن سٽئڪ جي ملندڙ سڌريل صورت خطي، جهن کي رواج ۾ آئي اٽڪل ٧٠ سال ٿيا، انهي اوائلي صورت خطي تان ادو پراڻو پوئين پٽي پوئي ڪيو آهي. جهن ڪري جهوني ۽ نئي صورت خطي جي وچ زمين ۽ آسمان جيڏو فرق نظر اچي ٿو. تڏهن به اڃا تائين ڪي اهڙيون نامعلوم ميٺ مٿا ڊيون منجهس رهجي ويون آهن جن کي ڪڏي پٽ پڌر ڪرڻ لاءِ البت گهڻو ويچار گهرجي. سڀ سچا ۽

سليس آهن ۽ انهن کي سليس ئي سمجهي
چشم پوشي ڪئي وئي آهي. حقيقت ۾ اهڙا نقص
سنڌي لٽريچر تي هڙي سڌريل زمانئي ۾ بدنما
داغ آهن. اهڙي کوجنا ڪري، جيڪڏهن سنڌي
ٻوليءَ کي وڌيڪ پاڪ ۽ صاف ڪبو ته اهو نه رڳو
سنڌي ساهت تي احسان ٿيندو پر ويچارن شاگردن
کي ڪيتري قدر نه سهوليت پراپت ٿيندي،

**مثال**

(۱) ”۾“ (۲) ”ءِ“

پهرين لفظ ”۾“ جي عام هجي آهي م ۽ دوزيري
۾، يا م هيٺ ۲ ايبون ليڪان ”۾“ (مين)
ٻي لفظ ”ءِ“ جي هجي آهي الف دوزيري ”ءِ“
يا ۽ هيٺان ۾ ايبون ليڪان (آن ۽) هاڻي ٿورو
ويچار ڪبو ته غلطي ظاهر ٿي پوندي. يعني ٻنهي
لفظن جو تلفظ مختلف معلوم ٿيندو. هڪڙي جو
ٿيندو ”مين“ ٻي جو ٿيندو ”آن ۽“ جنهن صورت
۾ ٻنهي اکرن جي هجي ساڳي ”دوزيرن“
(ٻن ايبن ليڪن) سان آهي، تنهن صورت ۾
انهن جو تلفظ (اچار) ۾ ساڳيو شرط گهرجي ۽
نه مختلف.



ساڳي طرح ”ساءِ“ ”ڦاءِ“ لفظن ۾ آيل ”ءِ“
هيٺان ۾ زيريون (ٻه سنيون ليڪون) آهن.
جن جي هجي سنڌي هجي جي قاعده موجب
(سائين ۽ ڦائين) ٿيندي. اهڙي صورت خطي ها
لفظ درسي ڪتابن ۾ البت گهٽ آهن مگر ٻين
گهڻن معتبر ڪتابن ۾ عام جام نظر اچن ٿا. جن
جو اثر ڪتب نويسن، ايڊيٽرن ۽ خود ماسترن تي
پئجو وڃي. هن ڪتاب ۾ هر آئينده جي
صفائي تائين اهڙي صورت خطي ڪم آيل آهي.
جاڪاڻ ته غلط العام صحيح آهي. شاگردن کي متين
لفظن جي رڳو صورت سمجهائي وڃي ٿي، ته هي
”۾“ جي صورت آهي، هي ”ءِ“ جي ۽ هي ”ساءِ“
جي؛ پر انهن لفظن جي اها هجي سنڌي هجي جي
قاعدي موجب غلط آهي. هن سمجهاڻي بعد پڙهندڙ
جيڪڏهن مٿي ذڪر ڪيل ٽنهي لفظن (۾-ءِ-ساءِ)
جي آوازن ۽ هجي تي البت غور ڪندا ته سمورو
فرق معلوم ٿي ويندن ۽ اسان جو اعتراض جائز
۽ برابر نظر ايندن. جيڪڏهن ڪو صاحب ڪهن
ڌاريءَ ٻوليءَ جو ڪو قاعدو ٻي فائدي ڇڪي تاڻي
زوري لڳائي ”ڳاتي ڳگا ميندي لائط ڌي“ وارو

## تفصيل



## سرن جي ترتيب

راڳ ۽ سرن بنسبت مٿي ڪجهه مختصر حقيقت ڏني وئي آهي. پڙهندڙ کي کپي ته هنن سرن ۽ بيتن جي مطالعي کان اول، مٿي ڏنل راڳ وارو باب نظر مان ڪڍي، ته پوءِ البت هنن سرن جي اختصار مان ۽ پڻ هنن بيتن ۽ ڪافين مان وڌيڪ حظ حاصل ڪري سگهندو.

مخلوقات جي زندگي جو مجازي معاملو، صبح جي وقت مجازي موت، يعني ننڊ مان سجاڳ ٿيندي شروع ٿئي ٿو. تهڪري قدرتي طرح انهيءَ ويل، ڇا انسان، ڇا حيوان، ڇا پسو، ڇا پکي، انهيءَ رچڻهار جي رچنا، ۽ قادر جي قدرت جا عجيب نظارا ڏسي، پرڀ پرڀ جو پريمي پرلاڏن سان گڏجي پري جا اول گڻ ڳائي، پوءِ وڃيو پنهنجي دنيوي دور ۾ منهن وجهي. اها تہ سڀ کي سڌ آهي تہ انهيءَ گهڙيءَ جا گيت

ھرڪو وڏي ويلي، آسا جي مٺڙي، نماڻي ۽ سليم سر ۾ پيو ٻوليندو آهي. تهنڪري بهتر اين ۽ ڏٺو ويو ته هنن صوفي سالڪن، اسانکي انهيءَ سهڻي سائين جي سڪ وارو جو سلسلو ٻي وقت بوقت سليو آهي، سو ساجهري صبح ويلي اٿي، انهيءَ من موهيندڙ آسا جي دلڪش سر سان آلاپي، پنهنجي من کي شانتي ۽ آنند بخشيون. اهوئي سبب آهي، جو اسان سچل سرمست جوهي نئون رسالو آسا جي سر کان شروع ڪيو آهي. راڳ جي باب ۾ ڪيل ذڪر موجب، هر هڪ سر کي سندس وقت ۽ واري پرماني، رسالي ۾ جاءِ ڏني وئي آهي. هن رسالي ۾ ڪهن ٻه اهڙي سر جو نالو نظر نه ايندو جهن سر جو بيان ڪهن ٻه هندي يا سنڌي راڳ جي پستڪ ۾ آيل ڪونه هجي، جيئن ۽ شاهه جي رسالي ۾ ڪي اهڙا سر ڏيکاريل آهن.

مثلاً سر ڪاپائتي، سر سامونڊي، سر مارئي وغيره. انهن سرن تي، منجهن آيل ذڪر موافق نالو پيل ٿو ڏسجي. درحقيقت اهي سر راڳ جي قاعدي موجب سرن ۾ داخل ڪين آهن ۽ نه وري ڪهن ٻه شرح لکندڙ صاحب انهيءَ طرف ڪو غور فرمائي شاهه جي رسالي کي انهيءَ عيب کان آجو ڪيو آهي.





## سر آسا

ڳائڻ وديا جي معتبر پستڪن ۾ آيل آهي ته آسا هڪ راجا جي ڌيءَ هئي، جا رات ڏينهن ايشور جي ڀڳتي ۾ مشغول رهندي هئي. هن شاهزاديءَ جي عادت هئي جو هميشه وڏي ويلي اٿي، پنهنجي مٺي ۽ من موهيندڙ آلاپ سان انهيءَ پرميشور جي ڀڳتيءَ جا ويهي گيت ڳائيندي هئي. جهن سر ۾ شهزادي آسا، صبح ويل گيت ڳائيندي هئي انهيءَ سر تي سندس نالو (آسا) پئجي ويو. راجڪماري آسا جي تصوير نماڻي پر گنڀير، طبع ۾ عاجزي ۽ ادب، دل ۾ الاهي عشق جو دود ڏکيل هيس. آسا جي حليه ڏيڻ جو مطلب اهو آهي، جو راڳ جي استادن جو قول آهي، ته راڳ ۾ جيسين ٻن ڳالهين جو خيال نه ڪبو تيسين نه ٻڌندڙن تي راڳ جو اثر پوندو ۽ نڪي وري پاٺ ڪيئي پريم پڙ پوندو. اهي ٻه ڳالهيون هي آهن. هڪڙو تسه

استادن راڳن جا جيڪي وقت مقرر ڪيا آهن، انهن مان هرڪ راڳ پنهنجي انهيءَ مقرر ڪيل وقت تي ڳاتو ويندو، ته پنهنجو تاثير نه رکو پئي ندو ۽ ڳائيندڙ جي دل تي پيدا ڪندو، بلڪ ڪائنات تي اهڙو تاثير ٿو پيدا ٿيو پوي، جو بعضي قدرت جي پردي تي عجيب نيشان ظاهر ٿيو پون، جهڙيءَ طرح سارنگ جي ڳائڻ سان بادل برسڻ لاءِ بيٺجيو اچن. ديپڪ جي ڳائڻ سان آتش جا اُلا اڀريو پون وغيره. ٻي ڳالهه هي آهي، ته راڳ جي ڳائڻ وقت جيڪا شڪل انهيءَ راڳ جي مقرر ٿيل آهي، اها تصوير تصور ۾ ويهاري، پوءِ ادو راڳ شروع ڪرڻ گهرجي، جهن ڏو تاثير سچ پچ طرفين تي طرحين طريقن سان پوي ٿو. آسا جي ڳائڻ جو وقت صبح جو سويرو ٦ کان ٩ بجي تائين آهي.

آسا جو لباس سفيد پر اُجرو ۽ چمڪي سان آهي. آسا جو عشق حقيقي آهي ۽ نه مجازي.





# حق موجود

## خيال اول

(وحدت = هيڪڙائي)

سُر آسا

(١)

اول پيري پيچ — سچل بند خيالات جا
تهن پڇاڙو وچ — حلا جي حيرت ۾.

(٢)

اول گمراهي — آهي رباني راهه ۾
تهان پو گمراهي — آهي هدايت جي.

(٣)

اول هدايت — ڄاڻڻ سان ڄاڻيج
زياده ضلالت — آهي انهيءَ وچ.

( ٤ )

قدر هدايت جو، منجهه آهي ضلالت
جي پڻ ضلالت نه هجي، ته ڪا ٿي هدايت
سچا صداقت ــ پڇي ۽ پرکڻ جي .

( ٥ )

الله چاڻ نه انکي، جي مڙيوئي حق
ٿامي سچل شڪ ــ جو معلوم ٿيو مرشد کان .

( ٦ )

معلوم ٿي مرشد کان، ٻي جا ڳجهي ڳال
هن جي چا مجال ــ هو ليپي ٿي سين .

( ٧ )

جي ادب کان نکوڙيا، سيئي ٿيا الله
هن وڃائي راه ــ هو ڻا جي ۽ هجي ويا .

( ٨ )

جي تو ادب آ ــ ته هندا ڻون هندي وڏين
ڪل نه پيڙئي ڪا ــ اصولي اسرار جي .

( ٩ )

ادب اٿي اوت ــ اوت ته اڳاهون ٿئين
ماريغا ري چوٽ ــ عاشق انا الحق جي .



( ١٠ )

پٺي جيچ نه چل ــ مجهه تماشي نه پوين
کهوٽ ڪري تون ٻاڻ کي، ڪر هنڪامون هل
ستکر سچ سڏايو سچل قربون ڪل
ٻول نه ٻي کهن ڳال ــ وٺج حال حلاج جو .

( ١١ )

پٺي جيچ نه چل، سچا ٿي تون کهوٽ
مرد نه هڏان موٽ ــ پٺي لائي چيڙي .

( ١٢ )

حڪم هاي ٿو جهن سان، سو ڪر پيدا پاڻ
حاڪم کي محڪوم سان، سچا سڃاڻج ساڻ
صورت سا سڃاڻ ــ موءِ ڪري مورت کي .

( ١٣ )

ڏين ڪلمو دل دام، ڏج مڙيوئي موج ۽
تهان پوءِ ڪام ــ مرجا سچا تهنجو .

( ١٤ )

جي منجهن ڏا آدمي، سي نه مڃان مان
سچو آهيان آءٌ جو ڄانهو ٻي جو نه ٿيان .

( ١٥ )

ڪلمي مونکي ڪين ڪيو، مورون مسلمان
نڪي احمد موڪليو، عرب کان ايمان
سچو سو سڃاڻان ــ ٻر آدمين ليکي آدمي .

(۱۶) ✓

ڪلمو پڙهان ته ڪافر ٿيان، ڪران نه الهيءَ ڪير
جا ڏي راهه رسول جي، تا ڏي پايان نه پير
جي من مان ڪيان نه مير - ته حضور حاصل ٿئي نه ٿئي

(۱۷) ✓

آهي نه وات هواءِ جي - آءَ ڪا تقليد
تحقيقا توحيد - آهي راهه رسول جي.

(۱۸) ✓

مات ڪريان ته مشرڪ ٿيان، ڪڇان ته ڪافر
الهيءَ وائي ور - سمجهي ڪو سچو جوڳي.

(۱۹) ✓

هڪ سفر ساعت - ٻيو سفر سال
ٻهريون تا راحت - ٻيون تا پوءِ رهيو.

(۲۰) ✓

جڏهن ويهن ڪر ۾، خاصو ڪري خيال
تڏهن فرق وارا في الحال - بعد ڀڄڪ لڏئي وڃي.

(۲۱) ✓

جي فڪر کان فارغ ٿيا، ٿيا دنيا کان دور
سچا سي حضور - آءُ ته ڳڙهيون ڳالهيون.



(۲۲) ✓

تون هي سان تون هي ليين - مون ليان تو سانط
تون هي آءُ سيهين - لاهه موجودات ٿيا.

(۲۳) ✓

جي تو چاتو پاڻ - ته آءُ ڪو پيو آهيان
ڪندءِ غرق گمان - گهلا الهيءَ ڳالهه ۾.

(۲۴) ✓

بيرنگي مان رنگ - پسي جو پيدا ٿيو
ظاهر ۾ پيو زنگ - موسيٰ ۽ فرعون جو.

(۲۵) ✓

تو جا پاڻي موج - سا مڙيوئي مهراڻ ٿي
هي انهن جا اوج - جن سنبت سوريءَ پار ڏي.

(۲۶) ✓

ڪٿا مسجد تڪيو، ڪٿ تڪا ڪو
تا تي تيءُ تا ڪو - جاتي مون تون ناهه ڪا

(۲۷)

بوده چڙهي نابود ٿيا، سا من ساماڻي
تا ڪيا تاڻي - جاتي مون تون ناهه ڪا.

(۲۸) ✓

آڇيا اول لاهه - پوءِ نڪت جو پنڌ ڙو
جڏهن تي نڪت جاءِ - پهچين تڏهن حد ڪي.

(٢٩)

سڪ سچي ڪان ڪونڪو، سبق سور سکن
اکر لکن نہ دل تي، تہ ڪاغذ ڪارا ڪن
مس ڪاريءَ جان من ڪي، تہ ڪاري ڪارو ڪن
مدعا جنهن مام جي، تهن ويجهو ڪين وڃن
تہ ڏي ڪن نہ ڪن ـ جو فرمودو فائق جو.

(٣٠)

جو فرمودو فائق جو، تہ ڏي ڪن نہ ڪن
وفي انفسڪم افلا تبصرون، ويسه نا وسهن
فڪر ڪن نہ فنا جو، بقا ڪي نہ ٻجهن
معنيٰ تن جون طرح سان، هڪڙي ئي چون
پڙهي پرجهي علم تي، عمل نہ آڻن
هنيا لءِ حورن ـ عاشق عقبيٰ جا ٿيا.

(٣١)

سوريہ سارو ابر ۾، لوڻين ڪين لڪو
انڌي ساط انڌو هئي پيا ڪڻ ۾.

(٣٢)

غوطو مارج اوچتو، منجهہ قلزم ڪارونڀار
زمين زمن آسمان، اندر آب وسار
دائم دم گذار ـ طالب ٿي تاريڪ ۾.



(٣٣)

مذهبن ملڪ ۾، ماڻهو منجهايا
شيخي پيري بزرگي، بيحد ڀلايا
ڪي نمازون نوڙي پڙهن، ڪن مندر وسايا
اوڏا ڪين آيا ـ عقل وارا عشق کي.

(٣٤)

ڪي تہ چون سوف، ڪي تہ چون سيب
ان ۾ ڪهڙو عيب ـ ڦل مڙيوئي هيڪڙو.

(٣٥)

محبت جي مهراڻ مان، جي ملا چاش چکين
تہ ڪنز قدوري ڪافيا، پڙهين ڪين لکين
رحل سڀ سٽين ـ ملا مسجد ڪنڌ ۾.

(٣٦)

طالب الدنيا مونث، محبت ناهي جن
طالب العقبيٰ مخنث، مرد نہ سي چئجن
طالب المولى مذڪر، رسيا ۾ رمزن
الفقر خزينه، بعض کي بخشن
الفقر فخري ڏسو، منجهہ آيو حديثن
الفقر لايحتاج سان، پيو تہ نائون ٻن
فقر فقيرن ـ اصل اهو اختيار ڪيو.

(۳۷)

اصل اهو اختيار، ڪيو فقر فقيرن
القدر خير و شر، او ڏاهون جا ڄڻن
لاموجود الا الله، حاضر ڪيو وڻن
ٻئي جهان ڦٽا ڪيو، تا تين جهان وڃڻ
لاهوتي لنگهڻ — محبت جي ميدان مان.

(۳۸)

محبت جي ميدان مان، لاهوتي لنگهڻ
آديسي ارمان ۾، گهوما ٿيا گهمڻ
لنگهي هليا حال ڪان، نڪي ڦاڙ ڪهڻ
ٻاٽ نه ٻهر وڄڻ — مچ مچايو من ۾.

(۳۹)

مچ مچايو من ۾، ٻاٽ نه ٻهر وڄڻ
وڻن ويڳاڙا وره ۾، نيڻين ننڊ نه ڪن
سڌ ڪا سيڻي سوز جا، ٻئي رات ٻرن
پنهنجي ٻر ۾ ٻاڻ ڪي، ڏا پرتيون پچائن
سکيو سا ميڙن — عشق اهو سڀ آئي ڪان.

(۴۰)

عشق اهو آئي ڪان، سکيو سا ميڙن
عاشق مٿان آڳ جي، اولا ڏين
ڇنيڙ ٻاه عشق ۾، سڀ ورن سڙان
اڇيو پون آزاه ۾، سر جو سانگه نه ڪن
لائق لعل ٿين — ڪامي لهسي لو سچي.



(۴۱)

ڪنڊ اونڌي اوريج — انٿي ٻهر عجيب ڪي
اڄن اوڄاڳن ۾، عيڻان اوڄاريج
اصلون ڪين ڪهيج — ظاهر هن زبان سان.

(۴۲)

مرڻ ڪنان جي اڳي مئا، مان ڪي ڪين مڃين
دشمن دوست هڪ ڪيو، ڪوه ٻيا ڪڍجن
وحدت جي وادي ۾، دانهه دم ڏرن
تون مان وڃائي وچ مان، پنهنجو ٻاڻ پسن
هادي مريد هڪ ٿيو، تفاوت نه ڪن
ڏائين ڏس نيڻن — صورت مورت هڪ ڏي.

(۴۳)

صورت مورت هڪ اڏي، ڏائين ڏس نيڻن
اکيون ڪن زبان هي، وڃان جڻن وڄن
ٽپ ٽپ لائي توڻ آهي، توڻي منجهه ٽپن
ٻاڻي جي ٻاڪائي سان، ٻاڻي ٻاڪ ٿين
انٿي پهر اڄ ۾، عاشق ڪمر ڏهن
سالڪ سمجهائن — ماڻهن سان ماڻهن ڪي.

(۴۴)

ٻاڻ پڙهج ٻاڻ ٻهج، ٻاڻ ٿي سجدو ڪج
ٻول نه ٻيو ٻانڌج — ڪافر مومن هڪ ٿيو.

( ٤٥ )

اول ڪفر پوءِ محيط، پوءِ منجهه اسلام
ملا سمجهين ڪين ڪي، تون محبوبن جي مام
ڪهڙي جي ڪلام — ديکي نقصون نڪريا.

( ٤٦ )

اڏيون آدم ناهيان، فلڪ نه آفلڪن
خيالون اڇي اوچتي، خلل وڌم خلقن
ناهي ميسر ملڪن — اها امانت عشق جي.

( ٤٧ )

ناهي ميسر ملڪن، اها امانت
خامن خيانت — وڏي اچي عشق ۾.

( ٤٨ )

حد ڏين وڃي حرڪو، لاحد وڃي هير
سچو سو فقير — جو حد لاحد لنگهي وڃي،

( ٤٩ )

جاڏي ڪياڙي — سجدو تاڏي نه ڏٺي
جاڏي مهاڙي — سجدو تت صحي ٿيو.

( ٥٠ )

جتي ماڻهن ميڙ، آءُ تتي ناهيان
سسي سڀيان — پٺيءِ شاهه حلاج جي.



( ٥١ )

جي تون تجريد — تا آئين نه تفريد ۾
ڪاڏي ڏي توحيد — ڪاڏي ڪثرت ڪل جي.

( ٥٢ )

پسي پٽ پليوس — تا آءُ آدمي آهيان
وڃان جان ويوس — سا ڳيو سچو آهيان.

( ٥٣ )

ٻيائي ٻانهپ ڇڏ — سچا آءُ احديت ۾
لحمون دمئون لڌ — تہ پاڪائي پاڪ ڏٺي.

( ٥٤ )

جهڙو پايم ڀاڻ ڪي، تهڙو آهيان آءُ
باقي رهيو ناءُ — سچو مون صاحب جو.

( ٥٥ )

ٻوڙي ڪين اڇلو، ٻي ٻي ڪين ويو
نفي ۽ اثبات ڪان، پري پڌر پيو
سچل سچ ڏٺو — ٻي ٻانهپ ٻولي ناهه ڪا.

( ٥٦ )

جي اڇين تا اچ — نہ ته هت ٻورن ٻيڙيو
محبت پاريو مچ — سيني ۾ سچل جي.

(٥٧)

ڇري ڇري م ڇڏ، ڇريو آهي لوڪ
جو ڇري لڏو ٽوڪ - سو سچل آهه نه سڀ ڪنهن

(٥٨)

سچل سارو سچ ٿيو، منجهان ڪثرت ڪل
الف مان آدم ٿيو، ڪري هنگامون هل
هندو مومن هڪ ٿيو، ٻول نه ٻي ڪنهن ڳل
خلق الاشيا فهو عينها، اهو آڻ عمل
ٿيج ڪلابي ڪل - مرماري منصور جان.

(٥٩)

قلبي ۽ نه قرار - آهي عاشقن کي
روحي الکـر رلايا، ۽ نفي نفع دار
سري سو وڃايا، خفي ڪيا خوار
اڳ اخفا داه ڪو، طالب کي تڪرار
رئي پرو ڙڻ پاڻ منجهي، ۽ پيو شيطاني شڪار
سهي ڄي سنسار - سارو پاڻ صحي ڪيو.

(٦٠)

قدر ڄاڻي پاڻ منجهو، ڪيڏ پاڻهپ سندو ٻول
نڪت وارو تول - تو ڪر ساڻ ڏٺي پڻي.

---

قلبي ۽ نفسي (بيت ٥٩ سٽ ١ ۽ ٢)



(٦١)

جا نه ڇوڻ جڙي ۽ سا مون ڇوان ڪيئن
قصو آهي جيئن - هي ۽ هو ٿيو هيڪڙو.

(٦٢)

پاڻ وڃائي پاڻ - ڳولي لهج پاڻ کي
پاڻ منجهائي پاڻ کي، پوندي ڄاڻ سڃاڻ
مڪڻ آڪر هڪڙو، سوئي ڪير سڃاڻ
اڏو اٿي اهڃاڻ - ڳهلا اڻهي ڳالهه جو.

(٦٣)

هتي ڪير هياس - آيس هتي ڪير ٿي
هتڙي ذالو هيو هيو، ناڻ نتيون هت ٿياس
عاشق ٿي آياس - نه ته هيس معشوق ماڻهو.

(٦٤)

هيس معشوقي ماڻهو، عاشق ٿي آياس
اڇڻ نه هو هت منهنجو، خواهش هڪ ڪياس
حسن سندي هوس هوئي، جهن هت هيرياس
وڃان آءُ وياس - سچو ساڳيو سچ ٿيو.

(٦٥)

ٿيو ٻاري سچ کي، ۽ ٿي ڏاڍين ڏنو
ملڪو من هوا سندو، ۽ منئين ڪن ڪنو
ڪتو ۽ مستو - ڇڙين ساڳي چت ۾.

(٦٦)

عشقون ٿي انسان – آيو سيلاني سير ٿي
صورت ۾ آدم ٿي، آدم ۾ مهمان
سچا تون سلطان – سٽڪر سچ سڃاڻيو.

(٦٧)

سٽڪر سچ سڃاڻيو، سچا تون سلطان
تنهنجو شاهي شان – پاڻهپ پوليءَ ناه ڪا.

(٦٨)

تون ئي مالڪ ملڪ جو، پاڻهو پاڻ ۾ پاڻ
لاخير ني عبيدي، اهو اٿي اهڃاڻ
صورت منجهه سڃاڻ – پاڻ پنهنجو پاڻهي.

(٦٩)

پاڻ پنهنجو پاڻهي، صورت منجهه سڃاڻ
الله الله چو چوين، پاڻ ئي الله جاڻ
تون ئي پڙدو، تون ئي ڏسندڙ، شاهد آ قرآن
ناهي شڪ گمان – سچو ساءُ هيڪڙو.

(٧٠)

سچو ساءُ هيڪڙو، ناهي شڪ گمان
پنهنجو تماشو پاڻ ڏسي ٿو، صورت منجهه سلطان
ڪاٿي پڙهي پوٿيون، ڪاٿي پڙهي قرآن
ڪٿي عيسائي ڪٿي احمد، ڪاٿي هندو مان
حيرت ۾ حيران – پنهنجو وڃين پاڻ ڪي.



(٧١)

فارغ ٿين نه فراق کان، ويجها ڪين وصال
گم ٿيڻ کان گم ٿيا، تڪا سرت سنڀال
اٿي قيل نه قال – صم بڪم سي ٿيا.

(٧٢)

ناهين مالڪ ملڪ جو، مالڪ اٿي پيا
پيرا پراهين اوچتي، پيهي منجهه پيا
ڏورائتا ٿيا – ڪولاڙن ڪهريٽڙا.

(٧٣)

وقت اها ٿي ويل – دوئي دور ڪرڻ جي
ڪي مذاهب من مان، ساڃهه ساڻ سويل
هندو مومن سان ملي، محبت جا ڪر ميل
متان ٿئي اويل – اوليهه سچ نه الهي.

(٧٤)

اوليهه سچ نه الهي، متان ٿئي اوير
مسيڙي ويندءِ مغربي، تاريڪي ۾ تير
چڙهي ويندءِ ڇپرين، ڏونئين سندا ڏير
مرد ڏيئي تا مام ۾، ماٺيڪي متير
وجهه اٿي وجهه پاڻ ۾، هيڪڙائي جي هير
نسورو ڏي نه خير – لپٽ پوءِ نابود ڪر.

(٧٥)

مڪري ڏڙ موج ۾، ٿهن ٻر مير ملاح
مڇيون مارين اوڇتي، ٻانڪا بي پرواهه
لهر بحر جا حاڪم چاڙهي، شوريا وطن شاهه
هند ۽ سنڌ تي فلڪ ۾ آڏن، مارن ملڪ سپاهه
واڙوا رکن ڏن مٿان، ويچارا ويساهه
آسرا اڏيئين جا، آهن منجهه الله
ڏيتي پاند پناهه — رکي وٺندو راڄ کي.

(٧٦)

نيري کهوڙي لقرو، اولاهون ايندو
ڏلو ڏاڍيرن جو، ٿهوڙي نيندو
سچي ڪري سنڌڙي، واهوڙو ويندو
تهان پوءِ ٿيندو ..............................



شوريا وٽن ( بيت ٧٥ سٽ ٣ )



## ڪافي

نه مان پير نه مريد — ساري فڪر جو فقير
نه مان حاڪم نه مان ظالم — آهيان امن جو امير
نه مان طاعت نه مان تقويٰ — آهيان ورهه جو وزير
نه مان گهٽ نه مان گهڻو — آهيان عشق جو اسير
نه مان ڪچو نه مان پچو — آهيان دوست لاءِ دلگير
سچل ٻڌو محڪم سر تي — محبت جو منڌير.



## ڪافي

عشق لڳي تا ڪر آمين — نا منجهه ڪفر نا منجهه دين
جلوه عشق جو عرش ڪرسي تي — سر زمين ۽ زير زمين
دل سان دلبر ره قبوليم — ڪشف ڪهڙ ڪرامت ڪين
شبها شڪ سڀئي لاٿم — پاڻ سڃاڻڻ سان يقين
طالب ڪي تلوين گهوڙ ڏا — ڪي تمنا تي تمڪين
هادي عبدالحق سچل کي — تو ڙون ڪئي تا هي تلقين.

## سر گجري

سر آسا بعد، صبح جي پهر، ڳائڻ وديا جي فن جا ماهر سر توڙي ڳائيندا آهن. گجري سر توڙي جي هڪ شاخ آهي، جا آسا سان لڳو لڳ ڳائڻ ۾ ايندي آهي؛ تنهنڪري هت سر آسا بعد، سر گجري کي جاءِ ڏني وئي آهي. انهيءَ کان سواءِ جڏهن آسا جي سر ۾ گهڻو ڪري خدا تعاليٰ جي خودوندي، يڪتي ۽ هيڪڙائي ڳاتي وڃي ٿي، تڏهن سر گجري ۾ به اها هيڪڙائي جي حقيقت ڳائڻ ۾ ايندي آهي. جنهنڪري سچل سرمست جا اُهي ٻه جا بياض هن سر ۾ ڏنا ويا آهن؛ جن کي هن حقيقي هادي معرفت جي مام ۾ منهوس ڪيو آهي. گجري جي ڳائڻ جو وقت آسا بعد ۸ کان ۹ بجي تائين صبح جو آهي.

## خيال ٻيو
### ( معرفت )

—ooo—

### سر گجري

—oo✧oo—

( ۱ )

احد احمد صورت ساڳي، سر ٻنهي جو سوئي
الست بربکم قالو بليٰ، پهنجو پاڻ اکيو ئي
سچا حاضر هر جا هادي، سمجهين سر سيوئي
غائب سمجهي غير نه ڄاڻي، حق الحق اهو ئي.

( ۲ )

حق الحق اهوئي آهي؛ تو جهن غير ڏٺي جا ڏو
عرفت ربي ٻربي، پاڻ ڪيو پاڻ سچا تو
ڪلي ڪل انهن کي پيڙي، پير ايڏ نهه جن پاتو.

( ۳ )

الف سچا ڄاڻي احديت وارو، بي تي ڪين اڙياسي
شرح ملا ڪنز قدوري، ڪافيا ڪين پڙهياسي
غير خيالن کنب ڏئي، پو لاحد منجهه لڙياسي

(٤)

الف باب مطالع ڪرڻو، بي تي ٽي نہ سڃاڻ مون
اڃڻو وڃڻو الله آھي، دائم دم دريان مون
ساڻ يقين تصور وارو، ڏاٺ سبق پڙھان مون
ٻاجھون باب ٻئي جي سچا، ڪھڙا حرف ڳڻيان مون.

(٥)

ٻاس اھائي بات اسانجي، غازي غير نہ آھين
خام خيال ھي ٻانهپ وارو، لاھ لاشڪ لاھين
من عرف نفسہ عرف ربہ، ڏاھ ڪھڙا پيا ڏاھين
سچا سچ اشارو اھو، ڪاڏي ڪوڙا ڪاھين.

(٦)

رام رحيم ھڪ سمجھين، موچ محبت ماڻين
ڪافر مومن گھر نسارو، غير گمان نہ آڻين
خلق الانسان علىٰ صورتہ، جول اھوئي ڄاڻين
ماڻ تون صورت ساڳي سچا، جي تون پاڻ پڇاڻين.

(٧)

خمر خمار انهي جو خاصو، موت اھو مسروري
ازل ابد اعجائب جهڙي، مٿي اھا مخموري
انا احمد بلا ميمي، ماريں دم منصوري
سچا جام جلالي پيءُ، ڪر حاصل حق حضوري.

---

الله ھو (بيت ٤ سٽ ٢)



(٨)

دل دلير ڪري اچ عاشق، سست يقين نہ ٿي تون
توڙي شڪ گمان سيٽي، پريمي پيالو پيءُ تون
موتو قبل انت موتو، جيوڻ ۾ مر جيءُ تون.

(٩)

ذات صفات ھڪائي آھي، ٻول نہ وڃين ٻولي
سوئي اندر سوئي ٻاھر، سوئي تهنجي چولي
تو ۾ مون ۾ ھن ۾ ھرجا، سچ سچو تو ٻولي.

(١٠)

توڙ رواج ۽ رسمون ساريون، مرد ٿئين مردانو
ٻاڻ بيگانو مول نہ ڄاڻين، آھين يار يگانو
ونفخت فيہ من روحي، بلڪل چٽو بيانو
وھ سچل ڪر ٻانهپ وارو، شملو ٻڌ شاھانو.

(١١)

دم لفسڪ جي سچل سچي، راھ نہ ڄاڻن موڙھا
مستي وارا ڪوٽ ٻڌائن، ڪنگرا رکن ڪوڙا
سچا راھ اھي ھي لھندا، ڳالھائيندا جي ڳوڙھا

(١٢)

مون تون ھو جي ٻولي ساري، صحيح ڪري سڃاڻين
ڄا ھيڙين اُت، ڄا آھين ھت، ڄا ٿيندين ماڻ پڇاڻين.

---

دم الفسڪ (بيت ١١ سٽ ١)

(۱۳)

مسجد ڇڏي مئخاني منجهان، حاصل ڪيف ڪياسي
هي سڀ حسن جمال اسانجو، جهن ۾ ڀاڻ پيا سي
ڏوهه ثواب کان آجا ٿي، پوءِ سچل سچ ٿيا سي.

(۱۴)

ڪرا نهي ۾ پياسون سچا، آهيون ڀي سچ نا هيون
نا هيون جاڻ اهائي ساري، آهيون ڏٺي نا هيون
فرعوني منصوري ڪڙي سچل، حرف ڪهو ڇو ٿا هيون
سچا سچ ڏٺ هن آ ٿيٺو، پوش پاڻا هي ٿا هيون.

(۱۵)

پير مريد نه ٿي تون هرگز، ماڻهو موج مستاني
مخدومي ۽ شيخي پيري، خام ڇڏي ڏي خاني
بهت دعا پاراتي واري، ناهي راهه رباني
هر هڪو پنهنجو پنهنجو رکي، سچل ڪم آساني.

(۱۶)

صريح چوان مان توکي طالب، ڪجان صحيح گوائي
وبي ينطق وبي يبصر، ٻوڙين ٻول ٻڌائي
ڪل شيءٌ ناطق بالحق، رکين سر سڃائي
سٽڪر سچ سمجهائي سچل، واهه واهه اهاوائي.



(۱۷)

طبل وڄائيم وحدت وارو، غازي ڇڏ گدائي
هيڏي هوڏي تون ئي آهين، ڪاهي جان جدائي
الانسان سري وانا سره، آهين خاص خدائي
بر بحر تي تنهنجو سچا، آهي سير سدائي

(۱۸)

فرق ڪفر اسلام نه ڪوئي، جاڻ اهوئي جاڏين
ڪافر مومن هڪو هڪا، غير نه غازي آڏين
ڪل شي هو الله، سڀ صورت هڪ سڃاڻين.

(۱۹)

مست رهي ميخاني اندر، منڪر وتي سي مستي
مستي سان نا سر سڃاڻي، تنهنجو ڪم ڪمبختي
ليس في جبتي ماسوا الله، هيچ ٿئي سڀ هستي
پهون سڀ ڪوڙين ڳالهيون سچا، سچو عشق الستي.

(۲۰)

ٻاري ڀار يقيني رکجان، توڙي شڪ سيوئي
جو ڪجهه هيڙين سوئي ٿيندين، تنهنجو غير نه ڪوئي
ڪل شي يرجع الي اصله، سو نه هڪ متيوئي
سچل سچو سچ ٿي رهندو، عشقن عين اهوئي.

( ٢١ )

عشق جني سان غمزو لاتو، علم نہ سي ٻيو پڙهندا
منجهہ ڪفر اسلام مذاهب؛ عاشق مور نہ اڙلدا
ماري نعرو حق جو سچا، سوليءَ سر ڏاڙندا.

( ٢٢ )

پاڻا پاڻ ڪيو سي بيشڪ، هر صورت سيلاني
سڀڪا صورت مهنجي آهي، آهيان لامڪاني
ڪفر نڪو اسلام رهيو آ، لٿي راهہ حيراني
سچل نام ٿيو گم باقي، رهيو سر سبحاني.

( ٢٣ )

عشق لڳو ويئي رهجي والد؛ يار عزيز خويشي
پنهنجو پاڻ قبول ڪيائون، سارو دم درويشي
لوڪ سارو پيو ماري طعنا، بره برو بد ڪيشي
سچا يار هميشه آهن، درد وارا دلريشي.

( ٢٤ )

هي دم بحر حقيقت هوجي، هو سان هو سچا ڏيئن
خاڪي جسم ٺهر ٻڙ ڏين؛ هرگز عذر نہ آڻين
اندر ٻاهر ظاهر آ، طرف نہ ٻي تون ڏاڻين
سچل گم گمراهي واري، راهہ اهائي چاڻين



( ٢٥ )

جوئي جو نا پيدا هيڙو، سوئي ٿيو وري پيدا
جوئي پيدا اصل کان هيڙو، سوئي ٿيو نا پيدا
پيدا سو نا پيدا ٿـي؛ ٿي تڏهن حق هويدا
پيدا جي ڪل تڏهن پوندي، نا پيدا ٿي ويندا.

( ٢٦ )

مريد ڪرڻ جو خيال نہ رکجان، عاشق ٿيج نـرالو
دين مذاهب ٻوڙ ٻيائي، مست ٿيج متوالو
مان؛ تون جي سودي اندر، متان ڪڏين ڏيوالو.

( ٢٧ )

عشق محبت ٻا جهون چاڻين، ٻي سڀ راهہ خلافي
بزرگ ڪاڻ دنيا جي ڪن ٿا، طلسم سڀ تلافي
سچا هرگز سي نہ ٿيندا، سچا صوفي صافي.

( ٢٨ )

هن زماني بزرگ بيشڪ، جهڙي لطيفا لائن
ڪسب ڪرن دربند ڪرڻ جو، تنا پاڻ سڃيا لن
اهي فن فروعي آهن، نا حق وقت وڃائن
ريءَ ٿيڻ گم سچل سائين، پاڻ نہ پهنجو پائن.

(٢٩)

بزرگ شيخ مشائخ يارو، نا مخدوم ٿيا سي
نڪي قاضي نڪي ملا، معلم پير ٻڌيا سي
نڪي ڏاهه ڏکيءَ جا ڏاهي، رنگ رساءِ رکيا سي
سچا ڀاڄهون عشق الله جي، ڪوئي هنر نہ سکيا سي.

(٣٠)

نہ مان ڪيڙو ڪوڙ ڪو تسبيح، نہ ڪيڙم زهد عبادت
نڪي مسجد مندر ويڙس، ڪيڙم تقوي طاعت
سچل جو ٿيو بخت سوايو، جو ڪيڙي عشق عنايت

(٣١)

روز ازل استاد اسان کي، ست پڙهت جي پاڙهي
سائي دل جي تختي متي، چاهون مان لڪ چاڙهي
سچل عشق پڙهو نا ٿئي، ٿي جي چٽي ڏاڙهي.

(٣٢)

مرشد آکيو، عاشق ٿين تا، منکر ٿي مشائخي
شيخي پيري بزرگي، اٿي سڀ هلاڪي
عشق امانت خاص الله جي، دل کي ڏي فراخي
سچا سوز گداز سوا سچ، ٻيا سڀ چور طباخي.



(٣٣)

خيال بزرگي ريتي ڇڏ تون، متڪه نہ تون مخدومي
نڪي پير مشائخ ٿيءُ تون، نڪي ٿيءُ نجومي
دائرا اهي دعوت وارا، اتي علم رسومي
سچو ڪٿي ڪونهي پيدا، هولدو منجهه معدومي.

(٣٤)

سمجهايو مان طالب توکي، سچ اهو ٿي سارو
ارض سماءِ واهه وڃائيج، عاشق ٿيءُ نغارو
نام ڇڏي بدنام ٿي اچ تون، لوڪ ڏسي سڀ سارو
ست سچل سامان صاحب جو، مار حقاني نعرو.

(٣٥)

مست ٿئين، قرمريد نہ رکجان، وهه جا راهه ديواني
آمد رفت نہ چاڻن ڪنڌ ٿئين، بيخود ڪرن بياني
بي سڪ، سڌ انهن کي ناهي، رهندا لامڪاني.

(٣٦)

حبس ڪرن دم ساط سعي، تا ٿين لطيفا جاري
عالم ڏسي عبرت آڻي، زاري تهن ڪان زاري
واهه ولي پڪارن ماڻهو، آڪو مرد بخاري
سچ پڇو تہ سچا، سي سچا، سر تي ڪنڌي جن خواري.

(٣٧)

هي سڀ سير بحر ائين جو، پر ڏٺا جن بستي
قلزم ڪارونيا ۽ ڪوريل، ڪرڏٺا جن ڪشتي
منجهه درياءَ محبت واري، حال سڀني هي هستي.

(٣٨)

منجهه حضور هادي جي طالب، ٻاهون ٻڌي وهندا ئين
جن جي چوائي مرشد چوندا ئين، ڪلمو ڪفري ڪهندا ئين
ڪرڻ گوبند صورت ساڳي، راه ائين ۽ وهندا ئين
رنگ ريتي بي رنگ ٿي سچا، ڏاه ائين ۽ لهندا ئين.

(٣٩)

جان جان طالب مسجد منبر، ڪين ڪرين ويرانا
تان تان راه قلندر واري، ڪين ملي مردانا
چا ٿيو جي ٿين لطيفا جاري، هي ٻي هنر بهانا
ڪشف قلوب ٿيو ۽ سيڙهي، هي پڻ ڏوڙ ديوانا
لڪن نقش ڪمائن ڪيميا، ميڙن مال خزانا
خوءِ خضر جي ڪا ۽ شيطاني، حفظ ڪرن قرآنا
مرد سچا جي محبت وارا، سولي سر سمانا
ٻاجهون راه عشاقي سچا، ٻيا سڀ ڪوڙ ڪرانا.



(٤٠)

چا جو ڪعبو، چا جو قبلو، هي ٻي سڀ بهانا
ناقص نيت ڪعبي واري، مرد ڪهن مڪانا
سچل ستگر ائين آکيو، حق لهن مستانا.

(٤١)

قاضي سچ چوان مان توکي، ڇڏ مسائل مصلا
آءٌ تہ پيون هڪ پريمي، مور نہ تنج تون ملا
سچل حق نہ حاصل ٿين، جي راه اٿيئي ڪان ڀلا.

(٤٢)

لاٿي جو ڪلمو مونکي، مرشد پاڻ پڙهايو
لابودي جي نفي اندر، ستگر سير ڪرايو
هٿيو ڏيئي همت وارو، سارو بار کڻايو
صدق سچل مان ستگر تان، جهن جاب جوش جڳايو.

(٤٣)

ملا ڇڏ ڪتابن ٻچر، مي جي ٻي پيالي
ٻڌ ۽ ملا صاحب ٿين تون، مست ۽ مست موالي
ڇڏ ڪالي قاضي صاحب، قائم تاج ڪالي
معاف ڪرائي عشق ائين تو، سچل ڪاف ڪشالي.

(۴۴)

طالب زهد نه تقويٰ طاعت، موج مڪان مون مستي
ڏني آءِ اُسعاه ازل جي، هت طلب جي تختي
سچا مستي مول نه ايندي، جان جان وڃي نه هستي.

(۴۵)

جان جان تون گمراه نه ٿيندين، تان تان راه نه لهندين
ڪاڻ حرام ۽ ٻيءَ پليدي ۽ ٻاڪيءَ ساڙ نه وهندين
سچا سچ پلءِ نه پوندو، جان جان مان ۾ رهندين.

(۴۶)

ڪي ڪمائن ورد وظائف، ڪي ٿيا نفلاتي
ڪي وڃي پيا زهد عبادت، ڪي ٿيا دعواتي
گوشه نشيني ڪن ڪي ٻانڌي، ڪن وٺي رجعاتي
ڪن جي منزل پهت ٻاراتو، ڪي ڪامل ڪراماتي
ڪيتي ڪشفن اندر ڦاٿا، دانهه ڪي درجاتي
سچا لکن مان ڪوئي ڪندو، عشق واري اثباتي.





## ڪافي

صورت سڀ سلطان - ٻاڻ ڏسڻ آيو پنهنجو تماشو
ڪٿي حنبل شافعي - ڪٿي مالڪ نعمان
ڪٿي ٻڌي ٻوليون - ڪٿي پڙهي قرآن
ڪٿي طفوليت ۾ - ڪٿي پير جوان
ڪٿي مير وزير ٿيو - ڪٿي ٿيو دربان
ڪٿي احمد بلا ميمي - ڪٿي هنومان
سچل ٿيو صبر ۾ - ٿي حيرت ۾ حيران.



## ڪافي

عاشق اکيون اُٺي ڏسين - آهي مڙوئي يار
ظاهر زباني تون ڪريان - عجب اهو اسرار
اعتقاد فردا جو نه رکه - اڄ دوست اٿي اظهار
جن کي پسڻ هت پرين جو - هت ٿي تني ديدار
بلبل اوا، ڪري ٻاڻ کي - گهت گهت سارو گلزار
جيڪي چيو مرشد تو کي - آڻج اتي اعتبار
ٻانهون ٻڌيون چئو ٻين - سچا تون سردار

## پيروي

پيروي جو ڳائڻ جو بہ اهوئي وقت آهي، جو توڙيءَ جي ڳائڻ جو آهي ۽ اهو آهي صبح جو آسا بعد. پيروي سچ پچ هڪ من موهيندڙ مٺڙي ۽ ڪومل راڳڻي آهي، ۽ ڻ اهڙي تہ مقبول عام آهي، جو ننڍي وڏي جي وات تي آيل پئي ڏسجي. هندستان ۽ پنجاب جي تہ گهر گهر پيرويءَ جي ٽڪار پيئي ٻڌجي. عشق مجازي جي مستي ۽ موج منجهس ڏنين ڪنين آهي. سندي پيروي تہ وري اهڙي سدا سهاڳڻ ۽ نماڻي آهي، جو پٿر دل کي بہ هيڪر ماڻي ڪيو ڇڏي. سنگيتن ۾ آيل آهي، تہ پيروي هڪ مرگ نين حسين مهجبين عورت آهي. لب ياقوتي، رخسار مثل انار، نهايت نفيس سفيد لباس ۾ ملبوس، چمڪندڙ ڇري سان ويٺي ڳائي. سندس عاشق مالڪوس آهي، جنهن جو بيان اڳتي ايندو. ڪن سنگيتن ۾ آهي تہ پيروي پيرؤن جي استري آهي. پيروي جي ڳائڻ جو وقت صبح جو ۸ کان ۱۰ بجي تائين آهي.

# خيال تبون
## عشق مجاز



## سر پيروي

( ۱ )

زور غرور غماز ـ عادت البيلن جي
نوڙت نيہ نياز ـ آهي عاشقن ۾.

( ۲ )

آهي عاشقن ۾ ـ نوڙت نيہ نياز
نخوت نخرو ناز ـ عادت البيلن جي.

( ۳ )

قوس قزح ڪمان ـ ابرو عجيبن جا
ضرب ظلم جي زور سان ـ اڇلن الامان
سل هڻن ٿا سيني ۾ ـ پنبڻين جا پيڪان
نيزا نيهہ نشان ـ سچل سر سهائيا.

( ۴ )

ابرو ڪش ڪمان ـ مارن ٿا محتاجن کي
پنبڻين جي پيڪان سان ـ زوري ڪن زيان
توبہ الامان ـ ترس نہ تن تہ جيترو.

(٥)

ڪجا ڪج محراب - منهن تي محبوبن جي
ڏٺا ونڪا واهه واهه - مصحف جا اعراب
ستون سيپارن جون - پڙهڻ ٿيون ثواب
بره سندا باب - سچل سڀ ختم ڪيا.

(٦)

چالي چشم چٽڪ - ماريو محبوبن جي
قاتل فوج حسن جي آئي - ڪاهون ڪاهه ڪٽڪ
اچي وڌائون اوچتو - سيخي سيف سٽڪ
عاشق ٿيا آيا - اٽڪ جي اٽڪ
اچي پيا وچ ۾ - هٽڪو ڪري هٽڪ
جهٽ پٽ ۾ جهٽڪ - سر ڏنائون ست ۾.

(٧)

چپيلن چلا - مو مکيڙيا منهن تي
نيرشي مهتاب جان - منهن ٻرن مشعلا
تارڪي ۾ تيجا را - تڪا ڏين تجلا
عاشق اُت اجها - سر ڏين تا ست ۾.

(٨)

مو مکيڙيا منهن تي - چپيلن چلا
سنبال چڙڪي سلا - صبح ڪيڏيا ساجهري.



(٩)

مو مکيڙيا منهن تي - چپيلن چلا
واسيڪن ولا - وره وارئين ٿي ڏنا.

(١٠)

آخوند ڏسين اوچتي - چپيلن چلا
سجدو ڪرين سهڻن کي - ميان صاحب ملا
قاضيڙا ڪلا - وحل رکين ڪيڏ ۾

(١١)

آخوند ڏسين اوچتي - چپيلن چلا
واصل ڪي وتيون ڏئي - ليڪين ڏئين للا
ملا سڀ مسئلا - وساري ويٺي رهين.

(١٢)

آخوند ڏسين اوچتي - چپيلن چلا
توڙي ڪائين ڪلا - تہ بہ رانئي رهين روح ۾

(١٣)

حقاني حسن جي - گولاڙا ڪن گلا
سچل سڪ نہ جن کي - سي تو ڙها نڪر ڏلا
بي هوڏن پلا - کهڙو قدر قرب جو

(١٤)

پاڙون پوندء پير - قاني ڪا رهر تي
عشق ونندء وير - آخوند اچي اوچتي.

(١٥)

آهي ڪو جو جهلي – تڪو تاب حسن جو
ٻلي ٿيا جي ٻره جي – بابو ٿيا سي ٻلي
سچل ساءِ سهڻن سان – وس نه ڪهنجو هلي
جان جسو جيءُ جلي – عشاقن آڙاه ۾

(١٦)

عشاقن آڙاه ۾، ڀسيو نظارو
ڳاراڻي ۾ اينءُ ڳريا، برف ڳري جنءَ ٻارو
ناطق ڪو نيارو، جهلي روب روءِ جو.

(١٧)

لوڪ ساري جون سهمان، سچي سهڻ آيون
مشتاقن کي محب جون، چڪن ڪن ٿيون چهان
بابو جهلي ٻره ڪنان ٿو، عشقان جهلي امان
سورن سندا سمان، سچل سڀ سهائيا.

(١٨)

راشي ۽ خاشي، صورت ساڳي سڄڻين
مورت هيءَ محبوب جي، فهمي فهماشي
موتي مڙهيل مڪڙين، چڙهي قرباني هاشي
ڪعبو ۽ ڪاشي، منزلون محبوب جون.



(١٩)

عاشق پين زقوم، هتان ديهن هي
هلائل جي هير تي، هاتڪ ڪن هجوم
اها تن رسوم، ڪڙي ڪاٽ نه تن ڪي.

(٢٠)

ساقي ڏيج سٽي، سرڪ صراحي مان ڪيڏي
پڪ پيارج پارڪو، محبت جي مٽي
پيڻ ساڻ پٽي، پاڻ ڏيان جنءَ پاڻ کي.

(٢١)

ساقي ڏجانءِ باقي، ته بقا ٻره ۾ ٿيان
فاني فراقي، رهي رهندا ڪيترو.

(٢٢)

رهي رهندا ڪيترو، فاني فراقي
مطلب ميثاقي، لا ۾ موجودات جو.

(٢٣)

نڪا صحبت صراحي سان، نڪي ميخا سان مطلب
ساقي سڀ سبب، سچل سڪ وارن جو.

(٢٤)

چڪو الهيءَ چاش جو، ڇڪي ٿيا ڇريا
ڇريو ڪريو لوڪ ڇوي، آهن ڪين ڇريا
ڏاڍي سي پوريا، سچا سڪ وارا ٿيا.

(٢٥)

اوڏو عبادت نه وڃين، جي ٿشو پڙهين ٿيئه
واحد وحي موڪليو، احمد آکيو اِئين
ڏانهن ٿون وڃين ڪيئن، مخالف مصحف جي.

(٢٦)

ملا انهي منڊ جو، چڪو جي چکين
ڪا راهه ڪڍي ڪند ۾، ويٺو منهن مکين
سبق سي سکين، جي سوائي سکيا.

(٢٧)

حسبي ۽ حسبي ۾ ذاهد پڙهين زور سان
حسن حبيبن جو ڏسي، ترڪ ڪرين تسبي
ڪم نه ڪمن ڪسبي، سچن سرڙاست ۾.

(٢٨)

قطرا آب عرق، سونهن سجڻ منهن تي
جرڪن جهلڪن ڏانئين، جن ۾ هڻين ماڪ مرڪ
داڻا ڪن درڪ ۽ دل ۾ درديلن جي.

(٢٩)

ابرو ڪنڌ قريب جا، وار ڪنڌا ڪارا
اکيون ڪنديون عجيب جون، ماڪ موچارا
محرابي مرغول ڪنڌا، پيشاني پارا
مستا موچارا، سدا مهنجا سهرين.



(٣٠)

حسين حبشي ۾ هو رکيو پاڻ تي
اندر اچڻ ڪان اکيءَ، ڪا تي تهن ڪشي
رخ انهيءَ رشي، ڪروڙين قتل ڪيا.

(٣١)

مصحف پاڪ جوان، منهن و مکهو بن جو
آيتون منجهه عشق جون، مطالع ڪيان
قاري اچي ڪو پڙهي، منجهي هيءَ روان
حرف سڀ سوان، ڏنگو ڏسان ڪونه ڪو.

(٣٢)

خاصو خوب خيال، دمامي دم دم سان
وحدت جو وصال ۾ پاڻ کو ڙڏا پسين وڃي.

(٣٣)

عاشق انا الحق ۾ آکيو پيو آکياج
هادي عبدالحق ۾ حرف هدايت هي ڇيو.



# خيال تيون

## ڀاڱو ٻيو



## سر پيروي

(١)

ڪي جو محب لکيو، سو ملا واچڻ ڏنيو
جدي اکين سکيو، سڀڪل تن صحي ڪيو.

(٢)

خبر ڪهين جو خط، آيس جو عجيب ڏاڍ
روئي اکين رت، ڪري مطالع من سان.

(٣)

ڪليون لس اڱهان، ساجن سلامن جون
ٻرزو ٻاڻ پڙهان، ڏڪايان نه ٻين کي.

(٤)

اڱهان لس لکيون، ٻرين پيغامن جون
سي رقيب سکيون، تو ڏکائي ٻين کي.



(٥)

ڪي جو لکيائين، سو ملا وچي واچيو
هڪ ست پڙهيائين، ٻي ست سڏ ڪن نه ٿيو.

(٦)

ٻرزو پڙهڻ آڻ، اُٿي ملا مسيت مان
سڀ جو سماءُ، اچي سيکين ست مان.

(٧)

هڪ ست پڙهيائين، ٻي ست واچڻ نه ڏني
ايئن اٿيائين، ته هي جر جيري نه جهليان.

(٨)

ڏامي مون نروار، ٿي هي جر جيري سندي
تهن هلڪ پڙهڻ وار، ڪارو سڙي ٿيو ڪانگڙو.

(٩)

رقعي منجهان راز، مڙيوئي معلوم ٿيو
نسورو هو ناز، سڀڪل سڪ وارن سان.

(١٠)

رت اکين رويو، تو ساٿي سنيها ڏئي
نهران نڇوڙيو، چارون جر هاري ڪهڻو.

(١١)

پيغمر ڪين پٺيو، هي جو ڏامو ليڪ جو
خط خمار ڏالو، جيڪس پڙهندي ٻرين کي.

(١٢)

پڙهندي پرزو پرينءَ جو، پيهر ڪينءَ پنو
خط خمار ڏنو، آيو ڏاڍ عجيب جي.

(١٣)

روئي زارو زار، پرزو پرينءَ ڏي لکيم
ڏنو خط خمار، اول ئي عبارت ۾.

(١٤)

اها عبارت، لکڻ لڳس پرينءَ ڏي
روئندي پريون رت، اوڦٽ هئي اکيون.

(١٥)

آيو اوڏاهون، ساٿي سلامن سان
محبت جي مان هون، اها وئي نه وسري.

(١٦)

نامو رات نيو، قاصد پار قريب جي
پورن منجهه پيو، واچيندڙ ورق جو.

(١٧)

جارون لکيم جو، ڪاغذ قريبن ڏي
حقيقت جا حال جي، واچڻ وينو ڪو
پڙهندي پنو سو، تهن کي آڏيون آيون.



(١٨)

عريضو آڻي، قاصد ڏنو قريبن جو
هن ويلي هاڻي، سر ڪريان هي صدقو.

(١٩)

قاصد ايندي، پيو شوڪ ڪارن ۾
ليا پار ڏيندي، ساٿي ساھ مٿي ويو.

(٢٠)

نامو سارو نيد، جو پڻ لکيو سڄڻ
رات برابر ڏينهن، مونکي گوندر گذري.

(٢١)

ڪاغذ ڪتابت، آئي يار پرين جي
صحيح سا ثابت، مون ڪان واچڻ نه ٿئي.

(٢٢)

پنهنجي پيغام، لکي مڪا سڄڻ
سي نه سمجهن عام، جي آهن منجهه اشارتين.

(٢٣)

ڪي جو لکيائون، پنهنجي منجهه پريت جي
اهو پسي آئون، بيخود ٿيڙس سرتيون.

(٢٤)

پرين ست سماءِ، ڏنو واچيندڙ کي
اهي خط منجهاءِ، ڇپيون ڏس ڇيري ڪيئون.

(۲۵)

جو نا من منجهه لکيو، سا هڏي ڇيري جي جر
منجهان سڀ شهر، وا ڇيندڙ کو ليي.

(۲۶)

پنو ڪير پڙهي، جو پڙ مکو سڄڻين
لکيو منجهه لڙهي، متان پڪندڙ پڙهي مري.

(۲۷)

واڇيو جهن ورق، جو پڙ لکيو سڄڻين
سو چڙ ٿيو غرق، درد واري درياهه ۾.

(۲۸)

سکهي ڪير پڙهي، هو جو نامو نيڻ جو
سرڙن سر چڙهي، موچ مٿو تهن ناهه کو.

(۲۹)

ونئي خط هليو، سا ٿي سلامن جو
وچ ئي منجهه جهليو، ورهه وڪوڙي وات ٿي.

(۳۰)

ونئي هليو خط، پاندي پار پرين جي
روئي روئي وٽ، تهن هلندي حال وڃايو.

(۳۱)

آلو هيڙو عشق جو، سا ٿي ساڙ نيو
ڪامي پساڙ پيو، هو خوني خط پرين جو.



(۳۲)

هن پانيو نامو، پر شعلو هيڙو شوق جو
جند ساڙو جامو، سا ٿي سڀ سڙي پيو.

(۳۳)

پرين ڏاڍين نيون، تهن کو خط خبر جو
پڙهندي ڏس هيڻون، تهن ڦرڪندي لاٿي پيو.

(۳۴)

رهبر روانو، ٿيو پريان جي پار ڏي
شال پهچي پروانو، سلامت کي سڄڻا

(۳۵)

اڏا ايندو ٿيء، وٺي سکه سنيهڙا
جاء ٿئي مون جيء، پروانو جڏهن پڙهان.

(۳۶)

حبيبن ڏنهه هنيء، اديون لکيجي آيو
ڏيان مونسان جنء، ڏنء تو مون آهيان.

(۳۷)

ڪاغذ لکي ڪال، مکم جو محبوب ڏي
ڳالهيون سنديون حال، تيندڙيون پڪ رڙهط سان.

(۳۸)

آيو ڪالهه قاصد، مونڏي محبوبن جو
تهدوستي وارو هر، ڪٿهن ڏيان لهو سارئين.

(٥١)

آڏو عجيبن جي، ڪجاءِ سڀ خبر
عاشق هت اوهان ٻنهان، آهي منجهه حشر
اوتي اڪڙين مان پيو، ٻاراڻي بحر
ڏي دلاسو دلبر، متان عاشق هت مري وڃي.

(٥٢)

جيڪر لکي موڪليان، خطڙا هزارين
مان پڙهين پوءِ پرين، سڪڙو سنيها ڏين
وار نه وسارين، اهو اٿم آسرو.

(٥٣)

لکي خط منجهان، پريان سندي پار ڏي
جهجهون لک حجاب، مهنجون محبوبن ۾.

(٥٤)

منجهان ڪينءَ لکي، ڪتابت قريب ڏي
ساڻي وات سکي، جدائي نه جهين ڪي.

(٥٥)

مون ڏنو اڄ لکي، جاني جدائي مون
ڪيان تکرار تکي، هئي ڪتابت قريب جي.





## ڪافي

ذاتي منجهه ذات ڇپائي - بازي جا يار بڻائي
هادي حقيقت حال جي - مون کي ساري سڻائي
سڀ ڪهن ۾ سڄڻ - پنهنجي نوبت وڄائي
ڪٿي انا الحق جي - چاڙهي چوٽ چلائي
انا احمد بلا ميمي - اها معنيٰ مڙيائي
ڪٿي مسيتن ۾ - ٿيو خاص خدائي
موتي موڙهن وچ ۾ - تهن مالها ڦيرائي
ڪٿي وٽ نه وار جي - ڪٿي جانب جدائي
ڪٿي مٿي تخت جي - ڪٿي ڪري گدائي
اندر ٻاهر هڪڙو - آهي صورت سڀائي
ڳالهه نه سمجهڻ جهڙي - جا ستگر سمجهائي
ڪافر مومن هڪڙو - سچا ٻوڙ ڄهائي.



## ڪافي

سڀ ڪهن صورت ۾ سهڻين - سرتيون ساري ڳالهه سليائون،
ڏيو ٻاري سچ کي - ڪٿي ڪين ڏٺائون
ساڻ روشني سچ جي - ٻرجهي سچ پسيائون
وحدت ڪثرت هڪڙي - جنهن ميخ ڦريون موڙائون
سچل سندي ناءُ ۾ - اهڙي طرح آئون.

## ڪوهياري

ڪوهياري جو لفظ ڪوهه مان نڪتل آهي. سسئي پنهون جو سمورو واقع ڪوهياري جي سر ۾ ڳاتو ويندو آهي. اِن جو ٽيو آهي ان لاءِ ٻه روايتون آهن. هڪڙي روايت آهي ته سسئي جو پنهل پويان جبل جهاڳيا ۽ ڪوهه ڪاٽيا آهن، سو ان ڪري مشهور نالو ڪوهياري يعني ڪوهه واري پيو آهي ۽ انهي سبب سسئي جو سارو سٽر انهي سر ۾ اچي ويو آهي.

ٻي روايت آهي ته پنهل ڪيچ مڪران جي حاڪم جي سموري سلطنت ڪوهستان ۽ ٽڪرن جي وچ ۾ سمايل هوئي، تهن ڪري پنهل کي ڪوهيارو يعني ڪوهه وارو ڪري ڪوٺيو ويو آهي ۽ راڳڻي جنهن ۾ سسئي پنهل جي محبت جو ماتم اوريو ويو آهي، ان کي ڪوهياري نالو ڏنو ويو آهي. راڳ وديا جي پستڪن ۾ ڪٿي ٻه ڪوهياري جي راڳڻي جو ذڪر آيل ڪونه ٿو ڏسجي، تهن ڪري هن راڳڻي کي نج سنڌي راڳڻي جي هئڻ جو فخر آهي. ڪوهياري جي راڳڻي جو سر سچ پچ سوراٿو آهي ۽ رڳو جهونگارڻ سان جوش جاڳايو ڇڏي. جڏهن سسئي ويراڳ جا وڳا سر سنواري پنهنجي پنهل پويان پئي هوئي تڏهن ان جو تاثير هن راڳڻي جي سر ۾ سچ پچ ثابت آهي.

# خيال چوٿون

## ( سسئي پنهون )



## سر ڪوهياري

( ۱ )

اٿي ڀير اٿ، ٿو اوکو اوکاري
لڄون لاٿا لاسيون، ٿو ليڙو لواڙي
ڇڙي ڇري ڪين، ڪير ڇڙي کي ڇاري
ٻري ٻري ڪينڪي، ٿو ٿو هو ٿوهاري
ٻوري پٽاري، سچل پٽ ٻڌر ڪيو.

( ۲ )

پالڻي پنهون ويا، ڏکڙا ۽ ڏوهڙا
جالري ڄمر ۾، ڇڏيائون ڇوها
ٿورا ڏيندي ٿوهاڙ، سسئي ستا ڪينڪي.

نوٽ: صفحا ٥٧-٦٠ مقدمي پر منڌوش ملاحظہ ڪجن [redacted]



( ٢٣ )

ڏي نماڻي نال، سنگت نڀجو سانيو
ايندي پنهنجي آن جي، جيهي تيهي حال
هن ڳوليندڙ جي ڳال، ڪا هوئي هوتياڻن ۾.

( ٢٤ )

ساريون سڪ سبيل، الله منجهه عجيب جي
راتو ڏينهان ٿي ڪريان، زاريون مڃان ڏيل
هن ڪميڻي جي قيل، ڪا هوئي هوتياڻن ۾.

( ٢٥ )

ڪري سات سوال، ڪيچين جي ڪا ڪل ڏيو
جا ڇڏيائون ڇپرين، موڙ تهن محال
ڏيئي هيئي آرياڻي رئي، ڀڃي ڏيڄر حال
سچل جي سنڀال، ڪا هوئي هوتياڻن ۾.

( ٢٦ )

اڄ آري جام، مٿي منهن موڙهي ڪري
موٽڪان مير مدام، هي تر ٿيليو نہ ٿئي.

( ٢٧ )

آءُ تون پنهون يار، ڏسي حال حقير جو
هن نماڻيءَ لڪار، هي تر ٿيليو نہ ٿئي.

( ٢٨ )

هن دم آري آءُ، ناهيم حال هلڻ جو
مون نماڻي کان ڀڃ، هي تر ٿيليو نہ ٿئي.



( ٥٥ )

ويم نڪري قافلو، آءُ مٿي راه رهياس
جيڏيون آءُ جياس، جم جتن کي ڏسان.

( ٥٦ )

جم جتن کي ڏسان، تا سيئي ٿيئم سک
ڏور ٿين مون ڏک، پسڻ سان پرينءَ جي.

( ٥٧ )

ويم نڪري قافلو، آءُ پيرين پيادي
ڏئي مون شادي، جي ڀڳڙ پاروچي ڏسان.

( ٥٨ )

ويم نڪري قافلو، آءُ پڻ ڪڻان پير
ڏکہ ڏئي ويا ڏير، مان پاروچن پاڄهہ ڪري.

( ٥٩ )

ڪر پاروچا پاڄهہ، هن نڌر نماڻيءَ تي
ويٺي وڃان واجهہ، اوهانجي مون اچڻ لءِ.

( ٦٠ )

مون هٿان پيئي، ڏوهہ نہ ڏيرن ڪو ڏيان
حال چوان هيئي، هلي هوتياڻن کي.

( ٦١ )

هن ڏکي کان ڏير، وڃي وٽ وڏي ويا
ڏورڻ هاڻي سرتيون، سيئي ٿيم سير
پڇي لهان پير، آيل اوٺيڙن جا.

( ٧٤ )

وندر ۾ ويهان، ڦولن ڀيون پرين کي
نالي جن نيهان، هوت تهنجي هنج ۾.

( ٧٥ )

وندر جي وڻن ۾، ڪري واڪا ويچاري
جا محبوبن ماري، تهنجو موٽڻ مس، ٿئي

( ٧٦ )

وندر جي وڻن ۾، زور ڪريان زاري
چڙي ويا چيرين، ڏوڍڻ هي ڏاري
هڪ واچوڙا وات تي، ٻي وسي ٿي واري
ڪا ورڪيو ورمون، آهيان ولبي ويچاري
سچل هي ساري، عمر گذاري آسري.

( ٧٧ )

وندر جي تہ وڻن ۾، زور ڪريان زاريون
نيلا نير اکين مان، ڌاڙهي وسن هاريون
اديون آري ڄام جا، ويا روڙا رواريون
سچل سي ساريون، ويندس ڪي ڪوهيار جي.

( ٧٨ )

ڪيچان آيو قافلو، رات موچاري روءِ
خوب هوئي خوشبوءِ، ساري شهر ڀنڀور ۾.



( ٧٩ )

ڪيچان آيو قافلو، روءِ موچاري رات
سندي جنهن ذات، واسيو شهر ڀنڀور کي.

( ٨٠ )

ڪيچان آيو قافلو، ڪڻي عطر عنبر
تهين جي تاثير، واسيو شهر ڀنڀور کي.

( ٨١ )

ڪيچان آيو قافلو، ڪتوري ڪڻي
تهن جي هب هٽي، واسيو شهر ڀنڀور کي.

( ٨٢ )

ٻاري ٻره بلوچ جو، رکوئي راحت
ساريان سا ساعت، ميڪاند هيڙس هوت سان.

( ٨٣ )

ٻاري ٻره بلوچ جو، آه نسورو نور
راتو ڏينهان روح ۾، محبن جو مذڪور
وڃڻ آه ضرور، ڪاڪيون ڪيچيتڙان ڏي.

( ٨٤ )

ٻاري ٻره بلوچ جو، هيڻن جو همراه
روءِ منجها رون راه، ڪاڪيون ڏنم ڪيچ جي.

( ٨٥ )

ٻاري ٻره بلوچ جو، سرتيون جن شامل
ڪيچ ڏٺي ڪامل، ڏن کي ڪيچ ڪوٺيو.

( ٨٦ )

ڪيچان آيو قافلو، پيئي منجهه پنهور
هي ڪميني ڪير، جا سودو ڪري نه سهرين.

( ٨٧ )

ڪيچان آيو قافلو، ڪٺي ڪٿوري بار
هند هند تي مهڪار، پيئي شهر پنهور.

( ٨٨ )

ڪيچان آچي قافلو، مون وٽ ٿيو مهمان
سچل ساري سات جو، مون آرياڻي اڳوان
وساريندس نه ور جو، اڇو ڪو احسان
مولا مهربان، بندر نماڻي تي ٿيو.

( ٨٩ )

ڪيچان آچي قافلو، رسيو راتو رات
سمجهي ڪير سچو چوي، بلوچن جي بات
مونکي ڪيو مات، بولي ٻاروچن جي.

( ٩٠ )

مٿي راه رڙان کهٽو، ڪارڻ ڪوهيار جي
ايندم اوتاري، سڪان ڏيندس ڏيه کي.

( ٩١ )

پنهنجي پٽي پنهل جي، ويچاري ويندي
سمجهي نا سيڱ جي، وندر واري وات جي.



( ٩٢ )

پٺيءَ هوت پنهل جي، ويندي ويچاري
نعيفه زاري، ڪندي درد دوست جي.

( ٩٣ )

پٺيءَ هوت پنهل جي، هاڙهي سي هلنديون
سور نه جي سلنديون، ڪشالا ڪافن جا.

( ٩٤ )

پٺيءَ هوت پنهل جي، هاڙهي هلنديون سي
جن اتون جي، سرڙا ڪنديون صدقي.

( ٩٥ )

ڪان ڪشالا ڪيترا، ڏکيءَ ڪان نه ٿيون
جڏيون ڪاڻ جتن، مٿي راه رڙان کهٽو.

( ٩٦ )

ڪاف ڪشالا ڪيترا، ٻاري ٻر ٻڀان
لانگها هڪ لکن جا، پيو ڪوهن ۾ ڪهدان
اڳيان ڏين ڪين ڪي، هلڻ هي حيوان
آءُ آرياڻي اڳوان، مون ڪان ڏوڪر ڏوريو نه ٿئي.

( ٩٧ )

ڪاف ڪشالا ڪيترا، مارڪ مٿا هون
چوريءَ ڪي هٿ چڙهين، چڙهي وٺين ڇاتوان
توکي ڪري درد مان، تي درد منديءَ داهون
اڇج اڳا هون، مونکان ٽڪر ڏاڪيو نه ٿئي.

(١٢۴)

منهن ۾ لاهوتن، آءُ اوهان جي آهيان،
جي ڪامل سڌ ڪيام، سي ٻڌي ٻاروچا ورن.

(١٢۵)

توري ماڙ ۾ مون، سڄڻ مهنجا سپرين
مولکي کهرجين تون، لوڪ رتوئي کهوريو.

(١٢۶)

ڪوندر جن ڳڌاريو، ڪاڻون سي ڳالهان
هڪڙي رات رهان، وڃي ورهه وارئين.

(١٢٧)

ڪوندر جن ڳڌاريو، ڪاڻون ڳالهان سي
حال ته ٻهنجو هي، وڃي ڏسيا ڏکن وارئين.

(١٢٨)

ڪوندر جن ڳڌاريو، آءُ تني ڪوهي
هنڌڙي ۾ ڊولي، ڊوندي ڏکن وارئين.

(١٢٩)

ڪوندر جن ڳڌاريو، سور پچن سيڄي
ٻره جي پيڄي، تني مٿي ماڙي.

(١٣٠)

ڪوندر جن ڳڌاريو، پيهي سي پڇان
انهن لڳا لڇان، آيل آءُ اڀا ڏکي.



(١٣١)

ڪوندر جن ڳڌاريو، آءُ تني ڪهوري،
سچل جي جوري، جيجان آءُ جتن جي.

(١٣٢)

چڱو ڪوندر غم، جي مون پڇو جيڏيون
منجهه ڪشالي ڪم، آهي ورهه وارئين.

(١٣٣)

ڪوندر ڳڌاريام، سي ڏاڍا ڏينهڙا
سيڪهن ساعت سپرين، سچل ڏي ساريام
ڪشالا ڪاريام، ساعت هڪ سمهڻ جي.

(١٣۴)

ڪوندر ڪينءَ کهوريان، جن ڪيس سينڌي سڄڻان
جان تڪ پيڄي توريان، تان ڏک موهارا سکن ڪان.

(١٣۵)

جي ڪوندر ڪوش ۾ ڪن، ڪهه پيهون سي سرتيون
جن سنگت ساڻ سکن، سي پاڙون ٻري ڪرتون.

(١٣۶)

ڪوندر ڏينهن ڳڌار، جان تون جڻين چنڊ ڙي
سيڄي وڃن وار، جي ڪيڙي ڪيچيڙان سان.

(١٣٧)

جني ڪوندر ڪوش، آءُ نهاريان تن ڪي
جهجهو تن ۾ جوش، سچل آسا ڏيهه جو.

(١٣٨)

جي سارو پڇان لوڪ، تہ ڪو نہ روارو نہ لهان
هڙو پلو ٿوڪ، ڪهين پاڳ پرائيو.

(١٣٩)

سڪن واريون سو، ڪا ڪا ڏکن واري
ترت انهيءَ جي تو، پکيون آڌط واريون.

(١٤٠)

آڌط واريون آيون، ٿيون آڌط اجاريون
جي ڪونہ ڪذاريون، آڌط تن اوکو ٿيو.

(١٤١)

سارو لوڪ سڪن، پوءِ وهاريو پريندا ڪان
ڏسو واه ڏکن، موت وهاريو منهنجا.

(١٤٢)

سڪن واريون سو، ڏکن واري ڪا
سو نہ سلي سا، جهن سچو سور پرايو.
ڏکن منهنجان سڪن، مون تا اڄا ڏيٺيون

(١٤٣):

ڏوريندي ڪي ڏکہ، سونهان ٿيا سڄڻان.

(١٤٤)

هن سهانگا سکہ، جي ساري عالم آيا
ڏور مهانگا ڏکہ، جي ورلا ورہ وارئين.



(١٤٥)

سينگيون جي سڪن، تني ڪونہ رکيو ريا
ڏنو ڪاڻ ڏکن، سچل سرڙو ستہ.

(١٤٦)

سکيون ڪوہ پڇن، سچل ڏکن خمرون
سي هن وهانءِ وچن، ڏيل ڏکايا جن.

(١٤٧)

ڏکيون پڇن ڏکن، سکيون پڇن سکڙا
هنکي حاصل جو ٿيو، جيڪي منهنجان دکہ
نيڪ وارن جي نکہ، انگي لوريءَ وارئين.

(١٤٨)

عمر اجائي گذري، هيءَ هيءَ هڙي حال
اڌي ڪان قريب ڪا، سچل جي تہ سنڀال
مونکان پڇن ڪين ڪي، ڪافن جا تہ ڪشال
تنهنجو قرب ڪمال، ڪاور ويچاريءَ جي ڪريو.

(١٤٩)

عمر اجائي گذري، موت نہ گڏئين مان
جيسين جت نہ ڏسندي، طلب نہ ويندس تان
جاني ملي نہ جان، تان تان ساه نہ نڪري.

(١٥٠)

عمر اجائي گذري، هڙو ٿيڙم حال
ڪهن سڏايان سرتيون، اندر جو احوال
آريا ڏٺي الحال، ڪندو غور غريب جو.

(١٥١)

عمر اجائي گذري، هڙا حال ٿيام
چپ چها تي سرتيون، وڃون هوت وڍام
هو جي ڏو ڏکر ڏاڪڙا، ڦوڙط سڀ پيام
اڄ سيان ايحد ام، ڪندا ور ويچاري جي.

(١٥٢)

عمر اجائي گذري، وهي آئي ڏيءَ
آءُ سڀا جها سپريسن، پور ڪارڻ ٿيءَ
ڏاهي جيئڻ جيءَ، ڪا ور ويچاري ور ڪريو.

(١٥٣)

عمر اجائي گذري، اچا ٿيا اظهار
زاريون ڪيم ذيلمان، روئي زارون زار
متير آه ميار، هو ٿن حرف نه هڪڙو.

(١٥٤)

عمر اجائي گذري، ڪارن مٺيو رنگ
مون نهارڻ نه ڏٺي، سانول سارو سنگ
هن نماڻي جو ننگ، ڪاڪيون ڪيچ ڏٺي تي.



(١٥٥)

عمر اجائي گذري، ڪٿي جا جوڀن جاڙ
ڏالاهن بلور جا، چٽخي طرفين چاڙ
پاروچل جي پاڙ، مونکي روهين روليو.

(١٥٦)

پنهوان پنهون ٿي ڪريان، آءُ پڻ پنهون پاڻ
اديون ٿيس، اڄاڻ، جو ڪين پروڙيم پاڻ کي.

(١٥٧)

جان پروڙيم پاڻ کي، تا پاڻ پنهون آهيان
ڪيهي طرف ڪاهيان، جو طرف مڙيئي تم ٿيا.

(١٥٨)

پيهي پروڙيوم، تا پنهون پاڻئي آهيان
ڏٺي منجهان پاڻ کي، هي ڳالهه پيوم
سڃاڻي ڪري ڪيوم، تہ غير گمان اٿي ويا.



## ڪافي

ڪهن سان ڪيم نه ڪل، جو سؤدو آندم پاڻ سان
سودو ڪهن نه پڇيو، آيس منجهه مشڪل
ڪران قيمت ڪان سيٺي، موٽيا تهن محل
سودي هڙي تي اُتي، لائن سڀ نقل
حال ڏسي نا هن جو، پيو جيڙو منجهه جنجل
ڏوهه نه مونکي ڪو ڏيو، پئي خلق منجهه خلل
سچل سر افراز ڪيو، آڻي عشق اجهل.



## ڪافي

آهيان آءُ اسرار، جيڏيون مونکي ڪيرئيون ڀانئيو
ڪن نه ڏيان ڪيهڙي، ڀنيو ران بيزار
نوري ناري ناهيان، آهيان رب جبار
ڇڏي شاهي پاڻهنجي، ڪيڙم هت شڪار
آيس هن عالم ۾، ڀاري ڇائي ڀار
ماريو آ منصور جي، خوني هن خمار
آڻيو صدق يقين سان، اديون ڏيئي اعتبار
مرشد پاڻهو ناچيو، سچا تون سردار.

## سارنگ

جيڪي ڇهه مکيه راڳ آهن، تن مان ميگهه به هڪڙو آهي. سارنگ ۽ ملهار پڻ ميگهه راڳ جون شاخون آهن. ميگهه، ملهار ۽ سارنگ جي ڳائڻ جو نيچر تي اهڙو ته اثر پئجو وڃي جو يڪدم ڪڪر ڪارونيار اچيو ڪڙڪن ۽ بادل وسڻ جا ويس، ڪيو برتو بهاريو ڇڏين، مگر انهيءَ ۾ گنير جي ڪن جو شرط ضروري آهي. راڳ وديا جي وديارٿين جي وارتا آهي ته سارنگ هڪ پکيءَ جو نالو آهي، جنهن کي ٽڙڪهٽ جي ميٺان هڪ سوراخ آهي، جڏهن هو پاڻي پيندو آهي، تڏهن اهو پاڻي انهيءَ سوراخ مان ٻاهر وهي ويندو، انڪري تهن ڪري هو گهڻو ڪري پياسي رهندو آهي. قدرت وري انهيءَ سارنگ پکيءَ جي آلاپ ۾ اهڙو ته اثر رکيو آهي جو جڏهن جڏهن هو سخت پياسي هوندو آهي، ۽ آڪاس طرف نماڻن نيڻن سان آلاپي نهاريندو آهي، تڏهن يڪدم بارش جون بوندون بوسي پونديون آهن:

جن تي هوا ڀ طرف مڪڙو ڪولي، ڇنڊڙي چڙي اهو بوندون جهٽيندو آهي، جي سڌو وڃي سندس شڪم ۾ داخل ٿينديون آهن. اهڙيءَ طرح سارنگ پنهنجي پياس اجهائي پاڻ کي تازو توانو ڪندو رهندو آهي. جيڪي سر دي پکي آلاپي ٿو اهي راڳ جي ماهرن جهتي مٿن ڳالو رکيو آهي سارنگ. انهيءَ مٿين ذڪر جي ثابتي جناب گروارجن صاحب جن جي هيٺين بيت مان پڻ ثابت آهي. جهن بزرگ پنهنجي خط ۾ پنهنجي سنگر جناب گرو رامداس صاحب کي لکيو آهي.

تيرا مک سهاوا جي، سهج ڌن ٻاڻي
چر هوئا ديکي، سارنگ پاڻي.

سارنگ جي ڳائڻ جو وقت ٽاڪ منجهند جو ٿئي ويل آهي؛ جا ڪاڻ ته هر چيز کي تپت ۽ تتيءَ ۾ ملهاري ۽ ٻهاري جي قدرتيءَ طرح گهرج ٿئي ٿي.



# خيال پنجون

## (ميگهه ملهار)

## سر سارنگ

(١)

پريان ڪٽي جو پڙهي، ڪرمڪ جي ڀاڻي
وسائي وس ڪري، پلر جو پاڻي
بوندون وسن برهه جون، ڇم ڇم مان ڇاڻي
سچل ٿيو ساڻي، صاحب سارنگ آئي.

(٢)

موڙ ۾ آهين تون، تو ۾ آهيان مان
بجلي بادل سان، آهي جنءَ سهرين.

(٣)

سارنگ سدا سانڻ، سرتيون سائڻ آيون
ڦيريو راڳن ڳانڻ، وڃن ويس، وس ڪيا.

(۱۲)

عالم کي آگاهه، سارنگ کندو آيو
کرڙ جنهن گوڙيون ڪري، ڪاهيون اچي ڪاهه
وايو سان وارا ڪري، ٿاهيو اچي ٿاهه
وسايائين وڏڦڙو، واڻن تي واهه واهه
گلزاريون ۽ گاهه، پٽن تي پکڙا ٿيا.

(۱۳)

اڄ پڻ پورب پار ڏي، ڪڪر ڪڪوريا
سارنگ سر سرائيتا، ساجهوري سوريا
سرمحل ۽ سارنگيون، جهنگ جهنگا جوريا
آپ اتي اوريا، طبل تارون تيج سان.

(۱۴)

وسي پيو وڏڦڙو، پنيون پٽ پريون
ڍنڍاريون پٽن ڏان، وٿاڻين وريون
کيرن جون ڪريون، چاڙهين ڏڌون چاهه مان.

(۱۵)

چاڙهين ڏڌون چاهه مان، کيرن جون ڪريون
وهائيندي يون سي آيون، ڏڻن مان ڏريون
ڍنڍاريون پريون، آيون وسائي وڏڦڙا.



(۱۶)

والي وسائيج، ڏرهندي جو ڏيس
ٻرين مون ٻرديس، آليءَ ايندم اوڏڙا.

(۱۷)

مندون موتي آيون، جهڙ جهجها جوتيون
ٻلر سان ٻر تيا، ٻوٽا ۽ ٻوٽيون
پسي ميندهه مهرجا، ميهون اڄ موتيون
چريو اچن چوٽيون، وٿاڻن ولر ڪيو.

(۱۸)

والي وري تون، وطن تي وس ڪرين
ميندهه وسندي مون، سچڻ مارير سيهرين.

(۱۹)

ڏيساڏيس وسي پيا، رحمت جا دريا
گلزاريون ۽ گاهه، ٻوٽن تي پکڙا ٿيا.

(۲۰)

سارنگ سعي ٻرائي، سچل سعي چڙ
متان ايندءِ اوچتو، هاڻ نر مڙندءِ هڏ
اڄاڻ هي ڪا اڏ، وسط کان اکي وڃي.

(۲۱)

سارنگ ساري رات، روئڻ مٿي ريج ڪيا
ٻڪن ٻورڙا سوئيا، پره ڦٽي پرڀات
ٿڻن تي پدرا ٿيا، کل ڦل پاتون پات
وائي سيکڻ وات، سچل سارنگ سات جي

(۲۲)

سارنگ صبح آيو، ڪوڙيون ڪري ڪاج
هاري هليا هاج، ڪڙمين هر ڪلهي ڪيا.

(۲۳)

پيئڻ نا پاتيو، تہ ٻوندن ڪئي آ ٻس
اجهو ڙي آيو، وري ويتر وترو.

(۲۴)

اکين آب وهايو، سرتيون ساري رات
وهائن وڏ ڦڙو، ٻرچن نا پرڀات
پيئڻ ڪان برسات، اکين اوڄڙ سکيو.

(۲۵)

هڪ وسڻ پيو وڄڻ، تيون لهي پيو سيءُ
جهوري وڏن جهوپيون، ڄن وڏائين ڄيءُ
رئن جو روئڻ آهي، والي وسيلو ٿيءُ
حال جني جو هيءُ، تن پرورڪ پناه ۾.



(۲٦)

اول آندي آئي، پويان جهڙ جهجهو
ڪو اولو آسرو، ڪو اوٽ اجهو
ڏهيلين ڏجهو، پرور تنهجي پٽڻ ۾.

(۲۷)

اول آندي آئي، پويان هوئي برسات
رعد جي رڙين جي، پٽي نہ هوئي بات
ويچارين ورن جي، وائي هيڙي وات
مٿان وسڻ هيٺان چڪڻ، سيءَ ميون سپ رات
پره ڦٽي پرڀات، ڪٽڪان ڪاندين ڪڍيون.

(۲۸)

اڄ ٻٽ پورب پار ڏي، ڪڪرن ڪيا ڪوڙ
صبح ويل سويل جو، سارنگ لاٿي سوڙ
وڄن واڄا واه ڪيا، مينگهه ٻڌا اڄ موڙ
لوڪان لاٿي لوڙ، مولا پنهنجي مهر سان.

(۲۹)

اترا اوري، ٻادل برسي آيا
سرسريلا سوز جا، سارنگ تو سوري
کهوري ماڻ کهوري، اجهو اگهڻ آيا.

(۳۰)

اڀـران اوري، ڪئي چمڪي چمڪات
اڄان ڪيائين اوچتي، لسر، ٻيلي تي لات
منڊل ٿيا مڪران تي، ڪوڙن جا ڪرڪات
ڪڪرن مٿان ڪيچ جي، ڏڪي ڪاڏا ڏات
وري وِرتون وات، سچل سائي سنڌ جي.

(۳۱)

سچل سائي سنڌ جي، وري ورتائون وات
جهڙ ڦڙ جهلي آيا، جهڪو ڏئي جهات
وسي پيا وڏ ڦڙا، کهير پسائي کهات
لاٿي اڄ اسات، سارنگ سنگهارن جي.

(۳۲)

سارنگ آيو سهڻو، ٻولڻ ڪئي بس
رنگا رنگي وس، قزح ڪڍي نيل تي.





## ڪافي

هيئون هوتن مٽ آهي آهي
ڪيرُ چوي ٿا ناهي ناهي

۱- فهم فراست عقل ادات
ليڪ بعد سڀ ناهي ناهي
۲- مست ٿيا مخمور اُڻاهين
ڪُل ڏٺي ڪُهن ڏاهي ڏاهي
۳- ڏوڙا طالع تن جا جائي
يار جني کي ڇاهي چاهي
۴- وس ڦريو ئي يار سڄڻ جي
هئي نماڻي ڇاهي ڇاهي
۵- سڳر سياڻو يار سڄڻ سان
ڪينءَ سچل چوُ ساهي ساهي



## ڪافي

آءٌ ٻانهي تون سائين، ٻاٻڙ ٻانڌ ڳچي ۾ ڪپڙو
طوفان تهنجي يار پيارا، ڪانگ اچن من ڪائين
ڏاڍ مولا جي مهر پوئي ڪا، ٿورا مون تي لائين
روز ازل کان تهنجي آهيان، غير نه مون کي ٻائين
ڪڙي ساعت اڳڙ سچل جي، پير مبارڪ پائين

## راڻو

مومل ۽ راڻي جو قصو سنڌ ۾ تعديءَ وڏي جي وات آهي. راڻي جي رسامي ڪري مومل جو ڪيا ڪي ٿي، جيڪي ور لءِ ورلاپ ڪيا آهن، انهن دردن دانهن کي سازيندڙن سوز ڀريءَ ڪيون ۾ آڻي، متن ڪٿي سر راڻو نالو رکيو آهي. هي اهڙو قسم سو راڳ جو سر آهي جو آلاپڻ سان سيني اندر سل ڪيو ڇڏي. سنڌ ملڪ جي ڇولي لهوريءَ جو واڳي، جو کهڙو ڪري لوڙائن ۽ بيتن جي صورت ۾ هوند وهيو، ان ۾ راڻو کهڙو سر اهل آهي، چوڻي آهي ته راڻي جو سر جتي جهڄهو جهونڪارو ويو جي. اتي سڀ ڪيو ڇڏي. راڻي جي راڳڻي جو سنگيتن ۾ ذڪر آيل ڪونهي ڇاڪاڻ ته ڪوهياري وانگر هي قصو به سنڌ جي سرزمين جو آهي، تهڪري ڪوهياري جي راڳڻي وانگر هن راڳڻي کي به نج سنڌي راڳڻي هئڻ جو فخر آهي. راڻو ڪافي ذات جي راڳڻي آهي. هن جي ڳائڻ جو ڪو خاص وقت مقرر ڪيل ڪونهي. پنجاب ملڪ جي ڳائيندڙن هن سر جي تاثير کي تسليم ڪيو آهي، تهڪري اتي هي سر چڱي ڇاه منان ڳاتو ويندو. راڻي جي سر کي پنجاب ۾ سرڪڻي ڪري ڪوٺيندا آهن.

## خيال ڇپون

(مومل جو مذڪور)

### سر راڻو

(۱)

مومل مهڻي هاب، راڻا ڪر نه راه تون
جونن کي جواب، مون نه ڏين مينڌرا.

(۲)

ڪيو مهڻي هاب، مونکي تو ميان مينڌرا
ڪر نه خان خراب، ڪامل ڪاڪ ڪنديون ڪي.

(۳)

هڪ جوءِ ٻي جوءِ، مرد نه ڇڏن مينڌرا
تو ڇڏ پورين ٻوءِ، ڪوه لڄايو ڪاڪ کي.

(۴)

هڪ جوءِ ٻي جوءِ ڇڏن ڪين جوان
آهي ٻي انسان، جي ننگن تي نثار ٿيا.

(٥)

آءُ راڻا ڏي رنگ، موٽي ڪاڪ ڪنڌن کي
لاهج لڪ خدا جي، ذرو پرزو زنگ
ناميا ڀاڄ نعگ، مهڻين هاب متان ڪرين.

(٦)

آءُ راڻا رنگ لاءِ، موٽي ڪاڪ ڪنڌن کي
ناميا ناڻي خدا جي، پير وري مت پاءِ
سوڍا سنڌ شاهه، آءُ ويٺي ڪانگ اڏائيان.

(٧)

آءُ راڻا رکه راز، نڪر هن نماڻي سان
توکي ڪريان ڪيترو، ناميا نيو نياز
جو ٿي ڪيڙم لاز، تهن مهڻن هاب ڪري ڇڏيو.

(٨)

مون ڏان مهڻا لاءِ، مولا ڪارڻ ميندرا
تون تا صاحب سچ جو، هي ڏهارڻ ڏاهه
توڙي ٿيس بدراهه، ته به ڳل ڳچي تو آهيان.

(٩)

ڇڙهندي ساهه ڇڪي، نت منهن ڏيکار ج ميندرا
آندو مونکي هتهين، ڪهين لار لڪي
چاڙهي ڏکي ڏاکڙ تي، تهنجي عشق تکي
مر ڪو سرسکي، الهڙ جي اولاڪ جو.



(١٠)

هي جو ليٽو هو، سو اڪر متيندو ڪونڪو
هيرو زهر زبان سان، هن ڳالهين ڪيٺو هو
نه ته پاڻون پٺو هو، مونکي زير زمين جي.

(١١)

ڏکه نه ڏيٺو هو، ته مونکي ميان ميندرا
ناميا پهنجي نعگ کي، تو ايئن ليٽو هو
زهر پيالو پر ڪري، مونکي پيٺو هو
جي نه جيٺو هو، مونکي هن مهڻين وري.

(١٢)

سوڍل سڪائي، آءُ پڙ اديون آهيان
راتو ڏيهان مي مکي، وات اها وائي
ڪدا اڏا ڪائي، جو ڪارڻ لهندي ڪاڪ ڏان.

(١٣)

ميان آءُ ماري، ڏاڍي ڏنو ڏاڪر جي
مهڻي هاب متان ڪرين، ڪاڪ نه ڪج ڪاري
ڪر سوڍا ستاري، ڏوهين مون نه ڏسيج تون.

(١٤)

ڇڪي ڳاله جواڻ، سا سڻ ميان ميندرا
آءُ تهنجي آهيان، تون مهنجو آڻ
هي نڌر تهنجي ناڻ، آهي وڪاڻي ولها.

(٢٧)

مومل ڏٺي مل، سومل سان گڏ سيج تي
سوڍي سوز فراق جا، سيخي ليڙا سال
ماري ڪيئين مٿي، پر آئي ڪاند ڪمال
جوش نه ڏٺس، جمال، غازي غير رکي ويو.

(٢٨)

مومل ساڻ جهلي هليو، مل متو ماڻو
ڪاغذ مڪتين ڪيرا، پر ريڊو نه راڻو
ٻرين پڄاڻو، آڌط اجهائي هلي.

(٢٩)

آڌط اجهائي هلي، ٻرين پڄاڻو
ڪين ڪهڙايو کوٽ سان، پرت هن ٻاڻو
ظاهر زالاڻو، پر باطن بره بلي هيو.

(٣٠)

ڪين ڪهڙايئين کوٽ سان، حيلا ڪيئن هزار
ماڻو ڇڏيو نه ميندري، ماهي مٺيا دار
مومل ناه ميار، سوڍي سگهه ڇني ڇڏيو.

(٣١)

راڻا تهنجي رنج، ساڙيو مهنجو ساه
ڇاڻي هڪ الاه، سنگهه نه سيڪل مون هيو.



(٣٢)

راڻا تهنجي رنج، مون لوڪين لڄايو
پاڳين پلايو، ڏوه نه ڏاها تو سندو

(٣٣)

ڪاتي رئي ڪهي ڇڏيو، راڻا تهنجي رنج
سڪون سڀ سهنج، سوڍو ساڻ ڪٺي ويو.

(٣٤)

راڻا رنج نه ڪر، معافي مومل ڏي ڪٺي
سوڍا تو صبر، پهڪڻ پوڙي ماريو.

(٣٥)

اڃين ڏان اکيان، ڏاتر ڏي لمان
ڇاهون مون ڇمان، پرين تهنجي پيرڙا.

(٣٦)

اڃين ڏان اکيان، ڏاتر سر ڏائي
پاند ڪڇي پائي، ڇاهون ڇمان پيرڙا.

(٣٧)

سوڍا هن سڙئي جو، لهي وچ سماه
ويرن وڏو وچ ه، آهي ويرو ڏاه
مون تي لکيو ڪوه ڪو، پيارا پاڙي پاه
هيڪر ميڏي آه، ته پيرولي پکڙ ٽٽي.

( ۴۸ )

لکيا لعل لاڙو، ڪاڪ ڇڏيائون ھوتني
رسيا الھي جاه جي، مومل سان راڻو
ڪا مسجد تڪيو، نڪو ڪاڻو
تاتي تيسن تاڻو، جي مون تون ناھ ڪا.

( ۴۹ )

مومل ماڻڻ مليا، ڪاڙي ڪلدار
وڃڻ آتش دود جا، آيو بهت بخار
سڙي ڪي سوزون ويا، ڪي نڪيا نروار
باقي برخوردار، ماڙي ڏسي ڀيليا.

( ۵۰ )

ماڙي ڏسي ڀيليا، باقي برخوردار
ڪي ماڙيءَ ڪان مٿي ويا، پرت نه جن پچار
تکا صورت اتڙي، تکا تار تهوار
سرت تکا سمجھيا، ڏسڻ وارو ڏيھه.

( ۵۱ )

نه ڏسڻ وارو ڏيھه، تکا سرت سنڀار
تن تي ڇڙهي آيا، بي خوديءَ جا بار
ڪين ڏٺائون ڪاٿين، روھ تکا رخسار
الان ڪما ڪان تحقيقا تڪرار
لقا شور شمار، ھمه سان ھڪ ٿيا.



## ڪافي

ڪانڌ بنان ھي ڪاڪيون، ڪوڙي آھي ڪاڪ

۱- سوڍل پاڇون سرتيون، مري ٿي مشتاق
۲- مھنجو ساھ سڪيو ٿي، اچڻ جي اوطاق
۳- سڪ اچي لھه سھڻين، چور ڪيس چوطاق
۴- سڦري آھي سون ڪان، خاصي ڍٽ جي خاڪ
۵- وڃي ويچاريءَ ويو، اڏيون ڙي اولاڪ
۶- سچل سڪ سوڍي جي، ڇيري ڪيڙو ڇاڪ



## ڪافي

مولکي تهنجي سار سنڀار، ڇڏ رساماڻ تون مينڌرا

۱- ڏوھ نه ڪوئي تو ڏيان، آھي مون ئي سرميار
۲- سڪ سوراخ مون ڪيا، هڏڙي منجھه هزار
۳- موت مران ٿي مينڌرا، برهين جا ڙهيءَ بار
۴- ويٺي ڪري ڪاڪ ۾ ھي ويچاري ويچار
۵- سچل سيٺي آئيا، جي دل گھريا دلدار

## ڪاريهر

ڪاريهر جي پهر ۾ جهڪو وڃي پهر
جي نه وڻيس وير ته ڪاريهر ڪهڻ ڪونجي.

سنڌ ملڪ ۾ هن سر کي ڪاريهر ڪري ڪوٺيو وڃي ٿو ۽ هن راڳ جي پستڪن ۾ ڪاريهر جي سر کي ڪالسرو ۽ ڏانڪه سرالي لکيو اٿن.
ڪاريهر جي ڳائڻ جو وقت پوئين ٽڙي جو ٦ بجي کان ڏئي پري منجهند تائين آهي ۽ هن راڳ وارن ڏانڪه سرالي (ڪاريهر) جي ڳائڻ جي اجازت رات جي پوئين پهر کان ٻئي پهر تائين ڏني آهي. هي ڪماچ ٺاٺ جو راڳ آهي. هي بلڪل نيارو، نرم ۽ اداس سر آهي. هير رانجهي جي قرب جو قصو سچل سرمست سهڻو ڪاريهر جي سر ۾ ڏنو آهي ۽ ڇاڪاڻ ته رانجهو راجڪمار هير جي حب ۾ شاهي گدائي سان مٽي، ڪنين ڪنڊا پائي، قاتل ڪاريهرن ۾ جهت ڪري، بره جي بين ڪڍي، جوڳي روپ ڌاري، جاڳ جي جوءِ ۾ دلبر جي درشن خاطر، دردر ديوانن طرح ٿي ڦريو آهي ۽ تنهن ڪري سچ پچ اهو سوز انهيءَ سر ۾ چڱو ٺهيو سرائي ۽ ڳائڻ سان من اداس ڪيو ڇڏي، بلڪ وره وارن کي ويراڳ ڏيو ڇڏي

## خيال ستون

(هير رانجهو)

## سر ڪاريهر

(١)

جن کي اديون اوچتي، ڪاٽيو ڪاريهر
تن جي خاص خبر — جاچيو جوڳين ڪان.

(٢)

جاچيو جوڳين ڪان، تن جي خبر خاص
نانگن ڪيا ناس — سنگهط سان پيسون مٽي.

(٣)

پر مان پاهو نڪري، ڪاري ڪنيان ڪر
ڏر انهيءَ جي ڏر — جهين ڏر نه ڏيه ۾.

(٤)

سپ سڃاتون ڪين ڪي، جوڳين ماري جڪ
جنهي سنگهيو ڪک — ڳائي تيا.

(۵)

ڇڏي ملڪيت مال – رانجهو رڻ چڙهي هليو
قسمت ڪيس ڪنگال – نه ته حاڪم هيو هزار جو

(۶)

حاڪم تخت هزار جو، قسمت ڪيو ڪنگال
مسڪينيءَ جو مرد ڪي، خطرو نڪو خيال
محبت مستانو ڪري، ڦرو ڪيڙس حال
پڇي جهنگ سيال – حب نه تخت هزار جي.

(۷)

مالڪ الهي ملڪ جو، رانجهن مان راجو
الفت کان عطا ٿيس، ڏکن جو ڏاجو
عشق ڪيس آجو، دنيا جي ڪل دود کان.

(۸)

مالڪ تخت هزار جو، رانجهو آءِ راجا
ڪاني مونکي قلب ۾، قرب هڻئي ڪاجا
ڏکن جا ڏاجا، لکيا هيم لوح ۾.

(۹)

شاهي هيم شان، دلبر پهنجي دين ۾
سچل آيس اوچتي، ڪٽي سورن جو سامان
چامنجهارون چاڙهي آيس، اهو اڄ ارمان
حيرت ۾ حيران، مونکي هير ڪيو



(۱۰)

رانجهو ديس، راڄ، مالڪ پهنجي ملڪ جو
اديون عشق انڌو ڪيو، پيڙم ڪين سماءُ
ڪهڙن ڪيم ڪماءُ، هئي اڄ هير جي.

(۱۱)

اچڻ اوکو مون ديو، هاريون آدم ڏير
پهنجي لڪي ڀاڻ ڪي، ڀاڙڻ ٻڌي تقدير
ڪانه هلي تدبير، قسمت ڪيد الماه ساري.

(۱۲)

جوڳيا ويس، ڏيکي، لاٿم سڀ لباس
پٽ پٿيهر ٻه فقا، لهت ڪيم لاس
ڪيم ليهه نراس، دنيا جي سڀ دود کان.

(۱۳)

مونکي ماءُ ڪيو، چوچڪ ڏيءَ ڇريو
عقل هوش ليو، مهنجو محبت وارئين.

(۱۴)

چوچڪ ڏيءَ ڇريو، مونکي ڪيو ماءُ
پيڙم ڪو نه سماءُ، آيل عشق انڌو ڪيو.

(۱۵)

شاهزاري هوت ڪي، محبت ڪيو مهار
عاشقن کي آر، ڪهڙو آهه قريب کان.

( ١٦ )

مون نہ محبت کان مڙآن، هتي اچي هاڻ
ڪاڻ ڪني جي ڪاڻ، ڪٿون چاريندس ڪوڻ جون.

( ١٧ )

ڪٿون چاريندس ڪوڻ جون، ڪاڻ ڪني جي ڪاڻ
اهــا روح رهاڻ، من ۾ ميلي محب سان.

( ١٨ )

ڪاڻ ڪني جي ڪاڻ، ڪليون ٿيس ڪنوار
من مــون ملي يــار، لهن ڏولا ڏيل ڪان.

( ١٩ )

لورنگ لــدورو، ڪيڙو وجهان ڪوهه
مهنجي رانجهو روح، سدا وسي سرتيون

( ٢٠ )

ڪيڙي لــا ميـڙي، مولا مولڪي جيڏيون
جهنگ سڄو جهيڙي، تہ بہ رانجهن مهنجي روح ۾.

( ٢١ )

ڪيڙو وجهان ڪوهه، لورنگ لــدورو
مــون دل ڏيــرو، هزاري جي هوت جو.

( ٢٢ )

واحد شال وجهين، چڱــي چوڪ چت
پرور ڪيــن پت، سدا سڪ وارئين.



( ٢٣ )

ريجهي روح رانجهي سان، ڪيڙو ڪهڙ تار
وڏون وجهي وچ ۾، چوڪ ڏس چنڊال
مادر مهٽا ڏي جهجها، جهيڙي جهنگ سيال
متو مــون مهوال، مولڪان مور نہ وسري.

( ٢٤ )

هر هر ويٺو هير جي، رانجهو ڏسي راهه
ويٺو وڃائي ولجهلي، چاهون تي چناهه
سانڍيو وتي ساهه، سچل سور سڄڻ جا.

( ٢٥ )

لوڏي ڪيڏائون لوهمان، رانجهن رمزدار
جاتي هليو جان تي، جوڳن جو جنسار
مرلــي مٺيادار، چوريون وتي چاهه مان.

( ٢٦ )

الستي آواز ڪو، مهنجي ڪن پيو
هردي اندر هير جي، آهي ڪو نہ ٻيو
مرلي مست ڪيو، جو ڪيڙن جي جيڏيون.

( ٢٧ )

ڪاريهــر قتيل، گوڏين وڏا گوڏڙي
منڊيو وتي منهن سان، نانگ نسورا نيل
رانجهن جي رسيل، مرلي مستانو ڪيو.

(٢٨)

مرلي تي تهن مره جي، ڪنيا ڪاريهون ڪر
پر چڙي پاهر تيا، نيلا نڪري نر
زهري منجهه زهر، جو ڪيڙي جهتي وتا.

(٢٩)

ڪنڊل ڪڍن ورجهي، خان چڙي خاني
جو ڪيسر جاني، راوي طرف روي هليو.

(٣٠)

راوي طرف رويو، جو ڪيسر جوان
هيڪر هير اُڪير، مره ٿيو مستان
سورن جو سامان، سچل ساٿ ڪڍي هليو.

(٣١)

چڙي چاه چهاب جو، راوي طرف رويو
مرليون سرليون ولچهليون، وجائيندو ويو
ٿانيڪو ٿيو، ڏانگو نورنگ پر.

(٣٢)

جوڳي آيو جوءِ ۾، مرڪٽو مٺ دار
مرلي مستانا ڪيا، جهن جي لک هزار
ڪاريهر ڪردار، نيلا ناٿ نوائيا.

(٣٣)

منڊا مڙهي، جوڳي آيو جوءِ ۾
پٽ هيو سو پڙهي، منڊا ماڪو بن ٿي.



(٣٤)

تڪيون تن تطي، جوڳي آيو جوءِ ۾
ڪهين قوت ڪٽي، رانجهو روليو رڃ ۾

(٣٥)

نيتي نورنگ پر، وهٽ وه ٿيو
ڏوراپا نه ڏيو، جن جو چاه چڱا سان.

(٣٦)

نيتي نورنگ پر، وهٽ ٿيو
قسمت ڪاريا ڪم، مانڊي لکيو منهن
ورهون ڪڍي وه، وره سعدي واسينگ جو.

(٣٧)

هاري هڏي هير، مرلي ڪٽي منڪهن
سچو سري ڪين ڪي، ويچاري وچن
لانگو ٿي لڳن، لکيو جهن جو لوح ۾.

(٣٨)

مٽي ڪير ميس، هتي آهيان ڪير
ساهر اهو سير، سچل سڪ ڪرايو.



## ڪافي

اڄ جو جوڳي آيو، ناٿن ۾ تهن جو نٿي جاڳائي

١- سر جھڪائون جو ڪين، واريون لڱين ٻسمي لايو

٢- ڪڏهن نه ڏٺم ڏيه، انهي ۾ مولا آڻ ملايو

٣- ڏسڻ سان انهي جوڳي جي مون، ڏاڍو ٻور ٻرايو

٤- سيو بازارين ڪهڻ ڪهڪورن، چمڪ تهن چڙڪايو

٥- ذات انهي جي نٿي سڃاڻان، چنڊين پاڻ ڇپايو

٦- نري جوڳي ڏرتي سڃيا سي، تهن سمي ڏان ڏسڙايو

٧- سوائي ساڳو رانجهو هيڙو، سچل سر سڏايو



## ڪافي

جوڳي آهيان جوڳي آهيان، ڳوڳو جنگم جوان

١- نڪي ملان نڪي پانڊيا، نڪي ورق قران

٢- نڪي پوٿي نڪي پوڙايا، نڪي گيتا گيان

٣- نڪي اوله نڪي اوڀر، نه مان زمين آسمان

٤- ڪا ڀيهر قتل ڪيا ان تو، مولي سان مستان

٥- ديس سچل جو درس دارازين، مڪي نا ملتان.



ڪليان جي معنيٰ آهي "آنند"، "سک" ۽ "آرام". سنڌ ملڪ ۾ ڪليان لفظ جي ٻڌڻ دون ڪي ڦوڙ سان متاثر ويو آهي. ڪليان رات جي راڳڻي جو منڊ آهي، ۽ ٿي تي وڄت چار ۾ هڻ جو وقت، ڪليان جي ڳائڻ جو وقت آهي. هي ڏهڻ ڏيو ٿانئن جي آرتي جو وقت آهي ۽ اهو ئي سبب آهي جو انهي ڪنيئر سر کي، جهن ۾ آنند ۽ آرام ٻئي موجود آهن، اهو وقت ڏنو ويو آهي. انهي ڪانسواءِ ساري ڏينهن جي هچ هچ ۽ ٿڪاوٽ بعد، منش جي من کي آرام ۽ شانتي جي ضرورت ٿئي ٿي ۽ تهن ڪري اهڙي موقع تي اهڙو سر سرائڻ گهرجي، جهن جي ٻڌڻ سان من کي آنند پراپت ٿئي. ڪليان رات جي ٩ بجي ڌائين ڳائي سگهجي ٿو. شام ڪليان، شام جو شفق ڪلڻ جي وقت ڳائڻ شروع ڪندا آهن. ڪليان ديپڪ راڳ جي هڪ شاخ آهي. ڪليان جي سرن مان ڪهڙيون راڳڻيون نڪرن ٿيون. هن سر جا جيڪي قسم آهن، انهن مان هر هڪ جو روپ نرالو آهي؛ شام ڪليان سانولي صورت يعني ڪرشن رنگ

آهي. ڀوپ ڪليان ۽ همير ڪليان جو سروپ
رت ورڻ يعني ڳوڙهو ڳاڙهو آهي. ڀوپالي ڪليان
۽ ڀوپ ڪليان ۾ رکو تخاد جو فرق آهي. ڀوپ
جو روپ مرد جو ۽ ڀوپالي جو استري جو آهي.
يمن ڪليان جنهن کي هن ملڪ ۾ يا يمن ڪليان
ڪري ڪوٺيندا آهن، ان جي سنسڪرت ۾
معنيٰ آهي "بندش نه رڪاوٽ". انهيءَ جو
مطلب آهي ته هن سر ۾ اهڙو ته تاثير آهي جو
کڻي ٻڌڻ يا ڳائڻ سان روح کي سنساري خيالن
کان روڪي رب جي طرف رجوع ڪيو ڇڏي.

ڪن جو قياس آهي ته اهو سر اصل يمن
ولايت جي ڳائڻ جي ڪيمن جي ايجاد آهي،
تهڪري مٿين "يمن" جو ٻالو ٻيل آهي ۽ جهڪي
اڳيان الف زائد ڏيئي ايمن ڪوٺيو ويو.
ڪليان پنهنجي ڏالي تواريخ صورت ۾ پنهنجي
سنگاسن (تخت) تي محلات اندر تار جي
ساز تي ڪيئين ڳائي سان نهايت ساتيڪي نموني
۾ وڄتو ڳائي. ڪليان جي سيني قسمن مان
شام ۽ جيتٽ ڪليان مٿن الاءِ وڏيڪ شانتي
بخش آهن.

# خيال اٺون

(سمو گندري)

## سر ڪليان

(١)

تون سمو سردار، آءٌ ميڻي مهاڻي آهيان
شاها تنهنجي شفقت جو، آهي ڪون شمار
کڻدي ڳالهه ڳهڙ ڪيو، ٿي ساري عالم عار
مٿي محب مدار، تو ساري ڪينجهر جر ڪيو.

(٢)

تون سمو سلطان، آءٌ ميڻي مهاڻي آهيان
جي تون مهربان، ته ڪهڙي ڳالهه ڪرم جي.

(٣)

تون سمو سائين، آءٌ ميڻي مهاڻي آهيان
مون لڄ رهائين، جو ٻاڻ لڳي آنجي.

(٤)

ٻاڻ لڳي آهيان، آهيان اياڻي
سمي سچا ڏي، چارو چام ڪاهي ڪنيو.

( ۵ )

آءُ ميئي مهاڻي، تون سمو ساري سر جي
قرب منهنجو کوهو، چاڙهيو تو چاڙهي
ڪاري سر ڪنيم تي، ڇڏي ڪڪئي هاڻي
راءِ تهنجي راض سان، آءُ تيس، راڻي
تون ڪندري سنڌ وکوهه، ڪندري تو کهر ڏياڻي
سمي سياڻي، نه ترڪيتهجر ڪني ڪيرڪٽي.

( ۶ )

ڪلسا ڪلوري، ڪن ڪالورا ڪينجهري
پيهي وچي پن ۾، ڪن هڪين هوري
روز ٽنهي کي راءِ ڏنو، ٿيا چانورءَ چوري
هيون جي اڏ هنڌ ۾، ڪن ڪپڙا قصوري
هيٺ مٿي ٿن ڍڪيون، سالان تيموري
واسيو وڃن ويس، ۾ منجهه کهنئي ڪٿوري
ڇٽي ڪڪي ڌارجي، ٿن اپر عطوري
ٿي ملڪين مشهوري، سمي جي سهاڳ جي.

( ۷ )

پير منهنجو نيرا، پاڻي پوندا جن هوا
هنيو وٽن سرتي، سي چاهه منجهان چيرا
ماڻڪ موتي منهه مٿي، هٿين ٿن هيرا
ڪات سيٺي ڪيرا، سکڙ سمي چام جي.



( ۸ )

وهين وهل لهون، ٿي پيتيا ريان پاڻهچا
جتي ڏت ڏپ جون، ٿي جهيرن جهيون
ڪڪي خاطر ڏهيريون، ڏهن منجهه ڏهيون
جي ڪائن هيٺ ڀهيون، سي جوري ٿي جهريون ٿيون.

( ۹ )

جهاڳيون وتن جاڳ، ميٿون ڪارڻ قوت جي
سي عالي درجي آنديون، سمي جي سهاڳ
منجهير مها وچ ۾، ڪن رنگيليون راڳ
هڙا حال جني جا، ٿن پاڻي لا ڏا ڀاڳ
ڪينجهر هن ڪنڌن جيها هٿ اُنهن تي واڳ
هيرا لال لاکيٽا، ٿيا اُنهن وٽ اجهاڳ
هيا پي لکين لاڳ، ٿن ڏلين کي ڏيئي ڇڏيا.

( ۱۰ )

بي حد پکوڙيون، ڏول نه جني ڏونديون
لاهي ڏت ۽ ڏپ جون، ڪن خوارين ڪوڙيون
هوري ڦوها ڦوريون، اچن ملاحيون موڙيون
جوڙون سپ جوڙيون، چام طما جي ٿن جون.

( ۱۱ )

ڏول نه ڪهن ڏولديون، سيٺي ڪينجهر وچ
سمي جي سهج، پراڻين کي پکهه پيا.

(١٢)

ڪينجهر سندي ڪنڌئين، ڪن ٿو رون ۽ ٿڌيون
چڪ جيهون چوڏيون، جام وهاري وٽ ھ۔

(١٣)

منهن نه موچاريون اهي، لڱن تي ليڙيون
جام وهاري وٽ ھ، ڪري ملاحن ميڙيون
پکيون پونکيون جوڙي ڏي، تن هڪڙ ٿو هيڙيون
وڏن ماڏڪ مير ڪيان، جهيري جهيڙيون
توڙي اهڙيون اوڙيون، ته به سمي جام سهايون.

(١٤)

ڪهن تي پاليا پيٽ، ڪمن ڪالورن سان
سي تا تيل ڦليل سان، تيون ملائن ميٽ
جام جواهر جي ڪري، تو اُنهن پار اُميٽ
ڪتي لاکيڻي ليت، ميرڻ جام مهاڻن ڏي.

(١٥)

جني اڌ پند ۽ عمر ساري اهڙي
سمي جي سهاڳ تي، آيون ڏاڍي انڊ
تني جي طولان جون، پيون هاڪون هند
ڏليون ڏولين چڙهيون، پيران پون نه پند
سي اندامين سند، جڙيا جواهرن ھ.



(١٦)

نوريءَ نادر جام کي، ڪي چڪايون چاڙيون
ڦڪل ڦند ڏياريون، تهن ڦيري ڦيرائيون
وڏون سو واٽيون، تو ڏي ڏاڍي ڏن کي.

(١٧)

مون مڪ هڪ ترار، چار ترارا مون ٿئين
تهن برابر نه ڏين، توري جال جوهار
جو پاءِ پيو هڙو، مها ٽڪيءِ مٽيار
مر ڪينجهر ڪري ترار، جهن جو چاروچام ڪلهي ڪنيو.

(١٨)

ڏاراڙيءَ جي توري، مڪ مون تي نه ڏيان
پيٽا تيٽا تا وڏان، توري نه ٿوري
کوري آءُ کوري، جو چارو چام ڪلهي ڪنيو.

(١٩)

مڪ برابر نه ڪريان، ماڏڪ مون ساڻ
سمو چام سچاڻ، جهن چارو چام ڪلهي ڪنيو.

(٢٠)

مٿي جن موڙا، ها چارن ڪنڌئين گوڏڙين
بندسر، بينسا، زرجا، ڀيا جهاڳا ۽ جهوڙا
ڀاهين ڪلهين ڪين جن، چوٽين تن چوڙا
ڪوڙيون ۽ ڪوڙا، سچا سمي سپ ڪيا.

( ٢١ )

رنگ ڪاري رويون، مڙئي ملاحن جون
ڪنيو ڪارن ور اچن، دراءِ ڌويون
بي حد جن بويون، تن تي عطر اوتيا.

( ٢٢ )

ڪ ڊرا بي ڌوءِ، پيون گوجان مارن ڪانگتيون
تن مان ڪڪئي جي اڇي، ٻرا ٻر ٻد ٻوءِ
لاهي ليڙيون لانگتيون، ملياڻون خوشبوءِ
رنگ سوني جي روءِ، صورت تن تي سوهڻي.

( ٢٣ )

منهن مٿي ميريون، هيون بيهوديون ٻچڙيون
کهڙ کهڙ ڪندريءَ مکهڙو، چم چم پيون چيريون
سمي ٻاط سهاڳ ڏئي، هيون اهي هيريون
لوهاڻيون لوريون، پارس لڳي سون ٿيون.

( ٢٤ )

پارس لڳي سون ٿيون، لوهاڻيون لوريون
جهل جهڪن ڪي ڪانڪا، وريون ۽ ويريون
منڇلين وهن مير جي، مهاڻيون ميريون
سمي ڏنا سهاڳ ڪي، سهج ۽ سيريون
ڪوڇن منجهان سهڻيون، ٿيون جهٽ پٽ جهيريون
تماچي تيريون، ڪينجهر جون ڪنيون ڪٽي.



( ٢٥ )

منهن مٿي ميرا، هوا بيهودا ٻچڙا
سمي جي سهاڳ تي، ٿيا ڪاندر ڪيرا
ڏسو ڏهاڙي ڏئي ٿو، در تني ديرا
ساڄهر سويرا، سي ڪين طعام خوشيءَ مان.

( ٢٦ )

ترڪو جن تريون، ڪوئر ڪوڏيون ڪيچ ۾
لڙهون تني موتيين، لڙڪن سون سنويون
زيور ۽ پازيب پيا، زريءَ باف زريون
ڪينجهر پٽي پريون، آهيڙن انعام ٿيون.

( ٢٧ )

جني ڌوءِ درا، ڪيئين ڪرءِ ڪوڏيون
مٿي پيرين لنڪاسي، ڪاندر سڀ ڪرا
پاهان پساط پرا، سمي جي سهاڳ ڪيا.

( ٢٨ )

ڪونئر پيرن ڪر، ناتو ناپي سان هيو
ترن جا تهن تار ۾، راون ڪيا تي رم
ٿرت طماچي جام پٽي، در تني جي ڏم
توا گوشائت ڪم، پلءِ لڳي پڌرا ٿيا.

( ٢٩ )

بهر ڏوڏا جن ڏاج، قوت جني ڪرڪوڏيون
انهن جو احتياج، تو تماچي ڪيڏو ڪيو.

( ٣٠ )

تماچي کيڏو کيڏي، انهن جو احتياج
محبت کيو محتاج، نه ته کير تماچي ڪندري.

( ٣١ )

نه کهن روه نه رنگ، هوا بيهودا بڇڙا
اڄ پڻ انهن جي ٿيا، پيرن هيٺ پلنگ،
ميا ڪيون معاني ٿيون، نه ابواب نه انگ
پٽ اوڍين اڙٻنگ، سمي جي سهاڳ تي.

( ٣٢ )

هوڙڪيون ۽ ٻلا، ٿي مهاڻن ماريا
لک هزارين حاڪمين، ٿي ڪاڏا تني ڪلا
ڪڙهيون جن ڪندن تي، واڳه ٿيا تن ڏلا
دمڙي تن نه دست ۾، هوا ڏڙا ڏکر تلها
ميڻن کهو اڄ مال جا، ٿيڙا ڏمر ڏلا
ڪينجهر کهن لاڏ ڪيون، ڪيو روس رلا
ڪاجا اکڙين ۾ هوئي، ميڻي قيمت ڪلا
اکلا ۽ سڪلا، سمي ذاه سچا ڏٺا.

( ٣٣ )

ميڻن مٿي آيا، سالو ۽ سالور
چڙهيو ساڄو ڏول ۾، ٿي ڪم هلائي هور
راتو ڏيهان راه جا، ٿيا ملاحن منڪور
سي حاضر منجهه حضور، ويهن تماچي جام جي.



( ٣٤ )

تون سمو سرتاج، آءُ ميڻي مهاڻي آهيان
لائي ڀهنجي لطف سان، اسان ڪان احتياج
ميڻي سدو محتاج، ڪينجهر سارو تو ڪيو.

( ٣٥ )

لانگوٽيون لاشيون، وه وهل جي وچ ۾
ٻله لڳي جام جي، خوار ٿيون خاشيون
لعلن ياقوتن جون وتن، ڪيهن ڪماشون
ڏاڍي تماچي جون وڏن، طرحين تماشون
جن ٻاسا هريل ٻن تي، تن فرشين فراشون
روه هيون راشون، ٻر سمي جام سهايون.

( ٣٦ )

هوا خام خسيس، ڪينجهر سعدي ڪنڌ ئين
موراڻون مڇي جا، هوا ڪل حريص
ڏنديون تو ريون تن کي، ٻاتا ريون سب پيس،
جڏهن تماچي جام ٿي، ميڻن سان مجليس
ٻاسي هيٺ اچي پيا، انهن جي اطليس،
سون رهي سرسا ٿيا، هيڪر لڌن هيس،
واتين انهن سان ڪري، هر هر جام حديث
مهرائون محبت جي، ڏني انهن آسيس
کير ڪندو تن ريس، سمي جي سهائيون.

( ٤٦ )

مڙئي مجلس ميرن، ماڇي ڪن مانڍا
مڪڙ ۽ ماڪين جا، ڇتن تنا ڇانڍا
ڪڪئي جا ڪانڍا، دمبخن دمبا ڪيا.

( ٤٧ )

اڳي نه سٽيا ڪڏهين، ماڇي ٿيا مير
مڪڙيون ڪيون تن جون، تماچي تعمير
جهولڪا سي جهير، ماڇن مان ملاح ٿيا.

( ٤٨ )

ملي مهانڍا مير سان، ٿيڙا مير بحر
ڪاريون ڪن ٿهر، راڄ سندي رعيت سان.

( ٤٩ )

سڏت جني ڏوڏا، ڀرڙ پاپوڙا تعين
پينا وچن تن جا، ڪپ اندر ڪوڏا
ڀتيلن پيهڪتين، لاڏو ڏين لوڏا
اُهي آڻيو اوڏا، تو ويڙهاري وت ۾.

( ٥٠ )

لاڏيون لاڏ لڏن، ڪينجهر سندي ڪنڌئين
ڪاريون ٿيون ڪڏن، سمي جي سهاڳ تي.



( ٥١ )

ڏڪتي ڪي ڏولين، جام تماچي ڇاڙهيو
ليلم لوڙي ڪي وجهي، تو جوا هر جهولين
زري ڦلابات جا، ڦهن ڇڪر تي ڇولين
ڇڏڪائي ڇولين، هيرا لڪان اڪٿين.

( ٥٢ )

ڪوجهون رنگ ڪاريون، منهن نه موچاريون اُهي
سي ڪيو ڪالورن جون، سرڪٽن ڪاريون
ڪيٽي ڪٽي ڪکيرين، آقا تو آريون
ڏکن سالو سرسي ڪلهين ڪيناريون
زور چڙهي زاريون، تو تماچي تن ڪري.

( ٥٣ )

ٻي هو دا ٻي آب هوا، ڪينجهر متي ڪنڌئين
هلءِ لڳي جام جي، ٿيٽڙن جوڙ جواب
پيا سپ حرف حساب، ملاحن معاف ٿيا.

( ٥٤ )

ڪارن ڪالن ڪي، ڪولتلن ڪڙهيون
ڪي وتن ڇيڪ ڇڙيون، ڪي ٿازي تنهين ۾.

( ٥٥ )

ليڙ نه جن لڳن تي، پا نهين ڪهين پٽيون
هلءِ لڳي جام جي، ڇيهن ڪان ڇتيون
تن لاڏ ڪوتن لٽيون، ڏي مهرن لعلون لاڏسين.

(٥٦)

هوا لانگوٽيا لول، ڪوڇا ڪهين نه ڪرڇا
ڏڏي مڏي ڪان تن، ڪن جهو ڪين جهول
غلم غاب غاليچا، ڏي تني ڪي طول
مڏيون مال ڏسي ادي، غمزا هڻن غول
قدر تن ڪي ڪهڙو، جي آهن اولجلول
پيا منجهه الول، تن جا ريون ڄار وساريا.

(٥٧)

سهيون لس لانگوٽيون، ٻر صدقي سمي ڄام جي
تن ميا ڪيون معاف ٿيون، ڇر سيا ڇوٽيون
ميون ريجهائي راز ڪي، ماڻن سان موٽيون
تن جون ڪٽي ڪيترون، ڄام سمو توٽيون
ڪريون ۽ ڪوٽيون، تر به آخر لشڪر تماچي تي.

(٥٨)

ماهماڻي مرڪ، جان تماچي طويل ٿيو
متي ميٺي گلاب جو، تو اوتي عطر عرق
ڪيائين ڪو نه فرق، پاڻ ڪٿ ڏيائين ڪالدرين.

(٥٩)

سا جن مان ٻجهڙي ٻانس، آئي عام خلق کي
تن سان سمي ڄام جا، وايتا ٿيا اخلاص
عطر عنبر مشڪ جا، وکين ڏين واس
لکين ڪن لباس، زري ۽ زرباف جا.



(٦٠)

ساڪيهو ڪالوڙاءِ، جن آندا اڏو ويڙهه
پيرين لتر ڪو نه تن، ڪن ڄڀائو جوڙا
مهران سون سمو ڏيٺي، روپا پيا روڙا
ڏيهن نه ڏوڙا، ٿيا سمي جي سهاڳ سين.

(٦١)

ٿي لانگوٽين لوڙ، ڪمن نه ڪلورن جي
ڏاپي ۽ ڏت ڏپ جا، آڻيو ڪن اوڙ
تني مشڪ عطر ٿيا، جت ڪڪي جا ڏاڪوڙ
سي ڪن ڪيهارين ڪپڙا، پيا جوا هر جا جوڙ
متي هڏي موڙ، کهڙيو تماچي تن نه.

(٦٢)

مڪ برابر نه ڏيان، تو ڙي پرين مو تيين ماڻ
جو مون ڪميٺي ڪاڻ، ڄارو ڄام ڪاهي ڪنيو.

(٦٣)

ڄام ڪنيو ڄارو، مر ڪي ملاحن جو
ڪل ڪينجهر ڪنارو، مهاڻن معافي ڏيو.

(٦٤)

موتي مٺي مڪ جي، ووان نه ٻيٺا
پي برابر نه ڪريان، ٽڪنديون ٽيٺا
اسين تا هيٺا، ٻر ڄارو ڄام ڪاهي ڪنيو.

( ٦٥ )

مڪ موتن تي نہ ڏيان، توڙي پاتون ڏات
ڪوجهي مون ڪم ذات، پرچارو جام ڪلهي ڪنيو.

( ٦٦ )

مڪ موتن تي نہ ڏيان، وهي منجھ محلات
سندم ڪني ذات، پر چارو جام ڪلهي ڪنيو.

( ٦٧ )

هوا تولا ڪين توت، پر نادر جام نوازيا
ڏاڍا لوڙھ ڪلور تي، ڏڪيا نون قوت
ڪيا وتن خمار ۾، اتين پهر الوت
ڪينجهر سندين ڪنڌئين، تيا لانگوٽا لڪ لوت
بنوريون تيون پينگهنين، ڪن جهيريون جهوت
ڇڙي هاڻ چوت، ڪيون مرد ميا ڏيون.

( ٦٨ )

جن تي ڏڪيا ڦت، تيا ڪلين قيمن هيروان
ڪوجها ڪهين نہ ڪم جا، ڪکيرا کهت
دشالا سي سرتي، شالون ٻنڌن ٻت
زمرد ۽ ياقوت جي، تي لعلن هيرن لت
سمي سي معافي ڪئي، سا تن تان ست ڪت
لٽا ذيل انهن تان، ڪلي تين ڇڙ ڇت
عيب ڏسي عامن جا، ڪيائين ڪان اپت
انهن جام اکت، موتي ماڻڪ تو ڏئي.



( ٦٩ )

ڪيت متي پوتي، هوئي ماڪين مهاڻن ڪي
پاڻي پوندي تن هوئي، چڪ جيهي چوتي
گاندر اچ گلاب جي، عطر عنبر اوتي
منهن لڪير، موتي، سمي جي سهاڳ ۾.

( ٧٠ )

تو چارو جام ڪٽي، مرڪيو ملاحن جو
زري ڪان زر بادلي، تي چڪير چڙي
سهجون سون رپا ڏيئي، ماڻڪ ميڙي مٽي
خيما خوب ڦدا تان، ديهجون ڏت هٽي
گاڏا ڏ لد گڏي، ڏي جال جواهرن ڪي.

( ٧١ )

تما چي طرا، تو سڏيون ٻڌائي تن ڪي
شوقون وطن شڪارتي، ڪيو زور زرا
ڪڏائن ڪرا، سي پنهي ڪينجهر ڪنڌئين.

( ٧٢ )

را تو ڏينهان ڏپ، ڏين وڏن پتاڻ ۾
تي پوڙيون وهر وهل ۾، ڪيڻي جهيرن جهپ
هو روز جني جي رب، سي اچ ڪلين حلون هيروان.

# سورٺ

سورٺ جو سر اصل ڪان گجرات ۽ ڪاٺياواڙ ملڪ ۾ جهجهو جهونگاريو ويو آهي. جهونا ڳڙھ توڙي انيرھ جو ملڪ پڻ گجرات ۽ ڪاٺياواڙ ۾ اچي وڃن ٿا. راءِ ڏياچ هن سر تي ڏاڍو اڪن چڪن هيو. چڪن بہ اهڙو چڪن جو سر سڻندي ڪنڌ ڪٽڻ ڪان ڪنڌ ڪين ڪيدائين. سر سورٺ مٿان سورٺ ورڪو يا اينءَ مست هيو، جيئن ڏاندڪ مرليءَ تي. لکيتن ۾ آيو آهي تہ اهو سر راءِ ڏياچ جي استري **سورٺ** ڳائي راجا کي ريجهائيندي هوئي. تهن ڪري مٿس، سورٺ ڏالو وڏل آهي. چارڻ کي جو امتياسن هوئي تہ راءَ جي ريجهہ سر سورٺ سان آهي، تهن پڻ ساڳيو سر سرائي راجا کي ريجهائي سرورتو آهي. ڪن جي ڪهاڻي آهي تہ راءَ ڏياچ جي شهادت بعد سورٺ پهنجي پياري ور جي ويراڳ وارا ورلاپ انهيءَ سر ۾ سرايا آهن. پر اها روايت وسهڻ جوڳي نہ آهي ۽ چاڪاڻ تہ راءَ ڏياچ جي رحلت وقت سورٺ ستي ٿي ڏاکھ چڙهي آهي. تهن



ڪري ٻڌڻ راوي جي روايت رواڪي وڃي ٿي. سورٺ ڪماچ ٺاٺ جي راڳڻي آهي. سورٺ جي راڳڻي پنهنجي رات جو يعني رات جي ٻي پهر ۾ ڳائي وڃي ٿي. سورٺ جي تصوير نهايت نفيس ۽ نازنين آهي. چپ سنها، مرڪ نين (آهو چشم) جواهرات سان جڙائو پوشاڪ تن تي تطيل، ناز انداز جو تہ اندازو ئي ڪونهيس. سورٺ جي راڳڻي جهڙي من موهيندڙ بڪ بي خود ڪندڙ ڪا ٻي جڏي راڳڻي هوندي. پلا جهن سر سرورتو، تهن ۾ تاثير بہ تاثير هوندو.



(٢٦)

آهيان سوالي سر جو، کهوٽ نہ کهرجي راڄ
مڱڻو نا محتاج، ماڻڪ موتي مال جو.

(٢٧)

راڄ نہ کهرجي راڄ، ڪيم سر سوال
اهو هڪ حلال، ٻيا سڀ مون حرام ٿيا.

(٢٨)

سورٺ مٺان منگتي، گهوران ٿي گهوري
رهيا مون سبيل وٺ، تارازيءَ توري
مٺو وڄ نہ منگتا، محبوب موري
لائق نہ هڪ ٿوري، سورٺ تنهنجي سيرين.

(٢٩)

چارڻ ويٺو چاه مان، چاڙهي چنگ چوري
سورٺ پهنجو حال ٿي، عطائي اوري
ٻاٽ نہ ڪري مات، ويٺو ساز نڪي سوري
ڪنڌ نہ وٺ ڪوري، ڏڪيءَ جي ڏياچ جو.

(٣٠)

سالڪ ساز سروڌ جي، سر سان سر ڪنيو
ٻيڙي ٿي ليو، مٺو تهن مهمير جو.



## ڪافي

ڪم نہ عاشق سو ڪرين- جن ۾ تنهنجي تعريف ٿئي
ڪرڻ ملامت سر مٿي - مر ڏيہ تو طعنا ڏئي
١- بره ۾ بدنام ٿي - ٻيو ڪين ٿي ڪنهن ڪيئي
عشق جي درياءَ جي - ڇولي ڇڪي مر تو نئي
٢- پوءِ تا خبر ساري پوي - هن دوست جي پڪڙي پٽي
راه ڪم ڪر پاڻ جي - وئون وڪہ نہ ڪهن ڀڳڻ ڏٺي
٣- پيچ حجابان پڪڙ پوءِ - لو نيو تو ڪي ڪهڙي لٽي
ڇڏ ٿيندو پوءِ تا سچل - هئي هئي انهيءَ ورهين وڻي



## ڪافي

بره جي ٻازار جيڪا ڏسڻ آئي
١- جيڪا جو ڏسندي تجلو تهن جو
رهندي منجهه خمار
٢- سودو جا ڪندي سر جو
وهندي ڪين قرار
٣- چوسول الله سرخي مائل
تيز گهمي تلوار
٤- جي ڪهن ڏتو چمڪو تهن جو
سر ڏيندي سردار
٥- سچل سائين سير انهيءَ ۾
آه ڪسڻ جي ڪار

## پهاڙي

پهاڙي جو سر اصل ڪشمير ملڪ جي پهاڙن جو پرآئو آهي. جيئن هن ملڪ جي ٻهراڙي ۾ هاري ناري، ڪرمي ڪاري، ڪار ڪرت جي مشغولي وقت لوڙائو ۽ بيت، تيئن ٿڌي تنواري پيا پنهنجو تن من تازو توانو ڪندا آهن ۽ تيئن ڪشمير ملڪ جا پهاڙي لوڪ، ٻٽ پهاڙن تي، مال چارڻ يا گاهه ڪرڻ وقت يا ٻي ڪرت ڪندي، هر وقت اهو سر نهايت نرمائش ۽ مٺڙي جهانءِ سان پيا جهونگاريندا وتندا آهن. هڪ طرف پهاڙن جا سر سبز سير ۽ روح افزا نفيس نظارا، ٻي طرف ڪان پهاڙي جي سر جا پريم ڀريا ٻول ۽ دلڪش آواز، ڏسڻ ۽ ٻڌڻ ته پري رهيا، پر جيڪڏهن ڪٿي تصور ۾ آڻبا، ته به نيچر جو نسورو ناز پيو محسوس ڪبو. عشق جا آلاپ ۽ درد جون دانهون، جيڪڏهن ڪهن کي ٻڌڻيون هجن ته پهاڙي جو سر سڻي. ڳائڻ واري جي دل ۾ ته درد دکايو ڇڏي سچ پچ هن سر ۾ گويا سورن جو سمنڊ سمايل



آهي. پهاڙي جو مرد اگني وسترن وارو، جوڳي روپ ديپڪ آهي. پهاڙي جو ناٽ ٻوپالي آهي ۽ سندس شڪل ٻوپالي سان ملي ٿي اچي. پهاڙي سدائي سبز پوشاڪ پهريل، سبز درخت هيٺان پنهنجي پرديسي پريتم پتي جي پريم ۾ پڻي آلاپي. علم موسيقي جي ماهرن جو چوڻ آهي ته پهاڙي هر وقت ڳائي سگهجي ٿي. پر ڪتابي ڪتا چوي ٿي ته پهاڙي جي سر جو مزو اڌ رات بعد، پڇئين ويل جو آهي. تهڪري ڳائي جا ڳنير پهاڙي گهڻو ڪري رات جي ٽئين پهر کان ڳائڻ شروع ڪندا آهن. اسانجي سرمست سائين جيڪي روحن جي رهاڻ ۾ بيت چيا آهن، تن جو مطلب پهاڙي جي سر سان پورو پورو ٺهڪي اچي ٿو، تهن ڪري انهي سر جي قالب اندر انهن بيتن جي پلٽ بلڪل موزون آهي. وڌي ڳالهه ته هي آهي جو سنڌ جي ڪهن به حقيقي يا مجازي خيال جي شاعر جي طبع جي رواني، روحن جي کاڻي طرف ڪڏهن به رجوع ٿيل ڪان ٿي نظر اچي. تهن ڪري انهي چوڻ ڪاڻ رهي لڳو سگهجي ته سرمست صاحب شاعرانه ڪهت ۾ ٻئي ڪهن به شاعر جو مقلد ڪين ٿي رهيو آهي، بلڪ اها سرمست سائين جي شعر جي جدت جي هڪ زبردست ثابتي آهي.

# خيال ڏهون

(روجهن سان رهاڻ)

## سر پهاڙي

(١)

پلر پهاڙين پلٽيا، واحد ڪين وس
لنگهي ويون لسر، روجهون ريڄا ڪن تي.

(٢)

روجهون ريڄا ڪن تي، لنگهي لسر ويون
بوندون جت بارانجون، پهاڙين پيون
رڻ ۾ سي رهيون، جن پند نه ڪيو پهاڙ جو.

(٣)

روجهون وئي وات، هليون ترائين تل تي
گولاڙن جي گسن ڏان، چڙن مٿي ماٽ
لاهي اُڄ اسات، راهي ٿيون رڻ راهه ڏي.

(٤)

راهي ٿيون رڻ راهه ڏي، لاهي اوست اڄ
پهاڙيءَ مان پڄ، روجهن ڪيا رڃ ڏي.



(٥)

راهي ٿيون رڻ راهه ڏي، لاهي اڄ اسات
اچي اٿن اوچتو، وڏ ڦڙو ۾ وات
رعد جي رڙين تي، ٿهي ڏٺئون ڏات
پکيون منجهه پهات، لٿن سڪ سڀو ڇڙي.

(٦)

وئي وٽ پهاڙ جي، هليون منجهان هيج
رسي مٿي ريج، پاندوڙين پيا ڪيا.

(٧)

رڻ چڙهي روجهان ويون، ڏسي اوسر ۽ اولا
اُڏا ميڻگهه مهر جا، مهر ڪٿي مولا
روجهون ريجهون ڏسي ڪري، ريجهڪ رسيلا
واحد وسيلا، هٿن تي پڳ را ڪيا.

(٨)

روجهن زارو زار، اٿي رنو رڻ ۾
وڙيون سڙي رلين جون، ساڀيو ڪيو سنار
ساري ساز سرود سان، سارنگ لڏن سار
روجهن ساڻ رهاڻ ل، ڪنوڻين ڪٿي ڪيڪار
ٿهي هليون ٽيلن تي، سڙي گوڙ گجڪار
وسي وس وڏي ڪٿي، وسڻ جي وسڪار
ڏالکهيون ڏارون ڏار ٿيون، ترايون تلهار
سگهي لڏن سار، سڀ سڪ وارئين.

(٩)

روجهون رڻ ياد ڪري، اُهيون رت رُئن
هر ڪهن ويل هڻن، اهڙن اوراڻن ۾.

(١٠)

روجهون رڻ ڦتو ڪري، لاهه لهي آيون
ڏين ڏار نه ڏرايون، جو منڍ نه اڏن مينهڙا.

(١١)

منڍين ميڻه اُڏان، روجهن رڻ ڦتو ڪيو
ڏولائي جا ڏيهڙا، کهڻا کهر ڏنان
سچا تن ارمان، لڪڻي مڃجهه لهي ويو.

(١٢)

منڍين ميڻه پيون، ترايون ڏار ڏيون
وڇڻ مٿين ماڻڙين، ڏاڪن ڏي ڏيون
وسري ڪين ويون، سورڻ ريڃاڻن جو.

(١٣)

هنڌڙو ڇڏي هت، ڏيون روانيون روجهيون
ڏکيا اوسر ڏيهڙا، سچل کهارين هت
اٿي پهر هت، وطن تن نه وسري.

(١٤)

رڻ ڇڏي روجهون، ڪاڏس چتائي هليون
جيلهان اڃا نه مينهڙا، تيلهان ڏيون ڪوجهون
لڪن جون لوجهون، جرين جا لڙ هليون.



(١٥)

ماڙ ميڻه پيان، روجهون موٽي آيون
اوسر سڌا ڏيهڙا، وسري سڀ ويان
ڏاڏا ڏسر ڏيان، ڦٽيون ڦوڙيون ڳڏيون.

(١٦)

جڏهن ڏٺا ابر، تڏهن روجهن ڳاٽ مٿي ڪيا
مولا وڇڙيون ميڙيون، اولانگي اوسر
پهاڙي جي پاند ۾، ڳڏجي ڪن ڳڏر
ڏيڙيون سچل سر، ڏولي ڏکيا ڏيهڙا.

(١٧)

روجهيڙن اُڏان، لنگهيا اوسر ڏينهڙا
مولا آندا مينهڙا، پهنجي مهر مٿان
جي هيون ويڇاڙيون وڇڙيون، هڪڙيون پئي ڪاڻ
وين ڏول وڃان، اُئي اچي ڳڏيون.

(١٨)

آسر وند آهين، روجهون راڙيون رڻن ۾
اُپيون پيون اُپ ڪي، ڏيون واڙيون واجهائين
رڙيون ڪري رڻن ۾، ڏيون بولڊون بوسائين
تهن ڪنهن ڪاهين، جهن ڪنهن وسن مينهڙا.

(١٩)

آيون وس ڇڏي، مندين اڄ مينهڙا
مولا سندي مهر چوان، جو وڙيون ڪڏ ڪڏي
لٿيون لاهه لڏي، روجهون ريجهاڻن تي.

(٢٠)

رڻيون روجهون آيون، ويس اوسر ڏينهن
پل ۽ پهاڙن جي، سارن ٿيون ساڻيهه
مندين اڄ مينهن، ڪيئون رخ ريجهاڻن تي.

(٢١)

رڻيون روجهون آيون، ساريو پنهنجو ديس
مندين اڄ مينهڙا، وسري وڃن پرديس
جي اڄ رئي آديس، سي سچل سرهيون ساهه.

(٢٢)

اوسر ڏسي روجهيون، رڻ ڇڏي ويون
تن کي وڃي اٿيون، پلڪون کي پيون
مدين اڄ مينهڙا، ريجهون سڀ ريون
ڪو واري ڏيون، ڏليون ڪاهه ڪلن تي.



(٢٣)

رڻ چڙهي روجهون ويون، وري ڪٽ ڪري
پري آيون پٽ تي، پهاڙون پري
سڻيون سمزيون ساوڙيون، هر ڪا ڇاڪ ڀري
وڃن ڏولائي ڏينهڙا، سڀ ڪا پل پري
سچا مون ڏسي سري، روجهن جي رهاڻ ري.

(٢٤)

روهن ڪيون روجهڙيون، ڏولايون ڏکيون
جهلن سندي جهولئين، پرهيون ٻکيون
سچل ٿيون سکيون، جو مندين اڄ مينهڙا.

(٢٥)

روهن اندر روجهڙيون، ڪيون ڏکيون ڏولاون
سچل سي ساون، سکيون ڪيون سڪديس.

(٢٦)

هنڌن لاهي هليون، روجهون رڻ ڇتاهه
مهر مولا جي ٿين، اڄ ميگهه مٺاهه
پلر ساڻ پر ٿي، پهاڙڻ جي پاهه
ڏولائي جا ڏينهڙا، لاٿا پاڻ خداهه
وري پنهنجي ديس، ڏي وريون جاءِ بجاهه
واري وس وساءِ، ڪا رازق روجهڙن تي.

## ڪافي

پيچو نہ مهنجي ذات - جوئي آهيان سوئي آهيان

١- اڄڻ اسان جو ٿيو اتاهين
جاتي ڏينهن نہ رات

٢- ظاهر ٿيا سي ذاتي وڃان
سمجهڻ مجهہ صفات

٣- "لا- ڪي" لاهي نفي ڪيو سي
الا الله اثبات

٤- سچا سر صحي ڪر پهنجو
عشق مڃهان عشقات



## ڪنيات

هن سر کي پنجاب ۽ هندستان جا ماڻڪ ڪماچ ڪري ڪوٺيندا آهن، ڪنيات جو سر رات جي ٻي پهر کان ڳائڻ شروع ڪبو آهي. هن سر جي ڳائڻ سان دل کي ڏيرج اچيو وڃي. هن سر جي نالي سان گجرات ملڪ جي اولهہ ۾ هڪ ٻار آهي، جنهن تي ڪنيات جي هڪ بستي پڻ بيٺل آهي، جنهن ۾ "سکمپ" نالي مهاديو جو هڪ چشمو بہ آهي. ممکن آهي تہ انهي سر اصل ۾ انهيءَ ملڪ مان منهن ڪڍيو هجي، ڇاڪاڻ تہ ڪنيات جو شهر اوائلي کان معمولي شهر ڪين هيو. هي هندن جي تيرٿن جي هڪ مکيہ مڪان هيو. عربن جي واپار جو هندستان ۾ هي هڪ هيڊ ڪوارٽر هيو. انهيءَ کان سواءِ گجرات ملڪ ۾ علم موسيقي جو ڪهن سمي چڱو چرچو رهيو آهي، تهن ڪري سورٺ جي سر

وانگر هي سر به گجراتي ڪلن جو عرق ڇڪيل
ٿو ڏسجي. ٿر ملڪ جا مارون ماڻهو، عمر
ماروئ جا بيت تتل قتل ڪيفيات جي سر ۾ هميشه
پيا وتندا آهن تواريعدا. تهن ڪري سرمست
صاحب جا اهي عمر ماروئ وارا بيت الهي سر
۾ آندا ويا آهن. هن سر ۾ سرمست سائين
پنهنجي بيڪسي ۽ بيوسي جو پورو پورو فوٽو
ڇڪي، وري مارن سان ميلاپ جون اميدون
ڏيکاري، من کي ڌيرج پئي ڏنو آهي.

عمر ماروي ۾ آيل شعر سرمست صاحب
جو ابتدائي شعر نظر ٿو اچي ۽ ڇاڪاڻ ته جواني
جي وقت ۾ جيڪي حافظ دارازي کي ڏسندا
هوا، سي ائين چوندا هوا، ته سرمست سائين
جي سيني ۾ گويا سورن جو سمنڊ سمايل آهي -
ڪيتي سال ڳل تان ڳوڙها ڪين سڪس، واقع
عمر ماروئي جي سر ۾ فقير صاحب درد جا درياءَ
پلٽي ڇڏيا آهن. نه رڳو ايترو پر شعر جي فن
جون خوبيون جي هن سر ۾ نظر پيون اچن سي
سندس ٻي ابيات يا ڪلام ۾ ڪي ٿوريون
نظر اينديون.

# خيال ٻارهون

(عمر ماري)



## سر ڪنيات

( ١ )

اڄ ڪالهه ڪال، هيس مارن گڏ ملير ۾
سي ڏينهن ويڙا گذري، ڇڻ منجهه خواب خيال
ٻوڻ ڪنڌي ٻڪرا، جوڙي ويٺا جال
جن هي ساهه سنڀال، سي اڄ پنهوار پري ٿيا.

( ٢ )

هي وس ڇڏيائون، هن وس ويا واهڻين
ٻڪا پالور ڪندئين، آڻي اڏيائون
پڻي پريان ٻڪرا، هن پر هنيائون
پالور سنديون ڪنديون، وڃي واسيائون
ڇڏي ملڪ ملير جو، ويا تريچا ڏائون
اڪنب جن آءٌ، سي اڄ پنهوار پري پيا.

( ٣ )

ٿيا آن ڀنڀور ڀري، آءُ ڪن کي ڏوريان
اُنهن ڀاڄهون ماريءَ، ٿي ميان هٿ مري
نيئي قهر ڪري، ڪو اوڏو اباڻن کي.

( ٤ )

ساريم اڄ سنگهار، جن ڏٺي مون ڏينهن ٿيا
لنگهي لڪ پيهي ويا، ڀانور منجهه ڀنڀور
ڏٺي ويٺا ٻڪڙا، سڪ ٿي اجڙڏار
جنهنجي ساهه سنڀيار، سي اڄ ڀنڀور ڀري ٿيا.

( ٥ )

ڀنڀور پيغام، جيڪر مڪا ڏڏ هين
موڪلان اڄ ڀري ٿيا، ويڙهيچا وريام
تيلهان آءُ ڪين کي، سنگهارن سلام
هوا ملير مدام، ڀر سانگن اچي سانگ ڀيو.

( ٦ )

ڏڏهن مڪائون، موڪلي خاصا خابرو
لهڻ سڌ سنگهار جي، تا ڀانڊي پٺيائون
شايد ڀري ڀنڀور ويا، جو سڌ نه لڌائون
ڀڪا ڀانور ڪنڊئين، هيڪڙون هنيائون
چڙي ملڪ ملير ويا، هن ٿر تيلهائون
اينءَ اُٿيائون، ته هن ڏرڏيجو ڏاهه ڪيو.



( ٧ )

ڪڏهن ڏيهه ڏٺام، ٿي ساعت ساعت سومرا!
ماروئن ڪاله ملير ۾، ڀر ڀري اڄ ڀيام
آهي ڪين انهن ريءَ، اکڙين کي آرام
سدا وتان سڪندي، سانيڻ سور ٿيام
سي پڻ ڪيڻ ويام، ٿي جن سان ڳڙ هيم ڳالهڙيون.

( ٨ )

جي ڀيڪن ڀوءِ ڀيام، سي ڏا ڏکيا ڏيهڙا
هيڻءَ نه ڀانئڻ ڪاهيم، تا ڪي هيڻءَ ڪندام
وڃي ٿر ٿيام، سڌ لهندو سي سومرا.

( ٩ )

جي هوندا اُتيئي، ماروڙا ملير ۾
سڌ لڌائون سکڙي، حال ڀڳڙي هيئي
ٿر چڙهي ويئي، ڀر وسڻ ويڙهيچن جي.

( ١٠ )

ڀري ڏينهه پيان، جيڪس، سانگن سانگ ڀيو
ڀڪا ڀانور ڪنڊئين، ڏئون ڏور ٿيان
هوند ڏوراپا ڏيان، ڀر مون هون ڀنڀور ڀري پيا.

( ١١ )

ڀري ٽيم ڀنڀوار، جن وري ورڻ نہ ٽيو
ڏيان ڏوراپا ڪري ڪي، ٽيا سهج ڪاڻ سنگهار
عمر اپائون آهه مون، جو دم تنهون ڏار
اهي ڏڻ ڏڻار، مان ملائي مون ڏڻي.

( ١٢ )

ڀري ڌر ڀنڀوار، وڏو وچت ڪري ويا
ڪڏهن ايندم اوڏڙا، سومرا سنگهار
رڻ چڙي ريڙار، من ڪرن منهن ملير ڏي.

( ١٣ )

اٿم سار سندن، پر اڄ ڀنڀور ڀري ٽيا
مشڪل موڊڻ تن جو، هي جي اڪ لنگهن
وري هيج ورن، جي سانگين ڪو سانگہ پيو.

( ١٤ )

پانور پاس پيا، وڏا ڏوٿن ڏينهڙا
ڏانهر وچي ڌر ۾، ڌريچا ٽيا
لڪهي ملڪ ملير جو، ويڙ هيچا ويا
عمر ايڏي پنڌ تي، ڪهين سانگہ ٿيا
قادر شال ڪيا، مونکي ويجها واهڻين.



( ١٥ )

جي لويون ڍڪي لوءِ، ڪڏهن ايندا ها آجڙي
پکا هڻي پانوريـن، عمر ويئا اوءِ
تن ڀنڀوارن ڀوءِ، موتي اچڻ نہ ٽيو.

( ١٦ )

هو ڏاڏاڻو هو ڏيهہ، مونهون مور نہ وسري
ڏاتر لکہ ڏيکار سو، سومرا ساڻيهہ
ريءَ ڀنڀوارن ڀر ڏيهہ، ماڳہ مريوئي پيان.

( ١٧ )

ڏيهين ڏاڏاڻڪي، سکهي وڃان سومرا
مونکي ماروئڙن ۾، اڄ عمر اماڻي
ڏينهہ گذري ڏکہ ۾، ڏو جاڻيندڙ جاڻي
ڏکن سنديون گالهڙيون، اوريان ابـاڻي
ساجهر سنگهارن کي، الله شل آڻي
ھنن ريءَ هاڻي، گهڙي هت نہ کهاريان.

( ١٨ )

وس نہ وساريام، سڙها وڻ ساڻيهہ جا
پيا هيڪند ڏينهڙا، جي گڏ جي گذاريام
ياد ڪيون سي ڪيترو، سانکي سڀيا ريام
اوڏهہ اڏاريام، ڪن ايهڻ ۾ ڪانگڙا.

( ١٩ )

ڇڏي ميس، ملير ۾، جي هت ٿيان ڇڏي

ڳالهه ڪريان ڪهڙي، جو قابو رهيس ڪوٽ ۾.

( ٢٠ )

جيڪس، سنگهارن، اهو ڏيهه وڃي ويو

وري هيج ورن، جي سانگن ڪو سانگ پيو.

( ٢١ )

جيڪس سنگهارن، وري ورط نه ٿيو

عمر ابا ڻن، وطن سو وڃي ويو.

( ٢٢ )

ڏينهن اتي جا ڪي، اڄ مون ياد پيا

ڀون ڀهوارن جون، صبح ويلي سي

اُٿيا اچن آب لئه، متي آنهه اُهي

جر جا جهانگي جي، تن سانگن ڪو سانگ پيو.

( ٢٣ )

آريون اباڻن ريءَ، پيو تا ڪٺندو ڪير

ڏي جي ڳهه ڳچي جا، ظالم پايان زير

سنگهارن سوير، ملان شال ملير ۾.



( ٢٤ )

ايندم اباڻا، ڏور لاڻا جن ڏينهڙا

ڪير سهندم سومرا، مارن ريءَ ماڻا

ماڪي نه چاڻا، ته موتي ملندس مارئين.

( ٢٥ )

اڄ نه حوضين هوءِ، مارون ڪين ملير ۾

ايندا هوا آجڙي، ڪليون ڪنيو ڪوهه

جيڪس اهي ٻرجوهه، ويا ويچارا واهڻين.

( ٢٦ )

عمر اباڻي ٻارجي، فاني ڪيس، فراق

جي ريجاڻن رهاڪ، تن تر وچي ڏاڻا ڪيا.

( ٢٧ )

تي ڪڏ ڪيم ڪذران، جني جهانگيڙن سان

ڪاتي اڄ اهي ٿيا، سومرا ساڃاط

ڪاٿي پيس آءُ اچي، آهه اهو ارمان

حيرت ۾ حيران، عمر اتي آهيان.

( ٢٨ )

مون جاليو سان جن، موٽي تن نه ڇيو

حال هن جون خبرون، پيون هوندن ڪن

ڳڪا ٻانور ڪنڌ ئين، تو ڙي هنيا تن

ڏيان ڏوراپا ڪن، جو سنگهار ئي سا ٿيه ٿيا.

( ۲۹ )

جي هوند انهيءَ جاءِ، هتن اباڻا اوڏڙا
ته جيڪس وس وڏا ڪرين، مهنجي ملڻ لاءِ
آئون عتاب ناهه، جي توريءَ تر ڄڃي ويا.

( ۳۰ )

جي هوندا ڳڌ هيام، مارو ئڙا ملير ۾
ته پڻ پيغام فراق جا، مارن ڏانهن مڪام
پر پري ٿـر ڪيام، ناهه عتاب انهن ڏي.

( ۳۱ )

لنگهي ملڪ ملير جو، ويا پرين ڏيهه پنهوار
تن وائي وطن جي نه ڪئي، سومرا سردار
ساريون هت سنگهار، ڪيهي هنئين ڳري پيا.

( ۳۲ )

ڇا هون ڇڏيائون، نه ڇاڻا ملڪ ملير جو
پکا پانور ڪندين، عمر اڏيائون
ڪو موٽي ڪائون، من ماڻهو ملڪ ملير جو.

( ۳۳ )

ڪاٿي آءٌ هياس، ڪاٿي آيس، سومرا
هتان ملي هت، پورن منجهه پياس
مهڻي هاب ڪياس، وچوڙي جي ڏينهڙي.



( ۳۴ )

شال نه رهن ڏور، هتن اباڻا اوڏڙا
ميان تن لءِ موڙ، مون هت جالڻ نه ٿئي.

( ۳۵ )

ڏوٿي ڏورئون ڏور، عمر اڄ موٽي ٿيا
سمهڻ جاڳڻ سور، مون گذارڻ آيو.

( ۳۶ )

جڏهن آءٌ جايس، وٿيءَ وهه نه وڏاءِ
سرتيون ساماياس، تا آيس اوراڻ ۾.

( ۳۷ )

ڏٺي ڏوٿيڙن کي، ڏاڍا ڏينهن ٿيا
جالڻ جدائي ۾، جي ڪي پلڪ پيا
سي وڻ واند ويا، سارا سنگهارن ريءَ.

( ۳۸ )

هت ٿا لوءِ لڇن، سڄي ڳالهيون سومرا
پهي ڪين نه پڇن، جي هتن اباڻا اوڏڙا.

( ۳۹ )

ڏاڙو ڏاڙي ساڻ، شال هتان اڏڻين جي
پکي تن جي پاڻ، آءٌ تا سکيو پانيان.

( ٤٠ )

عمر رب رکي، پردي سان پناهه
هتان شال پکي، عمر اباڻن جي.

( ٤١ )

پردي منجھ پناهه، مونکي رب رکيا ج
اکھ هن اروا ح، آهي اباڻن جي.

( ٤٢ )

ڏسي کيت کڻي، ويا مارو ڏڻا مليرمان
پکا پانور کڏئين، ويئا جال هڻي
پنهوارن ٿي پاڻ ۾، اها ڳالهه ڳڻي
رتي رهڻ نا هه هت، جا ڻي هڪ ڏڻي
بر سر هئي ٻڻي، سنگهارن تي سومرا.

( ٤٣ )

پلڪ نه ٿيان پاسي، شل عمر اباڻن کان
ڪڏ ڪڏ يسن هاسي، سڏي سرتين سومرا.

( ٤٤ )

ڪيڏ انهه آئ رهيا س، ڪيڏ انهه اباڻا
هاڻي ڪين چاڻا، تہ ڪا ملندس وڃي مارئين.

( ٤٥ )

اچا نه آيا، سگهارا ساڻيه جا
ڏينهن جڳجا لايا، پانور پنهوارن پاڻ ۾.



( ٤٦ )

وڃن ڏام پري، شل اباڻان اوڏي هتان
سڪ لهنهن سگهڙي، ڏري منجھ ڏري
اکيون آب پري، ويجهائي ٿي وجهان.

( ٤٧ )

موني شال اچن، مارو ڏڻا مليرهه
اچڻ سندي تن جي، ڪر پوي مون ڪن
تہ سيڻي سک ٿين، گولر وڃن ڪڍري.

( ٤٨ )

ڏورا پا ڏيڻي، ڪهن هت منجان مارئين
وساري ويهي رهيو، حال پڇڻ ي هيڻي
مڙي اچو مون گهرين، جهانگيڙا جيڻي
جي آهيو اتيڻي، تا لهو سڪ سنگهار هي.

( ٤٩ )

موتي ماروئڙن، سڪ نه لڏي ساه جي
دل کان لاهي چو چڏيو، اديون اباڻن
ڪهن ڳڻ سنگهارن، جيڪس، ويس وسري.

( ٥٠ )

ڪيڏي هيس، وار، مارن ڪڏ مليرهه
درد نه هو ڪو دل کي، مٿن هيس مختيار
ري اباڻن آر، عمر ڪندس ڪهن سان.

( ٦٠ )

عمر مون ڏي آيا، اباڻون عتاب
ڪٿين محلين مارئي، ٿي ڦورما ڪباب
جهوريس هن جواب، عمر اباڻن جي.

( ٦١ )

ڪونه وري آيو، ماڻهو ملڪ ملير جو
ڪين جون ڏئي خبرون، ساڻي سوايو
ڏوراپي ڏوٽن جي، مٿي ڪي منجهايو
ڪر سومرا سعيو، وران وڃ هيڄن ويڙهه ڏي.

( ٦٢ )

نــي ڪو نياپو، منهنجو مارئڙن ڏي
مون ڏي اوهان موڪليو، ڏئي ڏورابو
لوئي لاهي سر ڪٿي، سون رهي ڇاپو
مونکان وسريو ڪين آ، پرجهڙ اهو جهاپو
سکهي ايندس اڏهين، لاهي لاڳاپو
مولا ميلاپو، سکهو سڪهارن سان ڪري.

( ٦٣ )

پنهوارن پيغام، اڄ مڪا مونکي مٿين
ڪڏهن آيا ڪين ڪي، تو ڏنهه هت سلام
ڪائي اتي ڪير ٿي، طرحين طرحين طعام
پيرون چوندي پٽ جا، ٿي ڪڏهن لاڙئي لام
ڏسي عيش آرام، سي ويلان ويڙئي وسري



( ٦٤ )

ايڏاهين ايندياس، مهل موچاري مارئا
لوئي اها لوءِ جي، چڻ نه چڙهيندياس
تهاران توڙي ٽٽي، مور نه متيندياس
آخر اچي ڏوٽن کي، ڏوراپا ڏيندياس
منهيون مٺن سان سکهي، آڏي اڏيندياس
ڳالهيون ڳڙهيندياس، سرتين ساڻ سانڍيه.

( ٦٥ )

آءُ پرڻ ڇا نه چوان، موٽي مارئڙن کي
هيءَ هيءَ منهنجي حال جي، ڏاهي ڪل اوهان
من ۾ اٿن مارئڙن جا، نت نت سور نوان
پکي شال پهان، وڃي ويڙهيچن جي.

( ٦٦ )

ڪٽي ساڻ ڪٽي، جا آدم ملڪ ملير ڪان
متي مارئي تان اها، لحظو ڪين لٿي
لوئي سندي لڄ ڪان، ڏکيان پٽ نٿي
هت سورن آهه ستي، هت ڏوراپن ڏکوئيو.

( ٦٧ )

مون انهن کي ساريان، هو تا سارين مون
جي راضي ٿئين تون، ته ملان مارئڙن سان وڃي.

( ٦٨ )

الله اباڻن سان، موٽڪي رکندڪرين
جي ويڙا ڏڪريين، سي موٽي آڻ ملير ۾.

( ٦٩ )

عمر اباڻن، محل نه ماڙيون مون ڏنا
لاسي ۽ لاڻن، هيون پيهيون پنهوارن جون.

( ٧٠ )

ڏٺي ڏوڙائي، آهيان ماروئڙن جي
ڏني ۽ هٿي سومرا، جاڻيون جوڙائي
ويهان وچ نه انهين، ڀڙو ڀوڙائي
وس نه ويڙهيچن جو، تو لکيو لوڙائي
آنده اُڙائي، پکن مان پنهوار جي.

( ٧١ )

عمر اباڻن رئي، آءُ تان ڪوجهي آهيان
لوئي هڏ نه لاهيان، نيشاني جا ليه جي.

( ٧٢ )

عمر اباڻون، وڃڙي ڏينهن ٿيا م
وجي ڪائيند ام، پکا پيرون پاهنجا.

( ٧٣ )

اباڻن جا ڏني، سا لوئي هڏ نه لاهيان
ڪندس ڪين ڪني، ڪٽي ويندس ويڙه ڏي.



( ٧٤ )

عمر اباڻي، مون چڱا ڏينهن ڏنا
هتي هين ۽ هاڻي، ڪوڙ ڪهاڙير ڏينهڙا.

( ٧٥ )

ڪائي پلڪ پري، عمر اباڻون نه ٿيان
ڏري منجهه ڏري، هوا پڇندڙ حال جا.

( ٧٦ )

ٿيان آسودي آجڙي، جيڏين سان جائي
تازي ٿوائي ترت ٿيان، ڏٽ ڏئنرا ڪائي
عمر آجائي، سکهي ڪجان سومرا.

( ٧٧ )

تون حمير هني، آءُ ٿوريائي آهيان
ايندا مارون مون ڪٽين، ويندم شال وٺي
بند يخا لو مٿي ڪي، هو لکيو رات چٽي
سا لڪن ڪاڻ سٺي، مون مڙيائي سومرا.

( ٧٨ )

قرباني ڪاٿي ٿيا، آءُ ڪٿي آئي
اٿي پهر الهن جي، وات اٿڙوائي
قسمت قيد ڪٽي ڪيو ڪتان جي جائي
ڪهڙي مدت مونجهه ۾، مون پڙ لنگهائي
ڪر سومرا سائي، جيئن ٿيان آسودي آجڙي.

( ٧٩ )

مون ڏي ساريان ماروئن، ماروئن سارين مون
جي راضي ڏٺين تون، ته موڪل ملي ملير جي.

( ٨٠ )

مون اباڻا ساريان، اباڻا مون سارين
واتون نهارين، ماروئن مون ملير جا.

( ٨١ )

ڪوئي خيال نه هوم، هيس، هيڪاندي مارئين
تان هي قدر پيوم، جان جو وڇڙيس، ويڙهه ڪان.

( ٨٢ )

وينا ڳالهيون ڪن، ماروئن مون ملير ۾
اڄ اڀندي مارئي، وري هن وطن
ايڏي اُڪنڊ آهه اڄ، مهنجي جا پڻ جن
آءُ پڻ ساڻ اُنهن، ڏکه سکه گڏ گڏ اريان.

( ٨٣ )

اڄ پڻ تيمر اداس، منڊو ماروئڙن ڏي
راجا مهنجي روح کي، آهه پهنوارن پياس
آءُ آهيان انهن جي، لوئي جن لباس
موڪل ڏي ميان سومرا، وڃان تني پاس
خاوند لڳ خلاص، ڪر بنديائي بند مان.



( ٨٤ )

ڪر بنديائي بند مان، ڪر خاوند لڳ خلاص
ويڙهيچا وڻ راهه ۾، وڻ وڻ وٽن واس
ويچارن ٿا واڻين، تو کي ڏاهه قياس
حمير تو هراس، اڏڻي ڀو انهن کي.

( ٨٥ )

جن گڏ گذاريوم، سڀ جمالن سومرا
ڏيهه ڏاڏاڻو سو وري، وارڻ وساريوم
نت نت نهاريوم، پهنوارن جي پار ڏي.

( ٨٦ )

چڙهي مڪائون، هينءَ ڏاڏاڻي ڏيهه ڏنه
جيڪس اهي ڏوهيون، من جون مدعائون
ڏا وڃين پلنگين پٿرڻين، شل چڙهان آئون
تو ٻڌڻ تيلهائون، ڏاڻ ويا ويڙهيچا وسري.

( ٨٧ )

چڪي طرح چڙهي، ٿي مدجان ماروئڙن ڏي
سکين سانگيڙن ڪان، ٻري آءُ ٻڌسي
قسمت قيد الله جي، مون سان هينءَ ڪئي
وسري ڪين وئي، سڪت سيڪهارن جي.

(٨٨)

ماروئڙا! ماندي، آءُ اوهان ري آهيان
سکيا آن ساٺيهه ۾، مون هتي ٻاندي
قيل اوهانجي قال ڪان، ويل نه ڪ واندي
اچانڪ آندي، قسمت قيد الماڻ جي.

(٨٩)

قاصد اچ ڪوئي، من اچي ماروئڙن ڏي ته
تهن تي چوان حال، وسارو سيوئي
ايڏي نه آندي آهه مون، لاڪيڙي لوئي
واپس آڻيان ٻاڻ سان، عهد اهوئي
سرتن سان روئي، سڪون لاهيندس لوءِ ۾.

(٩٠)

هي اميد نه هتي، مونکي ماروئڙن ڏنهه
ڪون مڪائون مون مٺين، ٻچڙ ڪاڻ پهي
ڏنم هٿڙن ڏيهه ۾، ڪو ڳوٺ ڳهي
وائي وائيندي اهان، سٽيرا اچ سهي
اڏا ميٺهه ملير ۾، ويڙا راڄ رهي
چڙي ٻانور، ڪنڌئين، آيا هيٺ لهي
جهجهو جهانگن کي ٿيو، ڏيهان ڏٿ ڏهي
ڪڏهي پين ٻاڻ ۾، وڏئي مهل مهي
وڃيندس ڪوڏ ڪهي، ٻکي ڀڄوارن جي.



(٩١)

جهانگي جهڙ پياڪ، ناهن شربت هيروان
ڳاڙهيون ڪاريون لوئيون، ڀڄوارن پوشاڪ
لاهڄ لوئيڙن تان، الله لڳه اولاڪ
ڏکن هٿڙن ڪانڪا، عمر ٻي املاڪ
ڪاڻ ٻرور پاڪ، مونکي ميڙين مارئين.

(٩٢)

ميٺهه وسندي مون، وڙهيچن ويندياس
لوئي ساڳي لوءِ جي، نال وٺي ليندياس
ڏڙيچن ڏيندياس، ڏڪ سڪه پائي سومرا.

(٩٣)

ڪنوڻين ڪيا ڪيڄ، اڄ ڏاڏاڻي ڏيهه ڏي
ڪاڪه ڏڏا هيرا اُپ ۾، اڱڪ ۽ اڻيڄ
اُڏا ميٺهه ملير ۾، رڻ ٿيا سڀ ريڄ
چانگن سان چڙي ڪري، چڻين ڪن ڏا ڄيڄ
مونڏي ماڙهوتن جو، هڏ نه آيو هيڄ
پاڻهي ڀڃي پيڄ، ملندس مارئڙن کي.

(٩٤)

حال وٺي هي وڃان، ميان ماروئڙن ڏي
اتم اميدون اچان، کيپيون کيندس ڪت سين.

(٩٥)

سنگھارن جي سڪ، آهي مهنجي من
ٿل سکهوئي سومرا، ڏسان ڏوٿيڙن
راتو ڏينهان ڪاڻ تي، جهڄان جهانگيڙن
ڀاڻي ڀهوارن، اڄ تا مونکي ياد ڪيو.

(٩٦)

مارن جون ڏارون، تنوارن مون تن
ڀاري ڏيان ٿي ڏيهن، سالو تهنجا سومرا.

(٩٧)

تون بي جاين وارو، آءُ بي ڪهن جائي
عمر اڇائي، تو ڌا حق نيائين سان ڪڍي.

(٩٨)

حمير هڙي حال تي، چولده چاڙ جهان
نيت بد نياڻن سان، ڪم نہ خاصو خان
ڌالاڻي ۽ نادان، ستي ينده سڀ سومرا.

(٩٩)

هڪ چوري ٻي زوري، شاهن ڌاهي شان
راڄا ٿي تون رعيت جو، ظالم ڪرين زيان
چولده چاڙ جهان، حمير هڙي حال تي.

(١٠٠)

سنگهارن تي سومرا، برسو ڍي بڻي
عادت ظلم زور جي ۽ وئي حمير وڻي
ليس گهر گهڻي ۽ رعيت جي رنجاڻ جي.



## ڪافي

رئسان زارون زار - مان مارن کي ملان

١- ڏيان ڏورا پاڪهن کي - هڙي ٿير ڀهوار
٢- وٺي وڏا ڀاڻ سان - مهنجو ساه سنگهار
٣- اهو اٿم آسرو - ايندم اڄ وار
٤- ڪندا مهڙ ملير ڏي - رڻ چڙهي ريڊار
٥- سو دم گونڊر گذري - جو دم ڏٺيان ڏار
٦- وڃي ٻڌندس اتهين - سندي پيهن پڪار
٧- رکي ويڙهيچا ويا - مونهين سرميار
٨- پيڪين مون ڀچائين - سومرا سرهار
٩- روئي رت اکين جا - جهونا ٿيا جهالار
١٠- راتو ڏينهان اوڏهين - سچل ساه سنيار



## ڪافي

آيم رات عتاب - ڏاڍا سخت سنگهارن ڏنه

١- مونکي عمر ماريو - جهانگيڙن جي جواب
٢- وينين اتي مارئي - ڪائي خوب ڪباب
٣- هت سارو ڏينهن ڏڪايو - عمر جي تڪڙ ڏاب
٤- مولا تا معافي ڪندو - سچل سڀ حساب

## جوگ

جوڳ پيروي ٺاٺ جو راڳ آهي، جو اڪثر رات جي ٽين پهر ڳاتو ويندو آهي. جوڳ جي معنيٰ آهي اگني روپ (آتش ڏگر). اهو نالو جوڳين تي سندن گيڙو (اگني رنگ) پوشاڪ باعث پيو ٿو ڀانئجي. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته هن سر ۾ غم الم جي آتش جا آثار سمايل آهن. هي سر جوڳي پنهنجن مرلين ۾ اهڙي ته مستي ۽ موج منجهان آلاپيندا آهن، جو نانگ به نچايو ڇڏين. ڇا مجال آهي ڪاريهر کي جو جوڳ جي جهونگار تي ڪنڌ ڪر نه ڪڍي. هن سر جي ڳائڻ وقت ائين پيو ڀانئجي، ته گويا محفل اندر ويراڳ جي مدرا جون وهيون پيون واهجن. ماتم جا ته منجهس مٽ ماپيل آهن.

# خيال ٻارهون

## سر جوڳ



(جوڳن جو جنسار)

( ١ )

گنگا ڪان گذر، آءُ ڪن ڪت ڪاپڙين جو
ڪڏهن لوڪ نه لڌيان سدا تن سفر
آهي نام مشر، اهن آڏوتن جو.

( ٢ )

جوڳي آهن جي، گوش گنگا ڏي تن جو
آهن ڪوڏيا ڪات جا، ڪن ڪت ڪاپڙي
سر سنيا هن سي، جني ناتو ناٿ سان.

( ٣ )

ڏوٺي منجهه ڏيان، آهي آڏوتن جو
گم ٿي گرگم گوڏڙيا، ڪن ڳروڙي گيان
اصل ڪان اشنان، گنگا جمنا تن جو.

(٤)

پورب پند نہ وڃڻا، ڳرناري ڳمدام
وڃاري ڏي وات تي، ڪرن ڪين وسرام
سيني ۾ سنگرام – سچا سناسن جي.

(٥)

پورب سدا پير – لاهوتي لتي ويا
ڳرناري ڳنير – سچا ڳم ڳر ڳيات ۾.

(٦)

پورب پنڌ نہ آهہ – ڪڏهن ڪاپڙين کي
جت ماڻهن ميڙا ڪوٺي، سا جوڳي ڇوڳن جاءِ
سچا سچ سواءِ – سودو ڪن نہ ڪو ٻيو.

(٧)

پورب آهہ نہ پنڌ – ڪڏهن ڪاپڙن کي
واري ويراڳي ويا، ڪاڏن مٿي ڪنڌ
هوءِ سنڌ ن هند – جو اڙ ڪڏ جي لعل ٿيا.

(٨)

پورب رکي پير – ڪن پاڇ پيراهين پنڌ جي
سچل وڃي اتهين، ڪاپڙين رڍ ڪير
جن وٽ ڏڪل نہ ڦير – ڪنڌ تني جو ڪاٽ تي



(٩)

پورب پنڌ نہ ڪن – ڪهين ويلي ڪاپڙي
ڪوڏ ڪپاٽ ڪنڌ جو، توڙون آهي تن
آڏي آڏو تن – سچل سدا سامهون

(١٠)

پورب پڇائون – پر پير رکيائون پرنان
اوڏيان پريان پنڌڙا، سي لس لنگهيائون
ادي اتيائون – تہ ڳرڪي ڳڏيا گوڏڙا.

(١١)

پورب ڪان پري – لانگن نظر آهہ تا
لکهہ وجهن لات تي، پر پين پير پري
منجهان ذوق ذري – ڳرڪي ڳڏيا گوڏڙا.

(١٢)

پورب پير ڏرن – ڪن وچت پراهين پنڌ تي
قدم رکي ڪات تي، ڪنڌ قربان ڪرن
ڪوڏن ڪاپڙن – سچل سر صدقي ڪيو.

(١٣)

جوڳي جال ڏڏام – پر ڪوڪولپي ڪاپڙي
هي ويهي وستن ۾ ويا، هو نہ لوڪ لڳام
تني ڪاط ٿيام – هي ۽ هي ۽ هڏا حالڙا.

( ١٤ )

جوڳي جال ٻجهن - پر ڪو نه اڪو ڪلپڙي
تن ڪن پرين جون ڳالهڙيون ، تيون سچل ساه سجهن
لوڪ نه ٻي لجهن - بڪر ڏالي ڏات جي .

( ١٥ )

جوڳين اوري جوءِ ، جي لوڪان لعل لڪي ويا
لاهوتي لنگهي ويا ، درسيا هوءِ
راسخ روبروءِ ، ڏاميا تيڙا ڏات سان .

( ١٦ )

جوڳي آهن جال ، پر لاهوتي لڏي ويا
هي مطمطڪن مطين سين ، هو ڪڙا متي خيال
سي لاڪوتيا لعل ، پيهر ياڳه مڙن مون .

( ١٧ )

لوڪين لاهوتي ، ڪهين ٻر نه ٻريا
سي پهنجو رڪي ٻور ويا ، سالڪ ڻا بوتي
اُهي آڏئي آڏوتي ، ڏانگا ويڙم ڪري .

( ١٨ )

ڪري لنگهيا لوڪ مان ، لاهوتي لوڙا
کهوڙا ڙي گهوڙا ، ڪري من مستان ويا .



( ١٩ )

پورب چڏي پوءِ ، آڏوتي اڳي ٿيا
ويا اُڪنديا اڳعان ، لڙيا نه ڪهين لوءِ
رجائي رت روءِ ، ويتي واڙين تئي .

( ٢٠ )

لاهوتي هن لوءِ ، آيل آهن اڄ ٻي
ووءِ ووءِ اچا پولدي ، پورٻن جي پوءِ
تن ڪا پڙين ڪي ڪوءِ ، سگر منجهه صحي ڪري ،

( ٢١ )

لاهوتي مان لوڪ ، ڏورا کهڙا لنگهيا
سچل سا ميڙان تي ، محبت وسي موڪ
سي زابر منجهان ذوق ، ڪنڌ ڏين ڻا ڪات تي .

( ٢٢ )

متي ڪات قدم ، ڪا ڪيون ڪا ڀڙان جو
سنسو ميتي سروپ ۾ ، سچل ٿيا سي سر
سدا سا ميڙان جو ، دماميں سان دم
آديسي عدم ، ٿيا ڏالي اندر ذات جي .

( ٢٣ )

جوڳين هت جايون ، پر هو هن لوڪ لڪي ويا
طپش تيش ، تن کي ، ويا لاهوتي لايون
ووءِ ووءِ هوات وجهي ويا ، وير اڳي واليون
آڏوتين آيون ، خبرون ڪات ڪسط جون

( ۳۴ )

جوڳن جتائون – جوڙي جڙيون جان تي
چمتا پڌي چيلهه سان، تمبيون تطيائون
جنجيرن سان جان تي، ڪشتا ڪڙيائون
ڳروڙي گائون – پورب پنڌ پڇي ويا.

( ۳۵ )

جوڳي ڏاتون ڏات – پرمهنجو انگر آڏوتن سان
سفر ويا سا جهري – رهيا رکي رات
طلب تني جي تات – راتيان ڏيهان روح کي

( ۳۶ )

آهن اکيچار – انتر مکا آڏوت
پورب سي نرپرٽا، نڪي ڪن پرچار
اڻتي پهراڇ ۾، رهن سي ڪمرگار
سچل سنسڪار، سڌا تن وڃائيا.

( ۳۷ )

اڃا آڏوتي، آهن اکيچار
اوديا اهنڪار – پڇي جن پورا ڪيا.

( ۳۸ )

ڪاپڙي ڪن ڦاڙ – آيل اچ لنگهي ويا
مست ڪري ويا من کي، مولن سان مٽيار
[illegible]



( ۳۹ )

ڪاپڙي قندهار – ڪنيو ڪهمن ڪوڏڙيا
چيت ڪري چين ۾، وتن ڪاريهر قتيل
منجن مرلن سان آهي، اڏوتي اصيل
سچل سڪ سبيل – جيءَ ۾ جوڳيڙن جي.

( ۴۰ )

لاتي لاهوتن، ڏرم جي ڏوٽي
پنهنجي جي پوٽي – منجهه ساڙي سڀا سي هليا.

( ۴۱ )

جهونا ڳره جي جوءِ ۾، جوڳن جوڳ اجوڳ
پوڳن پوڳ اپوڳ – ٻاڻ وڃائي ٻا منجو.



## ڪافي

جي هجين عاشق - ته برسر ميدهه محبت جو وساهه
ساهه جو سانگو ڪرين - تا پير هن ڀڄ ۾ نه پاءِ
١- پاڻ ڪل قربان ڪر - هي دم هٿ جي جاءِ ناهه
آءُ ادا اعتبار ڪر، آهوش نيندڙ هي هواهه
٢- رت روئڻ راتو ڏينهان - آهي لڇڻ محبوب لاءِ
هي ملڻي سودو سهانگو - ڪين ڪي سر ڪا نسواهه
٣- ڪين ڪي مونکان ٿيو - هيءَ عمر ڏاوئي اجاءِ
هت وساري قول وهڙ - جاني نه هينءَ توکي ڇڏياءِ
٤- هيءَ مهل موچاري آهي - پوءِ ڪندين هت هاءِ هاءِ
هاءِ هيءَ پوءِ هت نه ايندءِ - ويل ويندءِ واءِ واءِ
٥- هيءَ حقيقت حال جي - ساري وڃي سائين سڻاءِ
سو سچو مرشد سچي جو - پير عبدالحق آءِ

## ڪافي

ملڪ جا مالڪ پيا - تون وڃون ويٺين ٻڌين
هيءَ ڪهين هن حال ۾ - توکي وڏو هستي هٽين
١- آهي امانت پين جي - تون آهين ڪٿ ڪين ڪي
سر هي سارو ڪر صحي - هڪ ڀيري ڇو تو ڳٺين
٢- هي جيڻ آهي عاريت - پوءِ ڪينءَ ويو توکي وٺين
ڪي وڃون تون پاڻ کي - الله ڏاهر آهي ڏٺين
٣- سير الله سير با الله سير مون الله گهر
سير في الله لاه تون - خود ڪان وڃي منزل ڪٺين
٤- انسان جو اولو ڪري - سؤ رنگ ڪرين سندا ۾

## مالڪوس

مالڪوس ڇهن مکيه راڳن مان هڪڙو آهي. هن راڳ جي شڪل ڏاڍي پيارڪ آهي.

مالڪوس، جو رنگ ڳوڙهو ڳاڙهو آهي. راڳ ودّيا جي پستڪن مالڪوس جي تصوير ڪامي ڪري اڀاري آهي. پوشاڪ ڪاري رنگ جي پهريل اٿس. هي ڀيروي ڏاٽ جو راڳ آهي. ڪرچ ڀيروي، ڀيروئن جي استري آهي پر ڪتابي ڪٿا آهي، ته مالڪوس ڀيروي جو عاشق آهي. ڀيرويءَ جي ستن سرن مان جيڪڏهن ٻه سر رکب ۽ پنچم نه لائبا ته باقي ٥ سرن مان مالڪوس جي صورت نڪري نروار ٿي بيهندي. مالڪوس جي ڳائڻ جو وقت ٽين پهر رات کان شروع ٿئي ٿو. مالڪوس هڪ وڻ هيٺان پنهنجي معشوق ڀيروي جي فراق ۾ بيٺو ڳائي ٿو.



# خيال تيرهون

## مرغ نامون

<>o<>o<>

## سر مالڪوس

( ١ )

لسوڏينديءَ لامون ڏاهو ڏار چڙهيو ڇوري
آندو اتم پاڻ سان، ليڪ پريو ڏامو
توڏي سارئو سڄڻان، ڪيم راتيان روانو
پڙهي پروانو - موڪلي جلد جواب ڏي.

( ٢ )

ڏاهو اڄ ڏسو - جو ويڙهي ويڳاڻو وڃي
پورن منجهان پاهنجي، تو ڏئي حال حسو
سرتيون سو ستين ڪري، خيالون ڪيم ڪسو
ڪو قريبن قصو - تهن سيڪاري موڪليو.

( ٣ )

ڪيون وڪاڻيون وات - اڄ ڏاهي ڏار چڙهي ڪري
سڻ سان ڪي سرتيون، لکي ڇپ ڇهات
آڻ واريون اتهين، لوئيا ڳيون سان لات
... سو ڪانگو ڪيو.



( ٤ )

کهڻا ڏيڻه لڳاءِ - چاهون ڪانگ قريب جا
ڪي دم آڏو دوست جي مايلي ڪري ڳاءِ
ڏاڪي تن تڳاءِ - مٺان جهوريءَ جهڄي مران.

( ٥ )

وات ڪري وائي - اڄ پڻ ڪانگ قريب جو
ڪي جو چيائين ڇڄ سين، تهن ليچ ڏاڍي لائي
اندر ڪي آئي، چڻ جي جيوي سندي.

( ٦ )

لٿي لامڙتو - ڪي جو ڪانگ قريب جو
تهن لاکيٽي جي لات جو، پوي ڪين پتو
ڪاڪيؤن ڪين ڪتو - پراڻ سو رائٽون آهيو.

( ٧ )

ڪيهي ڪهون ڪانگڙو، تو ويڙهي منجهه وڃي
پسي تهنجو حالڙو، ڪاڪيون ڪام ڪٿي
تهن جي لات لٿي - تو جيءَ ڪي جيا پو ٿئي.

( ٨ )

اڄ لاٿيون ڪانگ لٿيون - سي ڪي سڄو سرتيون
جو کهڻ سان کهيو وجهي، ويڙهي منجهه وتيون
سنديون رازرتيون - تو پڻ ڪري پڌريون.

(٩)

رويو رويو رت - تو ﭘکي پارا نيا ڏئي
پيرين وڄان نہ کهنڪهرون، سي چمڪائيندو وت
توکي تان ڏاها ڏس، محب اکيون نہ، مت
ڪٿين جو وٺي خط - سڳهڙو سا ٽيڙا ورين -

(١٠)

جو تو ڪانگہ چوي - سو سٽيجو سرتيون
وڏي ويل صبح جو، تو چڙهيو لام لوي
اُڪي ہ نہ رهي - آڏط ڪٿون اتهون.

(١١)

ڏاهو چڙهي ڏار تي، تو ڏئي ڏورا ﭘا
ﭘڪ را ڪري نہ ﭘرينءَ جا، هو نازڪ نيا ﭘا
آڻيون اوراﭘا - ڳالهيون ڳوري ڪي چوي -

(١٢)

تو نہ هڪ توڙي - اڄ لامين لاڪيڙو لٿي
ويٺو آهہ وڳوڙ جي، ڪنين ڪي ڪوڙي
ڳالهہ ڪرط ڪان ڪاڪيون، منهن ڪهڻو موڙي
ﭘر ﭘهنجا توڙي - چڪيو ڏئي تو چهب سان.

(١٣)

سٽيجو سوئي - جيڪي چوي ڪانگڙو
هٿين سان هنڊائجو - سرتيون سيو اُي



(١٤)

ڪنديون ڪندن سان وڄان، ﭘکيءَ ڪي ﭘوئي
جاڻب ڏالهن جوئي - آڻي نياﭘا ليہ جا.

(١٥)

آءُ ڪانگل ڪائين تا هوتي عطر اوتيان
اچط ﭘا جهون آهنجي، هان اُﭘاٽڪ آئين
ڏاها کهڻا ڏينهڙا، معان تون لائين
پير اگڙط ﭘائين - تہ مهنجو ساهہ سڪ ﭘرٿي.

(١٦)

ڪانگل آيہ ڪال - وٺي سنيها سڄڻان
محبت ري مڻال - ڪانہ ڪيائين ڪڏهن.

(١٧)

ڪي جو ڪانگہ ڏسي - ڪالهہ اوڏاهون آيو
پيہ، هان نہ ڦسي - ڳالهيون ڪندي سڄڻان.

(١٨)

ﭘکي سندا ﭘير - ڪريان مرصع موتين
جو آڻيو عجيبن ڏانهن، ڏئي خوب خبر
پيهر سومون ﭘر - واريون ويٺو شل ڪري -

(١٩)

سنيها جي سڄڻان، سي ساري ڏنائين
ايـن اکـائيـن - تہ ﭘاط نہ آڻج وهہ.

(۲۰)

ڏار چڙهي ڏاڍي – ڪي مون ڇيو ڇنب سين
اهو مون آهي – آڏوڙي ارواح کي .

(۲۱)

ڏاهو ڏار چڙهي، لوڙين تو لاتيون ڪري
ڪونڌون سبق پڙهي، اچ پڻ آيو اوڏهون .

(۲۲)

ڏاهو مٿي ڏار، عجب اچ لاتيون لوڙين
تو سچا ڪري سنيار، پريان سندي پار جي .

(۲۳)

ڏاهو ڏار چڙهي ڪري، تو ڇنب ساڻ ڇوي
اڏيون سڀ اوهي، آهيو هڪ ڻ واريون .

(۲۴)

ڇنب ساڻ ڇوي – ڪي هو ڪا ڪُنگ ڪافيون
پورن منجهه پوي – تو سڻي ساهه سنيهڙو .

(۲۵)

محبون ڏنه مسين – اچ پڻ ڪا ڪُنگ آيو
لاتيون واه لسين – ڏاهو ڏار چڙهي ڪري .

(۲۶)

لاتيون ڪڍ پئي – ڪا ڪو هنڌ ڪري پيو
هيءَ هن هنڌ پئي – سا تي ساهه مٿي وڃيو .



(۲۷)

ڪيهو هيڻو ڪانگ ڪي – ڇپائين تي ڇنب سين
سجڻ ڪنهن سانگي – وري ايندي وترا .

(۲۸)

ڇنب ساڻ ڇني – ڪا جا ڪانگ ڳالهڙي
ساري آڏڻ سان انهي، ڪهڙي ڏس ڪٿي
پورن منجهه پئي – سيڪنهن ائت ڦٽو ڪيو .

(۲۹)

ڏاهي چڙهي ڏار تي، ڪا جا لتي لات
ڏکر ڏڏائين سڀ ڪي، وائي آڻي وات
پيون ۾ هيٺهات – آڏڻ واريون اتهين .

(۳۰)

وري ڪانگ وريو – پريان سندي پار ڏنه
ڪا ڪيو ڪن ڪريو – تو ڏئي سنيها سجڻان .

(۳۱)

سنيها ساري – منهنجا ڇوي محب کي
پرين تهنجي پار جي، محبت مون ماري
منهنجي ڏاڙي مون مٽين، اهو ڏاهو ڏياري
مر سکڙو سنياري – ڏئي سڪ سنيهڙا .

( ٣٢ )

ڏاهو ڇڙهي ڏار تي، ڪري هي مذڪور
سنهن ۾ سور – ڇوي ٿو ڇهب سين.

( ٣٣ )

سڄو سنيها سرتيون، ٿو ڇڙهيو ڏار ڏئي
سارو ساه لٽي – ٿو نازڪ نيائن سين.

( ٣٤ )

ڏاهو مٿي ڇڙهيو – ڪري ٻره بيان
آڏط ٿي احسان – ڪري ڪلامن ساط ٿو.

( ٣٥ )

ڏاهيون سڀ ڏسو – جو آيو ڪانگ، قريب جو
جهوري ويم جسو – لون نيائن سان ادو.

( ٣٦ )

وتيو ۾ ويڙهي – ٿو ڪاريون ڪانگ وهائي
روح لٽي ريڙهي – سڀ ڪنهن جو ٿو سرتيون.

( ٣٧ )

ويڙهي وتد يٽي – ڪانگي ٿهر ڪمايو
ڪاڪيون ڪٽيند يٽي – پيم ٻور ٻريان سند و.

( ٣٨ )

صدقي ساه ڪريان – هن ڪانگي تان ڪاڪيون
جي ڏي سنيها سڄڻان – سي سانيي ساه ڏريان
پلي پيئو ٻريان – الهي ويلي اوڏ جيرو



( ٤٠ )

آڏي ڪانگ ڏ نياس – ڪتابت قريب جي
ٻهو ڪري پٽ پيس، ڇوهون تند ڇتياس
پيچون پيچ ٿياس – روندي ڇولي ڇڪ ۾.

( ٤١ )

هلي ڪانگي هڪ – ڪ جا ڪيس ڳالهوي
ٻڌط سان روئي ڪري، ڇولي ڪيائين ڇڪ
تنهن سديهي مان سڪ – ٻاڏهي ڪيائين ٻڌري.

( ٤٢ )

ڏاهي ڇڙهي ڏار تي – ٻولي هي ٻولي
ٻڌي روئي رت سين، ڇڪ ڪيم ڇولي
هنڌڙي ۾ هولي – هاريون اڱر هوت جي

( ٤٣ )

سڄڻ جا سنيه – آڏي تهن آڏط ڏنا
ڇرئي ٻسا جهون ڇيه – ڇڙ ڏنائين سڀ ڪي.

( ٤٤ )

سڄڻ سنيهه سيي – اديون محبوبن جا
لکن منجهه ليي – ڪا سوائتي سور سان.

( ٤٥ )

آڻ ڪانگا ڪارون – تو سان ڪريان ڪيتريون
پهچائيم، پيغام تون ٻريان جي ٻارون
سچل سنيارون – تو ڏاڏا ڏهاڙي ڏئين.

(٧٠)

ڏاهي ٿيءُ نه ڏوار - وڃه موٽي ٿي ويچارو
ڪر ڪا لهوڪي ڳالهڙي، جا هُوئين رات حضور
دوست اڳين دستور - ڪي تعظيمون توکي ڏيون.

(٧١)

زاغ زبانون ڪيئي، اهائي وائي
پريان سندي پار جي، آ توکي واڏائي
پڇي حقيقت حال جي، مت ساڄن سيائي
ته ڪي عاشق خوش اسانجو، ڪل ڏجانءِ ڪائي
مونسان بيحد ڀلائي - ڪئي پرين پارون پنهنجي.

(٧٢)

الله لڳ اڏام - تون موٽي محبوبن ڏي
وڃي ڏيج پرينءَ کي، پاڄي جي پيغام
ڪري قدمن تي پئي، سو لکه ڏج سلام
آهي اوهان لءِ سڀرين، مڙيوئي مقام
اڇڻ جو انجام - ڪر سگهو طرف سڄڻ جي.

(٧٣)

پکي سڀوئي پر - اڄ اُڏا ڪو اوڏهين
رسيو وڃي اتهين، پالڻي منجهه پر
خاص وٺي خبر - موٽيون ماڳن پاڻهجي.



(٧٤)

ڏار چڙهيو ڏاهو - توڏهن دلاسا دل کي
صبح سانباهو - اڳڙ آ عجيب جو.

(٥٧)

پکيڙا پريان ۾ - لڏو موٽڻ موڙ ۾
آءُ اڏامي اوڏڙو، جهولي ۾ جهوليان ۾
سڀ ڪڍپ ڪتوري ۾، لاکيڻان لوڏيان ۾
سڄڻ پر سوڍيان ۾ - هڪ ڪري هٿن سين.



## ڪافي

اٿم اهو ارمان – ڇا مڃجهان هت ڇا ٿي آيس،

١- ڇاڪر ٿيس نه ڄاڻان ڇاڪان – صحيح هيس سلطان

٢- دانهه هيڙس ڏيس، انهيءَ ۾ – هت ٿيس، ڏاڍا ان

٣- ڪوئي ڄاڻي ڪوئي سڃاڻي – اڏو مردن جو ميدان

٤- اصلون ساڻ وٺي هت آيس – سورن جو سامان

٥- هڪ گهر ڇڏي ٻي گهر آيس، – محض رهيس مهمان

٦- بحر اُتون جا لهر آئي ٿي – موتي ٿيو مهران

٧- سچل کي ڪيو ساعت ساعت – حيرت هن حيران



## ڪافي

آءُ پنهون پاڻ آهيان – ڪاڪيون مڃان قاعد ڪاٿي

١- صورت اها مڃهي ٿي سي – ساڳي ٻيا ڪين نشانيان

٢- ڳالهه پري هوئي ٿي پٽي اوري – ڪيئڻي سي ڪانگ اڏيان

٣- مدعا مطلب اهو ڙيو ئي – پوٿيون مان ڪهڙيون پڙهان

٤- سڌ پٽي مون سرانهي جي – ڪيچ پنهيوڙ ڪي پانيان

٥- سچي منجهان سڀ ٿيو پيدا – ڪيهون ڪوڙيون ڳالهيون ڳايان



## متفرقه ڪلام

(١)

ميهر کي مهر ڪان، پوندي من مٺين
سٺهي جا سٺين – سڌڙا وڃان سير جي.

(٢)

ميهر کي مهر ڪان، پوندي مٺين من
پنهنجو قرب ڪن – ته ڪا ونيار ڪيرتري.

(٣)

جيسن ڏل ڏلي سان، ساهڙ ڪين سچو
ڪچو ٿيس ڪچو – ته ساهڙ پڪس سير ۾.

(٤)

ڪچو سچو ڪين ٿي، توڙي اچي رنگ
سچي سندي سنگ – ڪچا سچا ٿي ويا.

(٥)

اچي وڃي وچ مان – وڃان ڪين وري
ٿي سي نڪا وائسي، ڪهوري ڪهير ڪهري
تريون ٿي تري – تارونٽري جيئن تار ۾.

(٦)

ڇڙن جي ڇوڪار، منهنجو ڇت ڇريو ڪيو
راتيان ڏينهان تن ۾، تن جي اُٿم تار
ميهن ۽ ميهار - سندي سڪ سرير ۾.

(٧)

ميهن جي مٿان - کوري وڃان کوت جي
ڏهان ڏهن ۾ وڃي، وڇين جي وچان
لاهيان ساهه جي وڃي، اچن سان اُڃان
لڇان ڪين ڪڃان - ملڻ لاءِ ميهار جي.

(٨)

پريان پٺي ڏسان - ڪانگا ريون ڪپر تي
رنيون ٻڌي روح ۾، رويون پٺي روئان
پويان ڙڙي پيان - تازا ڪير تني سندا.

(٩)

نه ڪا ڪندي، نه ڪو ڪپر، نڪا وڇون واهه
مونجها موجن ۾ اتي، سياڻا سيڻاهه
سهڻي کوري سير ۾، ڪري ڪاهون ڪاهه
پاڻي ۾ پناهه - پرور ڏنس پاڻ کڻي.

(١٠)

هڻي هڻي هيٺ تي، هت ٽيس هيڻا



سپاريا سچو چوي، لاڪي ڪي ليڻا
ٻڏندي جا پيڻا - ساهه ڪيا سير ۾.

(١١)

هڻي هڻي هيٺ تي، هنٿي تي هيٺي
واهه ۽ ويرن ۾، ٿي واڳن وهيڻي
سير اندر سهڻي، ويچاري وس ڪيا.

(١٢)

دلي سان هوئي دل - داداڻي دلير جي
اڌهي ڏنس اوچتي، جل آندر اجل
ڪل نه هوئي ڪنيار کي، ته خاڪي منجهه خلل
مٽي جو محل - پرزا پاڻي ۾ ڏيو.

(١٣)

هت نه ملي هت کي، سالم سيڻاهين
ڏڏڪا ڏم درياهه جا، ڪپر پيا ڪپين
موج ٻسي مهراڻ جي، مٿيون ٽيون مڇين
پرين ڪين پڇين - هٿڙ هٿڙ هوت کي.

(١٤)

مسجد ۽ محراب جي، ڪانهي ڄڻن ڄاڻ
پرين پيتو پاڻ - ڪعبي ۾ ڪافر ٿي.

(١٥)

ٻاڻ سڃاڻج پاڻهجو، اٿئي ڪل اندر ڳوهر
ڦٽو ڪر ڦيائي جو، ٻاري ٻوهر
جوت پريو جوهر - پاڻهي پسين پار ڪو.

(١٦)

وهي بت ڪده ۾، بت کي ڪرن سجود
پڇي سڌ سلام جي، هيڪر ٿيا هنود
جاتن ۽ جهيٽي سان، وانگا ريائون وجود
ساجد ۽ مسجود - سچل ڏٺ هنگلاج ۾.

(١٧)

صورت سڀ انسان جي، اٿي عشق اصل
خلق الله آدم علي صورته، جزو جهڙو ڪل
الانسان سري انا سره، سچ سچا پيو سل
ٻول نه ٻي ٿون ٻل - هتي هتي هڪ ٿي.

(١٨)

نه بي دينبي بندي ۾، نه اسم اسلامي
هندي سندي ناه هو، شاه ناهي شامي
نڪا حرڪت هنکي، نکي آهي آرامي
خواجا خدامي - پهنجي ڪري پاڻ ٿو.



(١٩)

پهنجي ڪري پاڻ ٿو، خواجا خدامي
غير وڃائي غير ۾، ڪري غازي غلامي
چڱو چوائي ڪاٿهين، ڪٿ بيحد بدنامي
عالم هي عامي - سڌ نه سمجهي سچ جي.

(٢٠)

نڪو آدم اٿهين، نڪو جسم جان
نڪو جزا جاءِ تهين، نا سرت جو سامان
نڪو قدر نڪو جبر، نا خوشي نا ارمان
بيخبري جو بيان - سچل ڪنديرو ڪيترو.

(٢١)

ٻائي جامو جميعت جو، آيو منجهه جهان
جزي جاءِ هت ڪئي، ڏس فائق جو فرمان
جيڪي ڏسين ڏيه ۾، سو اٿي منجهه انسان
نسورا نيشان - سچل سڀ سرير ۾.

(٢٢)

ڇڏي پچر پاڻهجي، ٿا ڪاهن قافون قاف
ڪري ڪعبو قلب کي، طالب ڪن طواف
الفقر لا يحتاج الا هو، صوفي صافون صاف
لاهي غير غلاف - نوري وجهه نور ٿيا.

( ۲۳ )

نفي ۽ اثبات کان، هن خاصا خبردار
عاشق سڏائي خلق جي، ڪڍن مرد ميار
سچا ڏين ڏرم ڪان، بانڪا سي بيزار
هستي کي هوشيار – اوڏو واڃن ڪين کي.

( ۲۴ )

مڪر ساڙ ملڪ کي، لتيرا لتين
الله خير الما ڪرين، سچا نا سمجهين
ڪريو پيا ڪرين – اڏڪلون الله سان.

( ۲۵ )

جپ صاحب جو جپ – تا گرنٿي گر ملئي
قربانئي ڪپ سان، ڪلفت پيو ڪپ
راست توڙي چپ – سچل ساگيو سٿگرو.

( ۲۶ )

پاڻ پوڄاري پاڻهنجو، پهنجو پوڄاري پاڻ
ڄاڻ انهيءَ جي ڄاڻ، *ڄاڻ نہ ڄاڻي ڄاڻ کي.

( ۲۷ )

سيني ۾ صنم، سچل کي سدا
بت جو بت خدا – پوڄاري جي پر ڪٿين.

* [illegible]



( ۲۸ )

سچل کي سدا، سيني ۾ صنم
ڪوڙهيس پيو ڪو ڪم – پٿر جي پوڄا بنان.

( ۲۹ )

پرين سندي پوءِ جا، ڇمان پٿر مون
تهن ۾ ڏٺي آن تون – نظر ناهي ڪو ٻيو.

( ۳۰ )

لڳا هٿ حجر کي، هيڄون سندا هوت
مون ڏٺي تاءِ موت – پٿر تو ڇميو ڇمان.

( ۳۱ )

حجر تو کي هوت – ڇميو پرينءَ چاه مان
راز ڏٺو ٿو ڪو تہ – تو ۾ سڄڻ سپرين.

( ۳۲ )

ڪعبي ڏلي پاڪ کي، پٿر تو پناهہ
هيڄان تو کي هر ڪو، ڇمي منجهان چاه
عاشق آيا تو اتان، صدقو ڪرن ساه
امر سان الله – پٿر پوڄا مون ڪئي.

( ۳۳ )

ديوي رکي دل ۾، جهن من ڪيو مندر
اندر ئي اندر – پوڄاري سو پيو ڏسيو.

(۳۴)

مندر ڪري من ڪي، پوڄاري پوڄاءِ
پار نہ پيو پڇاءِ - پوڄاريا پر بندر جاءِ.

(۳۵)

پوڄاري جي پارڪو، مهاديو تن من
گنگا ڪير رهن - هڏن ڌسن ڏين ڪي.

(۳۶)

مهاديو جن من ۾، پوڄارن تن پرڪر
اڻيءِ پهر اندر ۾، لڪن لڪر الڪر
رکي ويا راز تي، ڪاپڙي سي ڪڪر
جهان ماري جڪر - * هو پوڄا ۾ پر رهيا.

(۳۷)

هرڌا لانہ هير، سيمابي سريرو ۾
سائڙ تي سهاڳ سان، ڪوري ڪيچ غير
سيميا سند و سير - هرڌاتي مان هٿ ڪرين.

(۳۸)

وٺي مت منات جي، لات جي لونج لات
مڙهي ۾ مندر جي، موکي سڀ مرجات
پائين سڀ پرجات - پوڄاري پر بندر جا.



(۳۹)

پوڄاري پر بندر جا، پائين سڀ پرجات
چمق ڏئي چقمق ڪي، ڪڍ خامي ڌرا بات
چاڙئي طرف چو ڪري، دور ڪري درجات
توڙين لات منات - تہ پوڄاري پر ٿئين.

(۴۰)

رام رحيم هيڪڙو، تہ راوڻ ۾ وري ڪير
ڪرشن تي جو ڪنس ڪان، وٺين ويٺو وير
پائي پريم پرلاد سان، تون هرناڪش کي هير
**سچل** ويراوير - پهنجو اتي پاڻ ۾.

(۴۱)

پهنجو اتي پاڻ ۾، **سچل** وير اوير
سريري هي سير - سمجهين تا سر ٿئين.

(۴۲)

ڇا جو شڪ گمان - سڀ ڪا صورت تهنجي
متان ڪرين ارمان - گهلا انهيءَ گالهہ جو.

(۴۳)

خانو هي خيالي - دل جي اندر دل جو
وارج وصالي - ورق وجودي وترا.

(۴۴)

حرف حلال هيڪڙو - ٻيا سڀ حرف حرام.
عاشقن انجام - اهو آءِ عجيب سان.

## ڪافي

ڏاهي ٻاروچو ٻيو - آڌي اهو جو روز ڏسان ٿي
۱. ويني هيڙس وات تي - اچي وسيلو ٿيو
۲. ماڙيءَ ۾ معشوق ڏٺو سي - لعلن پائي ويو ليو
۳. جتن ڪج جتن جو - سنگ سڀ سان ٿيو
۴. سير ساروئي صورتين - پاط قريئن ڪيو
۵. ڪيو سچل کي سرڪيئون - انهن خمارن ڪيو

## ڪافي

لنگهي ويون ڪالهه قطارون - ڪولهڙين جون ڪيچ وڃڻ ڏيه
۱. ڪنديون وبون ڪيچ ڏي - طرحين طرحين تنوارون
۲. ولر ڪيو وڙڪن ويچاريون - ڦٽي ٿيون سي ڦارون
۳. ولر ڪولهڙين جو - ڪهن اندوه اڏاريون
۴. انهن جي افسوس جون - پونديون نيٺ پچارون
۵. سچل هليو سوز ۾ - لاهي لوڪ ميارون.



## ڪافي

جيءَ آئين پلي آئين
ڪهن منزل مون پهچائين تون
۱. سرمد کي ڏئي لت کهائيءَ
سورئي تي منصور چڙهائيءَ
شيخ عطار جو سر وڍائيءَ
هيڏي پند پچائين تون
۲. ذڪريا کي ڪرت چيرائيءَ
يوسف کي منجهه کوه وجهائيءَ
شمس ملن جي هٿان مارائيءَ
عاشق ٿو آزمائين تون
۳. جٽيو ڪفر صنعان وجهائيءَ
بلي شاه کي ذبح ڪرائيءَ
جعفر کي دريا ۾ ٻوڙائي
ڪن کي پار لنگهائين تون
۴. کهاڻي ۾ بلاول پيڙائيءَ
شاه عنايت ميدان مارائيءَ
سچل سدا پند پچائي
عاشق ڏس آزمائين تون

## ڪافي

ساروئي سر آهي- ڪاٿي سچو ڪاٿي ذات سچي جي
١. موج درياءُ حباب ڪٿا ڪيا- ڄاڻڻ کو شڪ ناهي
٢. آهي اونهون اسرار الاهي - ڄا منجها رون ڄاهي
٣. پهنجي پاڻ پسڻ جي ڪارڻ- ڏسڪين تو ڏاهي
٤. عاشق عشق معشوق آهوئي- ڏانءُ ڏاڍو ڪيو ڏاهي
٥. وات اهائي وحدت واري- ڪامل ايندا ڪاهي
٢. ڳالهه سچل جي سالڪ سمجهن- لوڪ ليکي پيو ڄاهي.

## ڪافي

عاشق کي آرام- آءُ تو اوڏو آهيان
١. پيو نہ پانهنجي پاڻ کي- رهين هت نہ عام
٢. تون تا آءُ ئي آهيان - ٻيو دوئي جو دام
٣. ڪيئن ڪيو تو پاڻ کي- بندو ٿي بدنام
٤. ڪفر زلف اسانجو آهي - منهن سندم اسلام
٥. پانهپ پيائي ڪان - سچل ڪر سلام



## ڪافي

ٻل ٻل ٻرين جي پار جي- ڪا نڪا خبر ڪامون ڏئين
١. دوست جي تون ديس ڏي
ڪيئن ڪاله تون اڏري وئين
٢. ول ول اسان جي حال جا
نازڪ ادا ٻيا ٻا نئين
٣. ساري سخيها سوز جا
ڏيئي هيئي سيتي لائج هنئين
٤. ماري منا مشتاق کي
ڪيئن يار تون ياقي لٽئين
٥. ٻورن اندر پرديس ۾
پاڇون اوهان آهيرن ائين
٦. آءُ جي متي تا کهوريس
جاذب سدائي تون جٽئين
٧. سچل سڪي ساري توکي
تون پي تهين سان هو ڪٽئين

## ڪافي

تو ۾ تند جي تنوار- ٻڌين نتو ٻوڙا
١. ڳالهه اهائي ناهي سلڻ جي- خرچين لکہ هزار
٢. دم غنيمت جا هت آهين- ڏينهن دنيا ۾ چار
٣. هتان هلڻ هوت ڏي- لاهي سڀ ميار
٤. سچل کي عشق منجها رون- تڪا تهنجي تار

## ڪافي

دل چين ساڻن جي چمين — پير مغان جو آستان
محبت سچي محبوب جي — بانڪا وڃي ٿون باس ٿان
۱. ڪي ڏينهن مٿي منتار لءِ — ورد ۽ وظائف مون پڙهيا
جڏهن عشق آرا ليا ڏٺا — ٿيون خود خدا جون خواستان
۲. راهون سڀئي گمراه ٿيون — جي مون ڇڏيون ٿون ڳالهڙي
ڪرتون گذ ربي گوڙ ڪون — اٿي راه رب جي راستان
۳. رنگ روح کي لاشڪ لڳو — دنيا ۽ عقبيٰ ٻنهي لڳو
عمري تهين ڪم ڪل ڪيو — وه واه ويا وسواس تان.
۴. ڏڪون ڪان سچل نا ڏرين — بس ٿون مٿان رو چمون ڪرين
هت دردوارن جي پرين — پاڻهي ڪرن ٿا پاس تان.

## ڪافي

عاشق جي احوال جي — ٿون ڪوه نه پڇين ڪل
۱. راڻي ڪاڻ ٿي روئي — محل چڙهي مومل
۲. سهڻي گهڙي سير ۾ — آڏي عشق اجهل
۳. سسئي گوندر گهاريا — پنهون رئي هت پل
۴. ڪڏهن پڌي ڪانڪا — جانگيڙن تي جهل
۵. سڪ سچل کي سرٿيون — ڪيا سيني اندر سل.



## ڪافي

دارون نه ڏيو ڏئين — آهي طبيب عشق منهنجو
۱. دپليون داڙئون سنديون — موتي نال چونتين
۲. ڳالهه اهائي عاشقن جي — هيءَ لائج سان هنتين
۳. اوڏنه اولانيو آئيو — چو ويڄن ڏي وئين
۴. رکه سچل تون سوز سيني ۾ — تا تون سچو ٿئين.

## ڪافي

نادي مجيتا ۾ مطلب
توڙي پنيءَ لڳيءَ سارو جڳ — ته به چا ٿيو
۱. نفي سري خفي اخفا
جاري ٿئي ته قلب — ته به چا ٿيو
۲. ڳالهين ڪئي ڪين ملي ٿو
منصوري منصب — ته به چا ٿيو
۳. ڪاڻ تماشي ڪيترا
پڇن پار عرب — ته به چا ٿيو
۴. ڪري ڏيکارين ڪيترو
عالم کي ٻه عجب — ته به چا ٿيو
۵. نفل نمازون ورد وظائف
ڪيءَ ڪوڙ ڪسب — ته به چا ٿيو
۶. پاڇون عشق الله جي
سچل ٿي جي سبب — ته به چا ٿيو

## ڪافي

مَن غريب جو حال - تو کي معلوم آهي

١. صدقي ڪنهن سو ساڻ تان - هيو سڀ ملڪ ۽ مال
٢. دوست اوهان ڏي ديس ۾ - ڇڙ آه جنجال
٣. ڇٽي ٻڌايان ڪيترو - آريا ڪيئي احوال
٤. مير سچل جو سهڻين - سائين لکيا سوال.

## ڪافي

اڄ هوتن ري مت هاڻ - هيا ڪير لهن مون ساران

١. قاصد ڪيچ وطن ڏانهن - آغا سڪيو آڻ
تي روز وڃايان ڦاران
٢. وڃان وڃاڻان ڪيترا، قريبن جي ڪاڻ
يار ملن شل ياران
٣. آيون اٿيئي پار ڏانهن، اديون ڪري اڪاڻ
ڪونجن جون ٻه قطاران
٤. سنجهي صبح سرتيون، پاروهي جي پاڻ
آهن سچل کي سنڀاران.



## نوٽ

نمبر ٢ مصرع ۾ "آغا" لفظ آيل آهي. انهيءَ مان اسان کي سمجهڻ ۾ ڪونه ٿو اچي ته اهو ڪو آغا جو شعر آهي. اهو ڪلام جهڙي طرح مير صاحب جي قلمي رسالي ۾ پڻ مرزا صاحب واري ڇاپي واري رسالي ۾ آيل آهي تيئن لفظ به لفظ هتي ڏنو ويو آهي. ساڳي طرح اهو نالو (آغا) فقير صاحب پنهنجي فارسي جي ديوان آشڪار جي "۽" جي رديف ۾ پڻ آندو آهي.

"والله عالم بصواب".





## سرمست جو سرائڪي شعر

### ۱- ڪلام

مين تا ڪوئي خيال هان - ليسان نال خيال دي
زهد عبادت تقويٰ طاقت - هي ٻي ڪرڪشال دي
فڪر نهين وچ فاني ٿينوين - ويکين جوڙ جمال دي
اهين منزل اُهي ويسن - صاحب جي احوال دي
مين ديدار ديدار مين وچ - پهر پير ويس وصال دي
سچل سچ ڪريندا ظاهر - الا ڪاظ قتال دي

### ۲ ڪلام

اکيان باز تي دل مرغابي - پيان وچ دست شڪاري دي
عشق رسا نه اتفاقي هوندا - ڪر نهين اختيار ري دي
جري جهن ڪن چنگل ماريا - خيال ڪيا سنساري دي
قيتڪط نال وه مول نه چهندا - منه پيا وچ ماري دي
ڪل تهين ڪون آپي هوسين - مارئي حسن هزا ري دي
سانگا چوء سچل سرستڙا - سو دي نهين بزا ري دي



### ۳- ڪلام

نه مين تاب نا بي تاب - نه مين ابر نا آفتات
نه مين گويا نا مين جويا - نه سوال نا جواب
نه مين خاڪي نا مين بادي - نه مين آگر نا آب
نه مين جني نا مين انسي - نه مائي نا باب
نه مين سني نا مين شيعه - نه مين ڏوه نا ثواب
نه مين شرعي نا مين ورعي - نه مين رنگ نا رباب
ذات سچل دي ڪيهي پڇندين - نالي تا نا ياب

### ۴- ڪلام

قاضيا ڪيهي مسلي پڇنيدين
عشق شرع ڪيا لڳي لڳي
بهشت دوزخ دي ڏي نا دڙڪي
اهي پوڙ اسان ڪنون ڀڳي ڀڳي
باب بره دا ڪوئي نه پڙهندين
ڪاغذ لکيندئين بکي بکي
مين رانجهي دا رانجهن ميڏا
روز ازل ڪنون اڳي اڳي
سچل هيءُ مسڪين نماڻا
توه تيڏي نال تڳي تڳي

### ۵- ڪلام

سوئي ڪم ڪريجي - جهن وچ الله آپ بڻيجي
وچ ميدان محبت والي - دم قدم ڏريجي
اها تڪبير فنا في والي - پهلي پهر پڙهيجي
مار نغارا انا الحق دا - سولي سر چڙهيجي
اندر ٻاهر ڪو هووين - موتو قبل مريجي
وچ ڪفر اسلام ڪڏاهان - عاشق نا ٿر اڙيجي
سبحاني ما اعظم شاني - سچل سر سٽيجي ۰

### ٦- ڪلام

عشق عقل دي نهين نهين - سڻ ري قاضيا
مسلي واليان ڳالهيان ڇوڙين
اڳون اسان نا ڀهين ڀهين
وس اسان ڏا ڪوئي نهين ملا
نال اسان ڪيون کهين کهين
عشق اسان نون علم تسان نون
نال اسان ڪيوين ٺهين ٺهين
صاف دليان دي ڪيٿي هوس
پور پرائي کهين کهين
عاشق هو ڪر آء سچا ٿون
سوز سچڻ دا سهين سهين



### ٧- ڪلام

گم هويا مين گم هويا - انهين سڄڻي وچ گم هويا
خاڪي جسم وچ مين تا ناهيان - اصل ڪنون مين ڏاد م هويا
لامڪاني سير اساڏا - هرجا حاضر هـم هويـا
الله وچون بندا بڻيا - اهين ڳالهين ٻر غم هويا
جيڏي ڪيڏي آهو آها - جاڻ سچل دا ڏر دويا

### ٨- ڪلام

نڪو مين نڪو تئين - تيڏين ڪم اڏان ڪم

۱. نـڪو قرب نڪو بعد - نڪو هجر نڪو جم
۲. نڪو ورد نڪو درد - نڪو غم اڏان غم
۳. نڪو جسم نڪا جان - نڪو دم اڏان دم
۴. نـڪو بت نڪـو رت - نڪو ماس نڪو چم
۵. نڪو غير نڪو وير - هرجاء هـوئـي هـم
٦. اهـو اندر اهو ٻاهر - تي طالب اڏان تم
٧. سچـل سچ ايـنـوين آکيا - اڏان اڏان تم

### ٩- ڪلام

عشق پيو سي زورئون زور
ڪت ملا دي ٿوڙون ٿوڙه
۱. عاشق عشق الله دا چاوڻا
چڪ پڙيا سي ڏورئون ڏور
۲. لک لک ڪاغذ ڪيتوني ڪالي
هن ڪتابي چورئون چور
۳. پير سچل دا عبدالحق هي
نان ڏها ديدا اورئون اور

## کلام

کهاکر سرانه کا — سر میدان آئونگا
گلي اب چهوڑ دلبر کي — طرف ديگر نه جائونگا
نره کو سر چلاتا هون — کڑا کر خيال خاني کا
بساط بره کي بازي — بلاشک وه بنائونگا
دوئي کا دين باطل کر — نکل باهر مذاهب سي
حکم يه ايکا کا — بهرجا مين چلائونگا
وبي يسمع وبي يبصر — نشاني حق کي هوتي هي
وبي ينطق صحيح کرکي — هر سر مين سنائونگا
مقرر هون مسير هون — قدم باهر نه رکهتا هون
ملامت بار باري هي — جو اب سر پر اٹهائونگا
کها يون پيرني مجکو — نه خود کو غير حق جانو
ولا موجود الاهو — نقارا يه بجائونگا
سچي ني سر معني کو — ازل سي تا ابد سمجها
کڑا ره چاه آتش مين — دل و جان سبهه جلائونگا



## کلام

تيري درد مجکو جانا — اب بي خبر کيا هي
مجروح ميري دل کو — اس اکه نظر کيا هي
ناحق مسافرون سي — نينان ني کي لڑائي
هم ني گواه ان پر — سارا شهر کيا هي
ابرو کمان دلبر — مجگان خدنگ خنجر
هم ني انهون کي آگي — سينه سپر کيا هي
تيري هجر مين پيارا — روتا هون زار زارا
وعده لي تيري هم کو — اب منتظر کيا هي
اتني يه بي نيازي — دلبر نه کر سچل سي
اسکي گلي مين تم ني — اک دن گذر کيا هي

## کلام

اگر اپنا قدر جانو سپه سالار تم هوگا
کيا اندر کيا باهر همه اظهار تم هوگا
عجب هي بات باطن کي بگوش دل سنو صاحب
يقين کي آئو ميدان مين اصل اسرار تم هوگا
گمان کو چهوڑ آديکو دوئي کو دور کر دل سي
جسي کي طلب کرتي هو وهي دلدار تم هوگا
کيا کيا کام اسکندر جو فاتح ملک کهلاتا
پکڑلي ملک دليون کا سکندروار تم هوگا
سچل کي ذات ظاهر هتي سچا، سچ هي جو وهي هي
فکر کرتو اري جاهل وهي تکرار تم هوگا

## ڪلام

حق پاڪ هيءَ حق پاڪ هيءَ حق خالق الاخلاق هيءَ
ڪب خورم و بيباڪ هيءَ ڪهين غاضب و غمناڪ هيءَ
ڪب حيدر قرار هيءَ مشڪلڪشا دلدار هيءَ
ڪب دلدل سوار هيءَ ڪب مالڪ افلاڪ هيءَ
ڪب شه حسين و شهه حسن رنگين پايا پيرهن
ڪب سبز ڪب سرخ و بدن وه واه خوش پوشاڪ هيءَ
ڪب تها عدو ڪب يار تها ظلمات ڪب انوار تها
سچل يهي اسرار تها ڪب عيش ڪب دل چاڪ هيءَ



## سرمست جو فارسي شعر

## ڪلام

اگر خود را خدا داني خدائي
وگر خود را گدا داني گدائي
اگر داني تو خود را ناوڪ گل
پس آنگه در گلو محبوب آئي
بهر جا آنچه بيني جلوه اوست
بگو با من ڪه باقي تو ڪجائي
بود شب روز با تو يار مونس
ڪه فرق مولميدارد جدائي
خدا مخفي ست در دل آشڪارا
ڪه خوش داره صفائي با وفائي

## كلام

دلا بگذر ز شيخي و ز پيري
برو بگزين رسم و ره فقيري
اگر مردم ترا درويش خوانند
مبارک باد خوشتر از اميري
بلا خلل ست مسكيني غريبي
بود بهتر ز شاهي هم وزيري
كه فخر و فقر كي گنجد بيک جا
ولي الفقر فخري را بگيري
اجل هرگز بتو راهي نيابد
كه موتو قبل موتو گر بميري
بسي شاعر نهان شد آشكارا
كجا ذوقي كجا رفته حقيري



## كلام

در دو عالم بادشاه عشق سيار آمده
گه بمومن گه بمسلم گه بكفار آمده
نعره انا الحق زده منصور بر سر دار شد
تيغ مشلاش ناگهان بر شيخ عطار آمده
تا كه از لاهور سرمد رفت و در دهلي رسيد
سر برا نيده زخود تكرار بيزار آمده
در طريق عاشقي صنعان برفته خويشتن
كرد سبحه بر طرف در زير زنار آمده
شاه شرف الدين قلندر بو علي سردار عشق
يار قاتل او ببين از ملكه تاتار آمده
نجم الدين كبرا و عبد الله هروي هر دو يار
قتل گشته آن زليخه عشق دركار آمده

درخراسان بوده عاشق نام عبدالخالقش
او که در مجموع علماء دان گرفتار آمده
عشق سلطان واقع با شمس تبریزی چکرد
پوست از جسمش جدا کرده بدیدار آمده
خواجه بوالعباس با منصور بوده همرفیق
اندرین میدان عشقش یار با یار آمده
شیخ هیکل بوده در بغداد شاگرد حلاج
دست شست از زندگانی پس بسردار آمده
صوفی شاه عنایت در سواد سنده بود
او هم از شمشیر عشقش بس نگوسار آمده
من کریمم من رحیمم شاه کربل دم زده
**آشکارا** من کیم او خود با قرار آمده



**کلام**

غریبی بیکسی شد مایهٔ ما
که بالاتر بوده این پایهٔ ما
دلم پر غم پریشان اشتیاقش
ز دردم شیر داده دایهٔ ما
بدانستیم ما کان یار دوست
ولی نزدیک تر همسایهٔ ما
نمیدانم فغان این نالها چیست
خوش آمد دوست را این هایهٔ ما
ندا آمد بگفتا **آشکارا**
که پرورده توئی در سایهٔ ما

**کلام**

هر کجا پر جا بجا پر من خدایم من خدا
تا چه شد پوشیده ام کز درد این خاکی قبا
این سخن صدق ست بر ما مردمان باور کنید
جمله بشناسند ما را بادشاهم نه گدا
ایکه من سیمرغ قافم روبسو مردار نیست
هست پروازم چو عنقا در میان ارض و سما
من شدم او شد درین شکی نه باشد زاهدا
کوس منصوری بکوبم اندرین هردوسرا
**آشکارا** هوش داری باش همچو بندگان
بر در پیر مغان هردم کنی صدالتجا

سرمست جو فارسی شعر ( [illegible]

## ڪلام

ما سبق خوانديم از ديوان عشق
هست در هردو جهان سلطان عشق
رمز الانسان سري گوش ڪن
باليقين دان صورت انسان عشق
عشق غيري نيست گر پرسي زما
في الحقيقت هست آن رحمان عشق
او نگنجد در زمين و آسمان
گر بدل آيد ڪسي جولان عشق
زود شو اي آشڪارا سر بده
آمده بر عاشقان فرمان عشق



# صوفي اصطلاح

## الف

آب حيات = ١. عشق ۽ محبت جو چشمو جنهن شخص ان مان چڪو چکيو سو ڪڏهن به فاني ۽ معدوم نه ٿو ٿئي ٢. دم، جو حياتيءَ جو هڪ وسيلو آهي يا خود حياتي آهي.

اثبات = (ثابت) ١. عبادت جي حڪمن کي بجا آڻڻ ٢. حق کي ثابت رکڻ باقي باطل ڪرڻ ٣. ملڻ جي چيزن جو ثابت ڪرڻ. اسلام جي ڪلمي جو ٻيو حصو (الا الله)

احد = (احد - هڪڙو) ١. اسم ذات جنهن سان صفت جو واسطو ڪونهي - "الاحد المتوحد با الصفات" (احد صفات ۾ اڪيلو آهي)

آدم = (دم - سو انس) خدا ۽ روح عالم جو خليفو. جو ڪجهه خدا تي اطلاق ڪرن ٿا ان جو اطلاق خدا جي خليفي تي به روا

آهي ٢. دم جي پيدائش ٣. دم جو پهلو ٤. خيالي وجود ٥. خيال ٦. خدا جي صورت ٧. ڪندم ڪون ٨. ساهه دار.

نوٽ- ڪرچ ساهه سڀني جاندارن ۾ آهي پر منجهن ڄاڻ سڃاڻڻ جي شڪتي ڪانهي. تهڪري اهو نالو مٿن اچي نه ٿو سگهي، سواءِ انسان جي جو منجهس اها طاقت آهي.

ادراڪ = صوفين جي نزديڪ ادراڪ جا ٻه قسم آهن ١. ادراڪ بسيط يعني حق جي وجود کي ڄاڻڻ. مگر انهيءَ ادراڪ کان پڻ غفلت رهي ۽ انهيءَ ڳالهه کان به غافل هجي ته جو ڪجهه ادراڪ ڪيو ويو آهي اهو حق جو وجود آهي ٢. ادراڪ مرڪب يعني حق جي وجود کي ڄاڻڻ، مگر انهيءَ ادراڪ جو شعور به رهي ۽ هي به معلوم ٿئي ته جو ڪجهه ادراڪ ٿيو آهي اهو حق جو وجود آهي.

اعتڪاف = دنيا جي شغل کان دل کي خالي ڪرڻ.

افق اعلي = ١. روح جو پهريون مقام
واحديت الوهيت جو مقام

افق مبين = دل جو پهريون مقام



آفتاب = صوفي ڪلامن ۾ آفتاب جي ڀيٽ روح سان ڏين ٿا ۽ ڪهڙا الله جي نور کي آفتاب چون ٿا ۽ نور محمدي کي مهتاب سڏين ٿا.

الله = خدا جو ذاتي نالو آهي باقي نالا اسماءِ حسني ۾ داخل آهن يعني جيڪي خوبيون الله جي ذات ۾ آهن انهن موجب نالو سڏيو ويو آهي. اهڙا ٩٩ نالا قرآن شريف ۾ آيل آهن. (الله نفي، هو اثبات) ال- لا- هو.

انزعاج = اها منزل جنهن ۾ سماع جي تاثير سان طالب کي وجد ۽ موج اچي.

انسان = ١. (انس - پيار) محبت نسيان= ڀل
٣. الاهي علم جو جامع.

اوليا = ولي جو جمع - خدا جا دوست. هن ۾ غوث، قطب، قلندر، ابدال، سالڪ ۽ محبوب سڀ اچي وڃن ٿا.

اهل ذوق = اهي آهن جن جي تجليات جو حڪم سندن قلب ۽ روح جي مقام کان نفس ۽ قوي جي مقام تي نازل ٿئي ٿو.

گويا هو اهو حس ۽ ذوق سان معلوم ڪرن
ٿا. هي حال سندن پيشانيءَ مان معلوم ٿئي ٿو.
ايمان = ١. صوفي ايمان علم بقا جي مرتبي
کي چون ٿا ٢. ڪي عشق کي ايمان
سڏين ٿا ٣. امان ۽ اڄڻ ٤. خدا تي يقين
رکڻ ٥. گناهه جو پڇتاءُ ايمان جي نشاني
آهي (ايمن - سلامت)

## ب

بارق = روشني جا الله جي طرفان اچي ٿي پر
جلدي وسامي وڃي ٿي.
باطل = ١. معدوم ٢. ناچيز ٣. خدا کانسواءِ
ٻيو جو ڪجهه آهي.
برزخ = ١. روح اعظم (پرماتما) ٢. عالم مثال
٣. مرشد جي صورت.
بسط = طالب تي هڪ اهڙو وقت اچي ٿو، جنهن ۾ هن
کي اميد، خوشي ۽ رقص حاصل ٿئي ٿو.
بُعد = الله جي مرضيءَ جي مخالفت ڪرڻ کي
صوفي بعد سڏين ٿا.



بقا = هر شيءِ ۾ الله جي قدرت کي ڏسڻ ٢. هستي
جو قائم رهڻ.

## پ

پير خرابات = مرشد ڪامل - سچو ستگر.
پير مغان = مرشد - گرو (پارسين جي پير يا
گرو کي مغ يا مغان سڏيندا آهن)

## ت

تجلي = غيب جي نور ڪان جو ڪجهه دل تي کلي.
تجلي اعظم = ١. واجبي فيض ٢. غيب جي حقيقت.
تجلي ذاتي = اها تجلي، جنهن جو سينٽر (مرڪز)
ذات آهي.
تجلي شهودي = اها تجلي جا حق جي وجود جو
ظهور آهي، جنهن کي اسم النور چوندا.
تجلي ناري = شيطاني تجلي.
تجلي صفائي = اها تجلي جنهن جو مرڪز الاهي
صفات ۾ ڪائي صفت هجي.
تجريد = پنهنجي هستي دل مان ڪڍي ڇڏڻ.

خلق کان الڳ رهائش.

تفريد = ١. پنهنجي هستي صاف مٽائي ڇڏڻ ٢. هردم حق جي همراهي چاهڻ ٣. خلق کان يڪاتو ٿي رهڻ.

تفڪر = ١. دل جو چراغ ٢. عبرت جو چراغ ۽ سمجهه جي ڪنجي ٣. حقيقت ۽ طريقت جي ڪيتي.

تقليد = ٻي آدمي جي قول ۽ فعل (ڪم) کي حق سمجهي ان جي پيروي ڪرڻ ٢. ٻي جي قول کي دليل، ڪانسواءِ قبول ڪرڻ.

تلوين = طالب جو پنهنجي حالتن ۾ ڦير گهير ڪرڻ يعني ڪڏهن ڪجهه ٿيڻ ڪڏهن ڪجهه ٿيڻ. اهو صوفين جي نزديڪ نقصان کان خالي نه آهي ٢. استقامت جي طريقي ۾ ڪوئي مقام ڳولڻ ٣. مشاهدي ۾ جيڪا هميشه طالب جي حالت ڦرندي گهرندي رهي ٿي، ان کي صوفي تلوين چون ٿا.

تمڪين = تلوين ۾ قايم ٿيڻ. جيسين طالب راهه ۾ آهي تيسين صاحب تلوين آهي. ڇاڪاڻ ته هو هڪڙي حال کان ٻي حال جي طرف ۽ هڪڙي وصف کان ٻي وصف طرف، ترقي



ڪرڻ وارو آهي. جڏهن واصل ۽ متصل ٿي وڃي ٿو تڏهن کيس تمڪين جو صاحب سڏين ٿا.

توحيد = ١. هيڪڙائي ٢. فرق ۽ جمع جي احديت

توجه = ١. مرشد جي مريد جو دل ۾ همت پيدا ڪرڻ ٢. مرشد جو باطني همت سان مريد جي دل کي باطل ڏانهن ڇڪڻ ٣. مريد جي دل کي پنهنجي خيالي سيقل سان صاف ڪرڻ ٤. مريد جي دل کي پنهنجي خيالي طاقت سان روشن ڪرڻ.

ج

جبروت = ١. عالم درمياني (وچون) ٢- وحدت جو مرتبو ٣. نسيان جو سير.

جلال = الله جي قهر جون صفتون.

جمع = رڳو الله جي خيال ۾ غرق رهڻ.

جمع الجمع = فنا في الله يعني الله جي ذات ۾ فاني ٿيڻ.

## ح

حال = ارادي ۽ ڪشش کان سواءِ دل تي وارد ٿيڻ واري حالت.

حضور = دل سان خلق جي خيال کان پاسي ٿي الله جي طرف رجوع ٿيڻ ۲. وحدت جو مقام ۳. الله جي اڳيان موجود

حق = ۱. سچ ۲. جا چيز طالب تي الله جي طرفان واجب آهي ۳. جا چيز الله پنهنجي ذات تي واجب رکي آهي.

حق اليقين = طالب جو حق ۾ فاني ۽ باقي ٿيڻ.

حقيقت = سڀ ڪجهه الله جي طرف کان سمجهڻ.

## خ

خرابات = ۱. مظهر جلالي (تجلي قهاري يعني حضرت موسيٰ واري) ۲. مرشد جو آستانو جنهن سان طالب پنهنجي پيشاني گسائي ۳. مقام وحدت (از گلشن راز) ۴. خيالي صورتن کان خالي مقام ۵. دنيائي کان ٻاهر مقام.



نوٽ - خرابات لامڪان جي گويا چوڪٽ آهي. اها انهن عاشقن جي منزل آهي جي ٻنهي جهانن جي قيد کان آزاد آهن. اهي ڪنهن به خاص مقام ۾ نٿا رهن. اهڙن فقيرن کي رند ڪري سڏين ٿا.

خطره = ۱. انديشو، جو دل ۾ اچي ۲. اها خواهش جا بندي کي رب جي طرف ڇڪي ۽ بندو ان کي دفع ڪرڻ ۾ قادر نه هجي.

خفي = خاص لطيفو يا آستان يا سيار بدني جنهن جي جاءِ پيشاني آهي (جتي شو مهراج جو ٽيون ليتر مڃيو ويو آهي) هن کي هندو ترڪٽي چوندا آهن.

خلق = اهو عالم، جو ماده جي وسيلي موجود هجي. (مثلا) انسان، حيوان، معدنيات ۽ نباتات وغيره.

خيال = عالم مثال يعني اهو عالم، جو عالم ارواح ۽ اجسام (جسم) جي وچ برزخ آهي ۲. خدا ۳. آدم ۴. عشق ۵. لطيف بخار. ۶. ڪشش ازلي ۷. اها چيز جا مڪان ۽ زمان جي پابند ناهي ۸. مان، تون، هو

### د

دل = ١. لطيفو روحاني ٢. خيال ٣. عشق ٤. کبي پاسي هڪ صنوبري شڪل گوشت جو ٽڪر ٥. ڪعبو (بيت الله) خطرن جو محل.

دل اگر اين خانهٔ آب و گل است
هرهم از اقبال تو صاحب دل است

### ذ

ذوق = الاهي تجلين جي شروع ٿيڻ واري منزل کي صوفي ذوق جي منزل سڏين ٿا.

### س

سالڪ = جنهن پنهنجي مقامات کي پنهنجي حال سان طئي ڪيو هجي. انهيءَ صورت ۾ ان جو حال ۽ مقام بغير علم جي هڪ ٿي ويندو.

سڪر = دل ۾ قوي خيال جي اچڻ سبب ان غفلت جو پيدا ٿيڻ.

سوا = الله جو خلق ۾ لڪڻ ۽ خلق جو الله ۾.



### ش

شراب = ١. عشق الاهي ٢. دم ٣. معرفت جو نشو ٤. تجلي ٥. مستي.

شوق = ١. دل کي سندس خواهش کان ڇڏائي محبوب جي لقاءَ طرف ڇڪڻ ٢. حق جي طرف ڪشش.

### ط

طالب = ١. اهو شخص جو طبعي شهوتن ۽ نفساني لذتن کان لنگهي ويو هجي ٢. خودي ۽ دوئي ۾ قائل نه هجي ٣. ڪثرت کان وحدت ۽ وحدت کان ڪثرت طرف اچي وڃي ٤. اهو جنهن کي ٻنهي جهانن ۾ سڪون (ٻيهڪ) ناهي ٥. جنهن کي ڪنهن به مقام ۾ قيام نه هجي.

طلب = ١. ياد حق ٢. حق جو خيال.

## ع

عارف = (گياني) ١. حقيقت جو ڄاڻندڙ ٢. اهو شخص جو حال ۽ شهود جي طور تي ذات ۽ صفات جو مشاهدو ڪري ٣. اهو انسان جنهن کي الله پنهنجي ذات ۽ صفات سان بينا ڪري. انهيءَ کي هندو گيان يوگ جي منزل ڪري سڏيندا آهن.

نوٽ – عارف ڏڏل ڳالهه ڳالهائيندو ۽ عاقل ٻڌل.

عاشق = (ويراڳي) اهو شخص جو عقل کان دور هجي ٢. تنهن کان چوٽيءَ تائين بي خبر ٣. معشوق جي مشاهدي ۾ غرق ٤. جنهن کي ٻاهه لڳل هجي ٥. مدهوش ٦. مجنون ۽ بيقرار ٧. ديدار ۾ محو ٨. دنيا کان بيزار ٩. سڪل (اهڙي طرح جهڙي طرح وڻ ويڙهي وڻ کي سڪائي ٿو)

نوٽ – عارف محنت سان وڃي ٿو ۽ عاشق محبت سان. محنت ۽ محبت ٻنهي ۾ رڳو نون ۽ ٻي جي نقطي جو فرق آهي سو ته حرف ساڳيا آهن عارف جي نون جو نقطو ناز وارو آهي جو مٿان آهي ۽ عاشق جي ٻي واري نقطي ۾ نياز آهي جو هيٺان آهي.



عرش = اهو مڪان جتان قضا ۽ قدر جا حڪم نازل ٿين ٿا. جتي نڪا صورت آهي ۽ نه جسم ٢. دل ٣. خيال ٤. لطيفه اخفيٰ (انسان جي چوٽي يعني تارون وارو آستان)

عشق = ١. ٻاهه ٢. محبت جو آخرين درجو ٣. مستي ۽ مدهوشي ٤. ڪشش ازلي ٥. ڪمالات جي جميعت، جو هڪ ذات ۾ جمع هجن ۽ هي حق کان سواءِ ٻي ڪنهن ۾ ڪين آهن ٦. ذات احديت مطلق ٧. رحمت الاهي ٨. حقيقي خيال ۽ محويت جو مڪان. مجازي معنيٰ وڻ ويڙهي، جنون.

علم اليقين = يقيني ڄاڻ جا ڳالهه دليل سان ثابت ٿئي.

عين اليقين = جا ڳالهه مشاهده کان پيدا ٿئي يعني ڏسڻ سان يقين ٿئي.

## غ

غين – ڪڪرو هلڪو پردو آهي، جو دل جي صفائي بعد نوراني تجلي جي پيدا ٿيڻ ڪري دور ٿئي ٿو ۽ تنهن کان پوءِ يقين قائم ٿئي ٿو.

## ف

فاني = ١. اهو شخص جو وحدت جي درياءَ ۾ غوطو هڻي ۽ بلڪل محو ٿي وڃي ٢. بي نام ۽ نيشان ٿي وڃڻ ٣. هستيءَ جو اثر ناس ڪرڻ ٤. شڪلين جو ڦير گهير يعني هڪ وجود جي شڪل بدلجي ٻي ٿيڻ يا هڪ شڪل جو ٻي ۾ ٻڙو ٻورول ٿي وڃڻ.

فقير = ١. الفقر لايحتاج الاهو (فقير اهو آهي جو الله جي ذات کانسواءِ ٻي جو محتاج نه هجي) ٢. نيستيءَ جي درياءَ ۾ غرق ٣. نفي جو مالڪ ٤. حق جو ڳولهيندڙ ٥. موت ۽ زندگي جو مالڪ ٦. ف = فاقہ = ق = قناعت، ي = يقين، ر = رياضت ٧. سچو ٨. جنهن وٽ هڪ ڏينهن جو توشو نه هجي.

فڪر = ١. وحدانيت جي خيال ۾ غرق رهڻ ٢. اونهو خيال ٣. محويت ٤. وحدت وجود مطلق جو سير.

"ذڪر بي فڪر چون شجر بي ثمر"



فنا = ١. فقير جي خاص خصلت ٢. نور الاهيءَ ۾ محو رهڻ ٣. نابودي ٤. باطن تي حق جي ظهور جو ايترو غلبو هجي جو سواءِ الله جي ٻين ڪنهن جو شعور نه رهي. ٥. فنائي فنا انهيءَ کي چوندا جو انهيءَ بي شعوري جو به شعور نه رهي پڻ فنا به خود فنا ۾ داخل رهي. جيڪڏهن فنا جي صاحب کي سچ پچ پنهنجي فنا جو شعور هوندو ته سمجهبو ته هو فنا نه آهي ٦. ڪم ٿيڻ ٧. نيست ٿيڻ.

فيض = تجلي اعظم (مها جوت)

## ق

قبض = ١. خوف جو خيال اڳيان اچڻ ٢. فقير جي دل جو ڪومائجڻ يعني صبر ۽ بندش ۾ اچي وڃڻ.

قلب = ١. روحاني لطيفو جنهن جو تعلق دل سان آهي، جا بدن ۾ کٻي طرف موجود آهي. حڪمت ۾ هنکي نفس ناطقہ، روح باطن ۽ نفس حيواني چون ٿا ٢. بيت الله (الله جو گهر)

٣. خيال ٤. اها چيز جا هڪ جاءِ بيهڪ نہ
وٺي ٥. هميشہ جاري ٦. خطرن جو محل.

## ڪ

ڪشف = ١. جو ڪجهہ معاني غيبي ۽ امور حقيقي
پردن ۾ لڪل آهي، ان مان واقف ٿيڻ.
٢. کولڻ. ڪشف ٽي آهن ١. ڪشف القلوب
(قلب جو کلڻ) ٢. ڪشف القبور (قبر
يعني دفن ٿيل چيزن جي خبر پوڻ) ٣. ڪشف
العلوم (الاهي علم جو کلڻ)

ڪافر = ١. ذات جو لڪائيندڙ ٢. ڪثرت جو
وحدت ۾ لڪائيندڙ ٣. حق لڪائيندڙ ٤. پنهنجي
هستيءَ کي ذات الاهيءَ ۾ محو ڪري بقا ۽
حق تعاليٰ سان باقي رهي ان تي وڃڻ وارو
٥. ڏڻي جي نعمتن جو ناشڪر.

ڪل = ١. واحد مطلق ٢. سڀني اسمن جو جامع
٣. اسم اعظم ٤. وحدت جو درياهہ ٥. برهم
٦. حق ٧. دم ٨. زيست (حيات) ٩. مطلق
نور يا مطلق هستي.



## ل

لاهوت = ذات جو مرتبو
لطائف ستہ = انسان جي وجود ۾ جيڪي ڇہ لطيفا
آهن جن کي ڇہ آستان بہ چوندا آهن کي
لطائف چوندا آهن. هندن جي ٻيڪن ۾ اهي
نو آستان آهن. انهن جي پيٽ پاڙيسن
سيارن ۽ گرهن سان ڏين ٿا. پير طريقت
جي قول موجب انهن لطيفن جا انسان ۾
هيٺيان محل مقرر آهن.
١. لطيفو نفسي – محل دن
٢. لطيفو قلبي – محل دل
٣. لطيفو روحي – محل سيني ۾ ساڄي طرف
٤. لطيفو سري – محل فم معدهہ (جتي سيني
واري ڪڏ آهي)
٥. لطيفو خفي – محل پيشاني
٦. لطيفو اخفيٰ – محل چوٽي
هنن کي اطوار ستہ بہ سڏيندا آهن.
هندو مها تمائون اهي آستان هيٺين ريت
ڏيکارين ٿا.

١. گدا - گدا جو آستان
٢. لنگه - اندري (آلت) جو آستان
٣. ڏاڍي - ڏن جو آستان
٤. من - دل جو آستان
٥. ڪنڌ - نڙگهٽ جو آستان
٦. ٻرنجڻ - اکين جو آستان
٧. ڀرڪٽي - پيشاني جو آستان (جتي شو مهراج جو ٽيون نيٽر مڃيو ويو آهي).
٨. ڏسوون ڏوار چوٽي جو آستان
٩. ڪي ڪياڙي وارو آستان به ثابت رکن ٿا.

م

محو = ٻندي جا افعال الله جي فعل ۾ فنا ٿيڻ ٢. الله کان سواءِ ٻي هر چيز کان بي خبري.

مريد - ١. اهو شخص جو اراده کان خالي هجي ٢. خدا جي اراده تي هلندڙ ٣. پنهنجو ارادو، الله جي اراده ۾ فنا ڪري ڇڏڻ وارو ٤. جو سچي اراده سان الله سان واصل ٿيڻ جي غرض سان ڪنهن واصل با الله فقير جي رهنمائي هيٺ اچي.



نوٽ - شاگرد استاد کان سوال ڪري سگهي ٿو مگر مريد کي مرشد سان سوال جواب ڪرڻ جو حق ڪونهي.

مرشد = ١. گمراهي کان ڪڍندڙ ٢. الله ۽ ٻندي جي وچ وسيلو ٣. حق جي راهه ڏيکاريندڙ ٤. الله جي صورت ٥. مجازي خدا ٦. حڪم ڪندڙ ٧. مسجود لهو.

مراقبه = ١. ٻندي جو هميشه هن ڳالهه کي ڄاڻڻ ته الله هر دم منهنجي حال کان واقف آهي. ٢. دل کي خدا جي حضوري ۾ حاضر ڪرڻ ٣. صفات کي ترڪ ڪري ذات ڏانهن رجوع ٿيڻ.

مسافر = اهو آدمي جنهن پنهنجي فڪر جي وسيلي سان عقل ۽ اعتبار کي طيءِ ڪري دنيا جي ڪناري کان آخرت جي ڪناري تائين عبور ڪيو هجي.

مشاهدو = ١. چيزن جو توحيد جي دلائل سان ڏسڻ. ٢. درشن ۽ ديدار جو اهو طريقو جنهن ۾ شڪ باقي نه رهي.

مڪاشفه = ١. جنهن چيز جي جا حالت هجي ان

ڪي انهيءَ حالت ۾ سمجهڻ ٢. راز جو کلي پوڻ ٣. ناسوت، ملڪوت، جبروت ۽ لاهوت جي ظاهر ٿيڻ کي مڪاشفه چوندا. ٤. خيال جو کلڻ ٥. دل ۾ روشني جو پيدا ٿيڻ، جنهن سان سڀ ڪجهه ڏسي سگهجي.

ملڪوت = عالم ملڪي يعني ملائڪن جو جهان.

لاهوت = ١. اها جاءِ جتي خواهش نفساني ٽٽي رهي ٢. خدا جي ملاقات ٣. صورت جو بدلجڻ ٤. عالم ارواح ۾ پهچڻ جو طريقو ٥. وجود جي فنائي.

نوٽ — جو شخص پنهنجي خواهش نفسانيءَ کان مري ٿو اهو الله جي خواهش سان جيئرو ٿئي ٿو.

موت احمر = نفس جي مخالفت

موت ابيض = بک سان نفس مارڻ (بک ۾ نفس کي مارڻ ۽ باطن (اندر) کي منور ڪرڻ جو هڪ ذريعو آهي)

موت اخضر = قناعت سان نفس کي آرام ڏيڻ

نوٽ — قناعت ۾ نفس لاءِ هڪ موت آهي جهڙي طرح فقير سادا سودا ڪپڙا



پائي وقت گذاريندا آهن. کاڌو سادو کائيندا آهن. ڳالهائيندا ٿورو آهن وغيره.

موت اسود = خلق جا ايذاءِ ۽ تڪليفون برداشت ڪرڻ.

نفس = ١. هڪ روح آهي، جنهن کي الله دل تي غالب ڪري ٿو ته دل جي باهه وسامي وڃي ٢. اها چيز جا بندي جي وصفن ۾ دل تي پيدا ٿئي ٣. وجود (سرير) جنهنجي حرڪت سبب ان خواهشون پيدا ٿين ٿيون. ڪن فقيرن جو قول آهي ته خواهش جو نالو نفس آهي ۽ نه هن وجود (سرير) جو. ڪن جو چوڻ آهي ته اهي خواهشون نفس جو لشڪر آهن، جهڙيءَ طرح ڪام، ڪروڌ، موهه لوڀ ۽ اهنڪار.

### نفس جا قسم

١. نفس اماره ٢. نفس مطمئنه ٣. نفس قدسيه ٤. نفس رحماني ٥. نفس ناطقه

## و

واصل = ١. پاڻ مان نڪري خدا جي نور ۾

ل ۾ ٿي ويل ٢. نيستيءَ جي بحر ۾ غرق ٿي ويل.

وجود الاهي = حق تعاليٰ جو صفات ۾ ظهور ڪرڻ.

وجد = دل ۾ اهڙو احوال پيدا ٿئي جنهن سبب مدهوشي ۽ مستي اچي وڃي.

وصل = ١. ڪنهن چيز جو حاصل ڪرڻ ٢. وحدت حقيقي ٣. طالب جو پنهنجن وصفن سان ڪئي ذات ۾ فنا ٿيڻ ٤. ڪنهن به وقت محبوب کان جدا نه ٿيڻ يا غافل نه رهڻ (هميشه گڏ) هيءَ بقا جي منزل آهي.

ولايت = ١. بندي جو حق سان قائم هجڻ. ٢. پنهنجي نفس کان فنا ٿيڻ.

هفت منزل = اهي ست واديون آهن جنهمان طالب لنگهي ٿو. شيخ فريدالدين عطار منطق طير ۾ انهن جو هيٺيون احوال ڏنو آهي.

١. وادي – طلب جي
٢. وادي – عشق جي
٣. وادي – معرفت جي
٤. وادي – فنا جي
٥. وادي – توحيد جي
٦. وادي – حيرت جي
٧. وادي – فقر جي

# شرح ۽ معنيٰ

## خيال اول

وحدت = هيڪڙائي

حق = سچ – برهم. جا چيز طالب تي الله جي طرفان واجب آهي. جا چيز الله پنهنجي ذات تي واجب رکي آهي.

حق موجود = سچ هميشه قائم آهي. اهو برهم جنهن کي مطلق هستي يا ڪل سڏجي ٿو اهو هر جا موجود آهي يعني لامڪان آهي.

نوٽ – جهڙي طرح مسلمان بسم الله سان ۽ هندو اوم سان سڀڪا چيز شروع ڪندا آهن، اهڙي طرح صوفي حق موجود سان شروع ڪندا آهن.

آسا = هڪ راڳ جي ڏڍ جو نالو هو جا سويرو صبح جو انهيءَ سر ۾ پرميشور جي ڀڳتي جا گيت ڳائيندي هئي. تهنڪري انهيءَ سر تي آسا جو نالو پئجي ويو. (ڏسو آسا جو سر)

اول = شاهه صاحب پنهنجو رسالو اسلامي رواج موجب پهريون الله جي تعريف فرض سمجهي "اول الله" جي ٻالي سان شروع ڪيو آهي. پر سچل سرمست اول پاڻ کي خدا ڄاڻڻ فرض سمجهي پنهنجو رسالو "اول پيري پيچ" جي لفظن سان شروع ڪيو آهي. اهو آهي فرق ٻنهي جي "اول" لفظ آڻڻ جو.

"اول الله عليم عالي عالم جو ڌڻي" (شاهه)

اول پيري پيچ - سچل بند خيالات جا
ٿيون پيچارا وچ - حلاجي حيرت ۾ (سچل)

حلاجي حيرت = انا الحق آکڻ، پاڻ کي خدا سڏائڻ وارو خيال.

پيري = ڦيري
بند = بندن - بند شون.
حلاجي = (حلاج - پيڃارو) حسين بن منصور پيڃارڪو ڪم ڪندڙ هو. تهنڪري ڪيس



حلاج ڪري ڪوٺيندا آهن. هو عام طرح منصور جي نالي سان مشهور آهي ۽ پر حقيقت ۾ منصور پڻس جو نالو هو. هو اصل ايران جي بيضا ڳوٺ جو رهاڪو هو. منصور هندستان ۽ چين جو سير به ڪيو آهي. هن پاڻ کي خدا سڏايو، جنڪري ملن ڪيس سوليءَ تي چاڙهي سندس خاتمو ڪيو.

سولي = انهيءَ لفظ کي سنڌي ۾ سوري به ڪري سڏيندا آهن. فارسي ۾ سول سڱن کي ڪوٺيندا آهن. سوليءَ کي به چوٽيءَ ۾ تيز سڱا جڙيل هوندا هوا. جن جي وچ ۾ ڏوهي کي ويهاريندا هوا. ڏوهي جي ڦٿڪڻ ۽ ڪرڻ تي اهي سڱا منجهس پيا تڇبا هوا.

حلاجي حيرت ۾ = منصور واري خيال ۾ يعني انا الحق چئو.

نوٽ - جيڪڏهن تون چاهين ته مان خدائي نعرو هڻان ته پهرئين اهي نفساني خواهشون جن کي من جون اپاڌيون چئجي، تن کي پاڻان آجو ڪر.

ضلالت = (ضليل - گمراهه) گمراهي.

ذلالت = (ذليل - گنهگار) خواري - گنهگاري.

الله = خدا جو ذاتي نالو. باقي نالا اسماءِ حسنيٰ ۾ داخل آهن يعني جيڪي خوبيون الله جي ذات ۾ آهن انهن موجب نالو سڏيو ويو آهي. اهڙا (٩٩) نالا قرآن شريف ۾ آيل آهن.

(الله = نفي، هو = اثبات. صوفي اصطلاح موجب)
(ال - لا - هو)

ال = (The) لا = نفي، هو = اثبات.

نگريا = نڪتا.

اصولي = اصل (جڙ - پاڙ) اصول واري مٿي تي پڌل - ٻج.

اسرار = (واحد سر - ڳجهه) ڳجهه - سنڌيءَ ۾ گهڻو ڪري عربي ۽ فارسي جي جمع کي واحد جي صورت ۾ بي ڪم آندو اٿن. جيئن ته روح = ارواح. ولي = اولياء مثلاً مان فلاڻي اولياءَ تي ويندس.

ادب = بندش - رڪاوٽ (شريعت)

اوٽ = اولو - بندش - بند.

اوڏ (پيچ - توڙ) ميٺي چڏ، پڇي چڏ، وڏي چڏ



نوٽ - ڪپڙي جي وٽ پڇي سمل کي بہ اوتي چوندا آهن.

ٽوڪ - طرحين طرحين ڪاڄ

قيامت = (قيام = اڀيان بيهڻ) قيامت جي ڏينهن ساري مخلوق الله جي اڳيان بيهي حق حساب ڏيندي. تنهڪري انهي ڏينهڪي قيامت جو ڏينهن سڏيو ويو آهي، يعني رب جي اڳيان بيهي حساب ڏيڻ جو ڏينهن - پرلو ڪ

رب = پالڻ هار. هي صفت خاص رکو الله سان لڳندي ۽ نہ انسان سان. ڪي اهڙيون صفتون آهن جي خاص الله سان لاڳو آهن ۽ ڪي اهڙيون آهن جي انسان سان بہ لڳي سگهن ٿيون ۽ الله سان بہ.

اڳاهون = اڳيرو - اڳتي.

اناالحق = مان خدا - اهم برهم - جا چيز الله پهنجي ذات تي واجب رکي آهي.

چا = (هندي - چال) هل.

قربتون = (قرب - ويجهڙائي) قرب مان - پيار مان (قريب - ويجهو - مٽ)

هنڌان = هيرو.

محڪوم = حڪم هيٺ - زيردست.
محڪم = پختو.
سلاڙهج = ڳنڍي ڇڏج - وڪوڙي ڇڏج - ٻڌي ڇڏج - قطارج (هي اصل پراڪرت ٻولي جو لفظ آهي)

## ڪافر

ڪُفر = ناشڪري - ڌڻيءَ جي نعمتن جو ناشڪر. الله جي هستيءَ جو انڪاري.
ڪَفر = ٻج لڪائڻ - حق جو لڪائڻ - ڪثرت کي وحدت ۾ لڪائڻ.
آدمي = آدم. (دم - ساهه ڌر) ٢. اهڙا جيو جا انهيءَ دم جي دواران پاڻ سڃاڻي.
نوٽ - ٻين ماڻهن ۾ به دم آهي پر انهن ۾ پاڻ سڃاڻڻ واري شڪتي ڪانهي جو ترقي ڪري سگهن. تنهن ڪري سڀڪنهن ساهه واري کي آدم جو لقب ڏيئي نٿو سگهجي ٢. سڀ کان پهرين پيدا ٿيل ماڻهو جو نالو اسلام ۾ "آدم" آيو آهي. سندس استريءَ جو نالو "حوا" آهي. هندو انهن کي شو ۽ پاروتي ڪري ڪوٺين ٿا.
ڪلمو = (ڪلم = سخن) نحو وارن يعني



گرامر نويسن (Grammerian) جي اصطلاح ۾ ڪلمو انهيءَ مفرد (ڇڙي) لفظ کي چون ٿا جنهن جي ڪا معنيٰ نڪري. منطقي (Logicians) فعل (ڪم) کي ڪلمو ڪوٺين ٿا.

مورڻون - (مور - اصل - ٻج) اصلوڻون - بنيادي.
مسلمان = محمد (صلعم) جي امت کي مسلمان سڏيندا آهن. ڪن جو رايو آهي ته مسلمان لفظ مرڪب آهي (مسلم = مان) يعني مسلم وانگر. ڪي عالم لکن ٿا ته مسلمان لفظ مسلم جو جمع آهي؛ جيئن مومن جو جمع مومنان آهي. مگر جهن صورت ۾ مسلمان خود واحد ٿي ڪم اچي ٿو، انهيءَ حالت ۾ اها معنيٰ صحيح سمجهي نٿي وڃي. انهيءَ ڪانسواءِ مسلمان فارسي ٻوليءَ جو لفظ آهي ۽ مسلم عربي لفظ آهي. پر اهو وهي سگهجي ٿو ته اهو لفظ عربي کان اڌارو ورتل آهي. تنهن ڪري انهيءَ لفظ جي معنيٰ ٿيندي سلامتيءَ ۾ آيل (غياث).

احمد = (حمد = ساره) حد کان ٻاهر ساراهيل (صفت مبالغہ) ۽ اسلام جي پيغمبر صاحب جو ذاتي نالو آهي. سندس صفاتي نالو "محمد" (صلعم) آهي.

ايمان = (ايمن - سلامت) امان ۾ اچڻ - خدا تي يقين رکڻ.

نوٽ - گناه جو پڇتاءُ ايمان جي نشاني آهي.

سبحان = پاڪ - خدا جو صفاتي نالو.

ڪلمو پڙهان تہ ڪافر ٿيان وغيره = جيڪڏهن ڪلمو (لا الاه الا الله) ٿو پڙهان تہ ڪافر ٿو ٿيان. ڇاڪاڻ تہ شرڪ خفي ۽ جلي ۾ گرفتار ٿو ٿيان.

بقول عطار - شرڪ دو هست اي مهي و جلي
هر دو را پيش تو کنم تڪرار
اي پسر لا الاه الا الله
خود شرڪ خفي است آئينہ وار
هست شرڪ جلي رسول الله
خويشتن را از اين دو شرڪ برار



شرڪ بہ آهن هڪ خفي (ڳجهو) ۽ ٻيو جلي (ظاهر). اهي ٻئي تهنجي اڳيان آڻيان ٿو. لا الاه الا الله خود خفي شرڪ آهي. رسول الله (شريعت) جلي (ظاهري) شرڪ آهي. تون پاڻ کي ٻنهي کان ٻاهر ڪڍ. ڇاڪاڻ جو ٻنهي ۾ الله ۽ ٻانهي جو فرق (ٻهائي) ڏيکاريل آهي. جيئن تہ دم ساز خفي ذڪر "لا الاه الا الله" جي ڪرڻ جو بہ اهو مطلب ٿو نڪري تہ اها ڪا بي چيز آهي جنهن جو ذڪر ڪيو ٿو وڃي. شريعت ۾ بہ پاڻ کي عبد (ٻانهو) سمجهي، خدا کي پاڻ کان جدا ۽ ٻيو ڄاڻي ان جي عبادت ڪئي وڃي ٿي. اهڙي صورت ۾ ٻنهي ڳالهين ۾ ٻهائي ثابت آهي جا شرڪ ۾ داخل آهي ۽ شرڪ ڪفر ۾ داخل آهي.

جاڏي راه رسول جي ..... ٻير وغيره =

رسولي راه (شرعي عبادت) بہ ڪرڻي ڪانہ اٿم؛ ڇاڪاڻ تہ عبادت عبد (ٻانهي) تي فرض آهي ۽ عبد ڪين آهيان جيڪڏهن پاڻ کي عبد ٿو ڄاڻان تہ هڪ الله ٻيو ٻانهو بہ سمجهي ٻهائي ۾ پاڻ ڦاسايان ٿو.

هي نہ وات .... تقليد = عشق جي وات خواهش ۽ سڏن جي نہ آهي. نڪا انهيءَ راه ۾ ڪنهن مذهب يا ڌرم جي پيروي ڪرڻي آهي.

تحقيقاً توحيد .... جي = پيغمبري راه البت
توحيد (هيڪڙائي) سيکاري ٿي جنهن ۾
تقليد (پيروي) جي ضرورت آهي.
هوا = خواهش - هوس - آرزو
مات ڪريان ته .... ڪافر = جيڪڏهن هيڪڙائي
وارو راز ڏسي اهو سچ ظاهر نٿو ڪريان ته
هي سڀ هيڪڙائي آهي ۽ نه ٻيائي، ته بہ
مشرڪ ٿو ٿيان، يعني الله سان ٻيو شريڪ
ٿو ڪريان. جيڪڏهن ڪهان ٿو يعني
انا الحق ٿو آکيان تہ خلق ڪافر ٿي
سڏيم.
ڪ سفر ساعت .... سال = هي معرفت ۽ شريعت
طرف اشارو ڏنل آهي يعني معرفت ساعت
(گهڙي) جو سفر آهي جو دم جو ڪم آهي ۽ شريعت
سالن جو سفر آهي جو صفا تي يعني بدني
عبادت آهي. سفر جي معنيٰ آهي محنت.
ڏٺي جو ديدار جيترو جلد معرفت يعني خيالي
رستي سان حاصل ٿئي ٿو. اوترو جلد
ظاهري شرعي عبادت (روزي نماز يا
پوڄا پاٺ) جي محنت سان ميسر نٿو ٿي
سگهي.



هوا = خواهش - آرزو - هوس
حضور = (حضر - موجود کي) ڏٺي اکيان موجود
مڃڻ - ملاقات - روبرو (ڏسو صوفي اصطلاح)
تقليد = (تلقد - نقل) نقل ڪرڻ - پيروي
ڪرڻ - ڪلو بند ڪلي ۾ وجهڻ - ٻئي جي قول
کي دليل رئي قبول ڪرڻ.
رسول = موڪليل - خدا جي طرفان خاص
موڪليل انسان - پيغمبر - نبي - اوتار.
مشرڪ = (شرڪ) شريڪ ڪندڙ - خدا سان
ٻئي کي هڪ جهڙو ڪندڙ - ٻيائي وارو.
صوفين اکيان ٻيائي ۽ شرڪ ڪفر ۾ داخل آهن.
مشرق = (شرق - اڀرڻ) اوڀر.
ڌرتي = (ڌرڻ) جنهن تي سيڪا ڇهڙ ڌريل آهي - زمين
جڏهن = جهن ڏينهن }
ڪڏهن = ڪهن ڏينهن } هي مرڪب لفظ آهن.
دنيا = (دون - نيچ) نالائق، ڪميني، هيءَ مايا
نوٽ - اصل لفظ دنيه آهي.
ڪڙهيون = اوريون.
لا = نه، سواءِ، نفي، هي لفظ مسلمانن جي
ڪلمي "لا الله" جي شروع ۾ اچي ٿو، جو

انهيءَ کي نفي ڏو کري يعني ڪونهي ڪو الله. ڪلمي جي پوئين حصي کي اثبات چوندا. اهو آهي "الا الله" يعني آهي الله. ڪلمي جي ٻئي ۾ "محمد رسول الله". اسلام جي پيغمبر جو نالو ايندو آهي. سارو ڪلمو آهي .... "لا اله الا الله محمد رسول الله" (الله کان سواءِ ٻيو معبود يا موجود ڪونهي).

معبود = جنهن جي عبادت فرض آهي (الله).

"توهي آءُ سڀئين .... ٿيا"

توڻ مان ۽ هي جيڪي ٻه هن برهانڊ اندر ڏسجي ٿو سو سڀ "لا" (نفي) آهي. يعني حقيقت ۾ سواءِ الله جي ٻيو ڪجهه به نه آهي

"لا موجودات الاهو"

ڪجهه جو به وجود (هستي ناهي) سواءِ الله جي.

موجودات = موجود چيزون – وجود ۾ هجڻ– قائم هستيون.

بي رنگي = آسمان ۽ زمين جي وچ ۾ سارو



پولار دم سان پريل محسوس پيو ڪجيتو. پر ظاهر ۾ نظر ڪجهه به نٿو اچي. ڇاڪاڻ ته انهيءَ کي ڪو به رنگ روپ ڪونهي. انهيءَ بي رنگ ۾ وري هي عجيب تاثير آهي جو ساري دنيا جا ڪئي دونهان، ڪئي طوفان ۽ غبار وغيره جڏهن انهيءَ پولار واري شفاف دم سان گڏجن ٿا تڏهن هو آهستي آهستي پنهنجو روپ بدلائي بي رنگ ٿيو وڃن ۽ پوري هي رنگا رنگي نمونو به انهيءَ ساڳئي بي رنگي جي ذات جو ظهور آهن.

زنگ = ڪٽ، بغض، وير

موسيٰ = پيغمبر جو نالو، جنهن کي (**Moses**) به سڏيندا آهن. سندس امتي يهودي (**Jews**) آهن.

فرعون = مصر جي بادشاه جو نالو آهي جو حضرت موسيٰ پيغمبر جي وقت ۾ هيو ۽ پاڻ کي خدا سڏائيندو هيو فرعون کي مٽي اٽڪل ٢٠٠٠٠ ورهه ٿيا.

سچل سرمست ڏو چوي ته سڏايو ته منصور به خدا هيو پر اهو منصور نه هيو. انهيءَ منزل تي هونج نورهيو جنهن پنهنجو پاڻ سڃاڻي اهو انا الحق جو آواز ڏنو.

( ١ )

"من نمي گويم انا الحق يار مي گويد بگو"
(مان پاڻ کي خدا نٿو چوان پر يار ٿو چوي ته چؤ)

( ٢ )

"منصور کي پردي مين خدا بول رها هئي
يه راز انا الحق وهي کول رها هئي.

مگر فرعون پاڻ واري جاءِ تي ٿي ڪري
اهو خدائي دم ٿي ماريو، جو سچو نه هيو.
ڇاڪاڻ ته هن پاڻ وارو پردو پاڻ پري
ڪو نه ڪيو هو. جنهن ڪري حضرت موسيٰ
پيغمبر هنکي هدايت ڪندو هو ۽ هدايت
نه مڃڻ ڪري هنن ٻنهي جي وچ ۾ زنگ يعني
بغض پيل هو.

مهراڻ = (مهه = وڏو ــ اڙو = سمنڊ) وڏو سمنڊ
وڏو پاڻي ــ سنڌو ندي کي اوائلي اهئي
نالي سان سڏيندا هوا.

سوري يا سولي = سوري هڪ مکو مڪارو هيو.
جنهن جي چوٽي ۾ لوهي، تيز، ڇنبدار ۽ زهريلون
سيخون جڙيندا هوا. انهن سيخن جي وچ
۾ ڏوهي جي فقط ٻيهڻ جي جاءِ ڇڏيل هوندي



هوئي، جنهن جي وچ ۾ ڏوهي ٻاريو ويندو هو.
ننڍ ۽ ڏڪاوت سبب اهو ماڻهو انهن سيخن
جي مٿان بار بار پيو ڪرندو هيو ۽ آهي
سيخون سندس بدن ۾ پيون تعبيون
هيون. آخرڪار هو ڦتڪي ڦتڪي اتي يا
اهي مناري ڪان هيٺ ڪري مري ويندو
هو. اهو نظارو ڏوهاري جي موت تائين عام
خلق ڏسڻ ايندي هوئي.

نوٽ ــ ممڪن آهي ته سولي لفظ فارسي لفظ "سول"
سوڻن مان نڪتو هجي. سنڌي ۾ سوري سڏيندا آهن.

مسجد = (سجده ــ مٿو ٽيڪڻ) مسلمانن جو
عبادت گاهه ــ سجدي جي جاءِ

تڪيو = ٽڪاڻو، آرامگاهه ۽ فقيرن جو آستانو

بوده = (بودن = ٿيڻ ــ هوڻ) هستي ــ هوڻ (اثبات)

نابودي = نيستي ــ فنائي (نفي)

سامي = (سوامي ــ مالڪ) هندو فقيرن جو هڪ ٻيڪه

ٽاڪ = جاءِ ــ آرام ــ جُوءِ.

ڏوڪ = ڪاچ.

ٽاڪيا = ٽڪ ٽِڪيائون ــ منزل ڪيائون ــ ٽِڪا.

آڇيا = لاڳيا يا.

مدعا = مطلب.

فائق = (فوق - مٿي) مٿيون - ڏاڍي - مالڪ.

وفي انفسڪم افلا تبصرون = ۽ توهان ۾ آهي پوءِ توهان ڏسي نٿا سگهو يعني آءٌ (الله) توهان ۾ آهيان ۽ توهين ڏسي نٿا سگهو (قرآن)

وسهڻ = ويساهه ڪرڻ - اعتقاد رکڻ - يقين رکڻ.

فنا = نا ستي - ڦوٽي وانگر پاڻي ۾ گم ٿي وڃڻ، صورت بدلائڻ - الله جي نور ۾ محو رهڻ، الله کانسواءِ ٻيو ڪجهه نه نظر اچڻ.

سچل سرمست ٿو چوي ته حقيقت ۾ فنا جي معنيٰ مطلق نا ستي يا نابودي ڪينهي. ڇاڪاڻ ته جڏهن حق هميشه موجود آهي ۽ هو ڪڏهن به نابود يا ناس نٿو ٿئي. تڏهن انهيءَ وحدت مان ڪثرت ۾ آيل چيزون به قطع ناس يا نابود ڪين ٿينديون. هي رڳو هڪڙي صورت بدلائي ٻي صورت وٺن ٿيون. جن کي فنائي جو نالو ڏنو وڃي ٿو. مثلا انسان مري ٿو ته ان جو روح (آتما) جو امر (لافنا) آهي، سو به فنا ڪونه ٿيو ويو آهي. سندس بوتو به رڳو هي صورت بدلائي



وڃي خاڪ جي صورت وٺي ٿو، جا پڻ هن دنيا جي پردي تي موجود رهي ٿو. تهن ڪري فنا جي معنيٰ آهي صورت جو بدلائڻ (ڏسو صوفي اصطلاح ف)

بقا = هميشه موجود - اڪت - هستي جو قائم رهڻ جنهن کي فنا نه هجي. جيئن ڦوٽي کي پنهنجي اصل (پاڻي) ۾ فنا ٿي وڃڻ کانپوءِ فنا ڪانه آهي - هر شيءِ ۾ الله جي قدرت ڏسڻ.

ٻرجهي = سمجهي.

عقبيٰ = (عقب - پويان آيو) ٻرلوڪ - هن جهان کانپوءِ جيڪو جهان اچڻو آهي - قيامت.

سوري = سڄ

لوڏين = بي هودن - واهياتن - رولو - بيوقوفن.

غوتو = گوتو - کهوتو - ٽٻي.

قلزم = مصر ۽ مڪي جي وچ تي ڳاڙهي سمنڊ (RedSea) تي قلزم نالي هڪ شهر آهي. جنهنجو نالو انهيءَ سمنڊ تي پيل آهي. شاعرن هر هڪ سمنڊ کي قلزم سڏيو آهي. تنهنڪري قلزم جي معنيٰ هت سمنڊ آهي.

ڪارو نيار = (ڪارو = سمنڊ، اوپار = ڏور) ڪارنه جو اوپار.

ڪارو نيار = ڪارو سمنڊ - خوفناڪ سمنڊ.
ڪڪرن جي ڪارڻ ڪي ٻه ڪارو نيار
سڏيو اٿن "ڪڪر ڪارو نيار"
پرکر = (پرکشا) هرطرف نگاه، چوکره نظر، آزمايش.
مُسْلِم = مسلمان - اسلام وارو - فرمان بردار.
مُسَلَّم = مڃيل - قبول پيل - سلامت رهيل.
مُسَلِّم = مڃيندڙ - قبول ڪندڙ - سلامت رهندڙ.
ترازو = (طراد - بتيلو) هڪ ڪري
وزن تي بيٺل - ساهمي - تور جي شيءِ.
لولاڪ لما خلقت الافلاڪ = يا محمد جيڪڏهن
تون نه هجين ها ته ڪڏهن نه خلقيان ها
هي افلاڪ (برهمانڊ)
آسمان = (آسيا = جاندھ، مان وانگر)
جاندھ وانگر - ڦرندڙ - آڪاس.
نوٽ - اڳي آسمان ڦرندڙ ۽ زمين بيٺل
مڃي وئي هئي. نئي سائنس موجب آسمان
بيٺل ۽ زمين ڦرندڙ آهي (والله عالم بصواب)
طالب = طلب رکندڙ - مريد - چيلو.
تاريڪ = اونده.



مذهب = (ذهب - رستو) خدا ڏانهن ويندڙ
وات - دين - ڌرم.
ماڻهو = (منو - من وارو) - انسان.
شيخي = (شيخ = وڏو) وڏائي.
نماز = خدمت گاري - عاجزي - نياز - اسلام
جي فرضي عبادت. نماز فارسي لفظ آهي.
نماز لاءِ عربي ۾ صلاة لفظ آيل آهي.
عقل = هڪ فرشتي (مَلَڪ) جو نالو آهي، جو
تمام دانا ۽ ليکيو وڃي ٿو. جنهن ڪري عقل
لفظ جي معني لغت موجب دانائي ۽ ڏاهپ
جي ڪئي وڃي ٿي. ڪن عالمن جبرائيل
فرشتي کي "عقل" ڪوٺيو آهي.

بيت

"عقل چيست حقيقت آگاه - ظاهرش کون باطنش الله"

(عقل حقيقت کان واقف ڪندڙ آهي، ظاهر ۾ هن دنيا
کان واقف ڪري ٿو. اندروني طرح الله جي هستي کان
واقف ڪري ٿو)

عشق = الاهي نور جو تاثير - ڪشش ازلي -
حسن جي ڇڪ - حسن جو تاثير - درد پيدا

ڪندڙ چيز - ديوانگي - محبت جو آخرين درجو - باھ. ڪتاب "فتوحات الحڪم" وارو لکي ٿو تہ عشق لفظ "عشقہ" مان نڪتل آهي. عشق هڪ ول آهي جنھن کي عشق پيچ (لبلاب ۽ وڻ ويڙهي) بہ ڪري سڏيندا آهن. جا وڻ کي ويڙهجڻ سان سڪائي ڇڏيندي آهي. اهڙيءَ طرح عشق جنھن کي لڳي ان کي سڪايو ڇڏي. طب اڪبر وارو لکي ٿو تہ عشق هڪ مرض آهي، جو جنون (چريائي) ۽ ماليخوليا ۾ داخل آهي. جنھن جو اثر گهڻو ڪري ڪمزور نوجوانن جي دلين تي جلد پوي ٿو. جنھن ماڻھوءَ جو پنھنجي دل تي ضابطو ڪونھي، اهو ڪنھن بہ حسين چيز جي ڏسڻ يا ان جي تعريف ٻڌڻ تي ان طرف محو ٿيو وڃي. پنھنجن خيالن کي جاڏي واڳي پيو ان طرف رجوع ڪري، تان جو ماليخوليا ۽ جنون جي حد کي پھچيو وڃي. طبيبن ان جو علاج عاشق کي ڪنھن شغل ۾ رکڻ يا ڪنھن ڌنڌي ۾ رڌائڻ لکيو آهي.



يا الھيءَ ماڻھوءَ سان ڪيس ملائڻ يا جي عورت هجي تہ ان سان شادي ڪرائڻ مقرر ڪيو آهي.

ملا = پڙهيل - تمتار - علم سان پريل - ظاهري علم جو ڄاڻندڙ (فقيري اصطلاح موجب) عقل جو اقراري - عشق جو انڪاري.

ڪنز = هي لفظ گنج مان ڦري ڪنز ٿيو آهي.

خزانو = فقہ جي ڪتاب جو نالو.

ديني علم جو خزانو. هڪ لغت (Dictionary)

قدوري = (قدر - اندازو) مسلمانن جي مذهبي ڪتاب جو نالو.

ڪافيہ = مسلمانن جي ديني ڪتاب جو نالو - علم نجوم جي ڪتاب جو نالو.

رحل = ڪاٺ جي گهوڙي جنھن تي قرآن شريف رکي پڙهبو آهي.

طالب الدنيا مونث = دنيا جو طالب مونث (مادي) آهي.

طالب العقبيٰ مخنث = پرلوڪ جو طلب ڪندڙ کدڙو آهي.

طالب المولا مذڪر = ڌڻي جو طلبيندڙ نر آهي.

الفقر خزينة = الفقر خزينه لا يغني = فقيري اڻ کٽ خزانو آهي (قول الفقرا)

الفقر فخري والفقرمني = فقيري مهنجو فخر آهي ۽ فقيري مون منجهان آهي.
(حضرت محمد صلعم جو قول)

الفقرا لا يحتاج الاهو = فقير الله کان سواءِ ڪنهن جو محتاج ڪينهي.

فقر = مفلسي - سچي حياتي - دنيا کان الڳ رهڻ - احتياج (يعني الله جي کهرج)

فقير = مفلس - فقير اهو آهي جنهن وٽ ڪ ڏينهن جو توشو (خوراڪ) مس هجي. فقير جي معنيٰ احتياج وارو به آهي يعني جنهن کي الله جي کهرج هجي. هن ملڪ ۾ فقير جي معنيٰ آهي پاڻ - مڱتو - گدا - پينو
(ڏسو صوفي اصطلاح ف)

والقدر خير و شر = "والقدر خيرهٖ و شرهٖ من الله" نيڪي ۽ بدي الله جي طرفان پاڻ کهرجي ۽ نه ٻي جي طرفان.

لاموجودات الاالله = ڪجهه به موجود ڪونهي سواءِ الله جي ذات جي يعني الله کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي (قول الفقرا).



ٽي جهان = (جهان - وقت) هي ٽي زمانا يا وقت ليکيا وڃن ٿا. (١) ماضي = گذريل زمانو، جتي روح هوا، جنهن کي عالم ارواح چون ٿا (٢) حال = هلندڙ زمانو يعني هي سنسار (٣) مستقبل = ايندڙ زمانو يعني پرلوڪ (آخرت) جتي هتان مرڻ بعد وڃڻو آهي.

لاهوتي = لاهوت فقيرن جي هڪ خيالي منزل آهي، جنهن کي ذات الاهي جو عالم چون ٿا. جتي فقير کي فنا في الله يعني خدا جي ذات ۾ فنائي حاصل ٿئي ٿي. اهڙا جملہ ٤ عالم آهن (١) عالم ناسوت (خواب وارو جهان) (٢) عالم جبروت (نسيان، نه ننڊ نه جاڳ) جتي هي سرير پلجو وڃي ٿو. (٣) عالم لاهوت = ملائڪن جي رهائش جو عالم (٤) عالم لاهوت = جتي رڳو حق، برهم جي ذات آهي ۽ هي صفات ڪانهي.
(ڏسو صوفي اصطلاح ن، ج، م، ل)

آسرو = (آس - اميد) ڀروسو.

وره = برهه - عشق.

پڇني = آڌي رات بعد - پوئين رات، جڏهن

ڇپ ڇهات ھوندي آهي ۽ رات ٽري پٽي ھوندي آهي پره.

آديسي = هندو فقيرن جو هڪ بيکه – نياز ۽ نهٺائي وارو فقير– جمالي فقير.

حال = ١. ڏي فقير جي اُها منزل آهي، جتي جو ڪجهه مٿان طاري ٿئي ٿو سو صبر سان سهي ٿو ۽ جو ڪجهه ڏسي ٿو سو ڏسي نٿو سگهي. وجد ۽ بي هوشي هن منزل جا نشاني آهن.
٢. ارادي ۽ ڪشش کان سواءِ دل تي وارد ٿيڻ واري حالت.

قال = هي فقيرن جي اها منزل آهي، جتي جو ڪجهه ڏسن ٿا سو ڏسن ٿا. قال جي منزل وارا فقير پهنجن طالبن (چيلن) کي حقيقت کان واقف ڪندا ۽ تلقين ۽ تعليم ڏيندا رهن ٿا.

سوز = (سوختن = سڙڻ) ساڙو – جلڻ.

پِر = ريت.

پر = پرديل.

پِر = پرين.



آئي = ڪنيزن جي نهائي، جهن ۾ ٻوڙن پچائيا آهن.

پنيڙ = (پنيو يا پنيي کاتو – کاتي) پنيت. يعني کهرا اُلا.

سڀورن = سڪ مان.

سانگه = پرواه. هي لفظ اصل سوانگه آهي جهن جي معني آهي حيلو.

ڪامي = جلي خاڪ ٿي.

لهي = توءِ جهلي.

اوسجي = ڪرڻ ٿي.

عينان = (عين – اکر) اکيون.

وجاريج = صاف ڪج، اجليون ڪج، روشن رکج.

اصلون ...... سان = دم (سواسن) يا خيال سان پهنجي ڏڻي کي ياد ڪج يعني هن ظاهري زباني عبادت کان ڏڻي کي خيال سان ياد ڪرڻ بهتر اٿي.

دشمن = (دشت = بد، من = مهنجو) بد خواه يا ويري. دشت ساڳيو لفظ آهي جهن کي هندي ۾ دشت چوندا.

دوست = (دوش = ڪلهو، است = آهي) ڪلهي ڪاندي – همراه – يار. گهڻا ڏکي دوست جو اشتقاق دو = ٻه، است = آهي ڪندا

آهن پر اهو لغت موجب غلط آهي.

ڪوهه ڙيا = (ڪوهه ڙي - رلهي) رلهين ۾ ويڙهيل فقير.

وحدت = (واحد - هڪ ڪرڻ) هيڪڙائي (ذات ۾ اڪيلو)

احديت = (احد - هڪڙو) هيڪڙائي - (صفات ۾ اڪيلو)

وادي = ندي - دريا - شيخ عطار پنهنجي ڪتاب منطق طير ۾ انهن ستن وادين جو ذڪر آندو آهي اهي هي آهن

١. طلب جي وادي
٢. عشق جي وادي
٣. معرفت جي وادي
٤. فنا جي وادي
٥. توحيد جي وادي
٦. حيرت جي وادي
٧. فقر جي وادي

مريد = ارادو ڪندڙ - خدا جي وات جو خواهشمند. اهو شخص جو پنهنجي ارادي کان خالي ۽ ڌڻي جي ديدار جو ارادو ڪندڙ هجي.
(ڏسو صوفي اصطلاح م)



سالڪ = راهه تي هلڻ وارو - مسافر - خدا جي راهه وارو - فقير - سادو.

مجذوب = مست فقير - جوش وارو فقير.
(ڏسو صوفي اصطلاح س)

مامن = (مام - ڳجهه) ڳجهارتن.

نڳريا = نڪتا.

اول ڪفر...... اسلام = طالب اول الله جي مسعي نه هو مڃي. جنهن ڪري هو ڪفر ۾ ٿو داخل ٿي. سعکرو ان کي حڪم ٿو ڏئي ته جي نه ٿو مڃين ته ان کي هن راهه سان ڳولي ڏس ته آهي يا نه آهي. جڏهن هو ڳولي لهيس ٿو ته هن ڏسڻ بعد هو مڃي ٿو. مڃڻ بعد هو گويا سلامتي ۾ اچي ٿو. انهيءَ تي سچل سائين اهي ٽي درجا ڏيکاريا آهن. ١. ڪفر (انڪاري الله جو) ٢. ڏسڻ بعد "مڃڻ" ٣. اسلام (سلامتي ۾ اچڻ)

فلڪ = پرواهه.

فلڪن = (فلڪ - آسمان) آسمانن.

اگرچ عام طرح ست آسمان ۽ ست زمينون ڄاڻايل آهن جن کي هفت افلاڪ ۽ هفت

اقليم ڪري چوندا ۽ پر اسلام جي فلاسفي موجب سندن ڪتابن ۾ نون آسمانن جو ذڪر آيل آهي. نائين آسمان کي "فلڪ الافلاڪ" يعني عرش عظيم چوندا (غياث).

نوٽ - هن بيت ۾ فقير صاحب خدائي دم هڻي بلڪل بيپرواهي ڏيکاري آهي. مطلب اهو اٿس ته خالق کي پنهنجي خلقيل چيز جي ڪهڙي پرواه آهي.

ميسر = حاصل - پراپت.

خامن = (خام - ڪچو) ڪچن.

حدين وچي هرڪو ...... لنگهي وڃي = عام جي حد، حد اندر آهي مگر جيڪي بزرگ آهن سي عام کان البت مٿي آهن، يعني اهي حد کان ٻاهر آهن. مطلب اهو آهي ته جيئن ڪنهن نه ڪنهن مقرر مڪان يا جاءِ تي آهن ۽ پوءِ توڙي اهو مڪان حد جي اندر آهي يا ٻاهر پر سچل ٿو چوي ته فقير ڪنهن به مقرر مڪان ۾ نه آهي يعني هو لامڪان آهي. جيڪڏهن هو موجود آهي ته هر جا موجود آهي. جي پنهنجو ترڪ آهي ته ترڪ جي لفظ کي به ترڪ آهي.



"سو بوهنه نيست من دارم کلاهه چار ترڪ
ترڪ دنيا ترڪ عقبيٰ ترڪ مولا ترڪ ترڪ"

منهنجو سر اگهاڙو ڪونهي. منهنجي سر تي چئن ترڪن جو تاج آهي. ۱. دنيا کي ترڪ جو تاج ۲. پرلوڪ کي ترڪ جو تاج ۳. الله کي ترڪ جو تاج ۴. ترڪ جي لفظ کي ترڪ جو تاج.

خيانت = نقصان - خرابي

عشق = (ڏسو صفحه ۲۷۹ ۾ صوفي اصطلاح ع)

تجريد = (مجرد = اڪيلو) اڪيلائي - اوگهڙ علحدگي - جدائي. خلق کان الڳ رهائش.

تفريد = (فرد - هڪڙو) هيڪڙائي - يڪائڪي خلق کان ۽ پاڻ کان الڳ رهڻ يعني يڪانو ٿي رهڻ.

نوٽ - اول فقير کي خلق کان الڳ رهڻو آهي. جنهن کي تجريد سڏجي ٿو. پوءِ پاڻ کان به جدا ٿيڻو اٿس ۽ جنهن کي تفريد چون ٿا. ان کان بعد توحيد (هيڪڙائي) ۾ داخل ٿئي ٿو. پر آخر اها هيڪڙائي جي چاڙ به وڃڻي اٿس.

"التوحيد ترڪ التوحيد في التوحيد"
هيڪڙائي ۾ هيڪڙائي جو ترڪ ڪرڻ هيڪڙائي آهي.

ڪثرت = (ڪثر - گهڻو) گهڻائي.
وحدت = (واحد = ڏڪڙوئي) هيڪڙائي ذات ۾ اڪيلو.
وحديت = (احد - هڪ) هيڪڙائي - صفات ۾ اڪيلو.

## نوٽ

"الواحد المنفرد بالذات"
واحد ذات ۾ اڪيلو آهي.
"الواحد عديم التجز"
واحد جو جز ڪونه ٿيندو يعني واحد جي
صورت جزن ۾ ورهائجي نه ٿي سگهي.
"الاحد المتوحد بالصفات"
احد صفات ۾ اڪيلو آهي.
"الاحد عديم الثني"
احد ٻن ۾ نه ٿو اچي.

لحمون = (لحم = گوشت) گوشت مان - جسم مان
دمئون = (دم = ساس) دم مان.
هي ٻئي دم اهڙا هڪ ٻئي جڏو جو ٻه نظر نه اچن



نفي = نه - نيستي - نا هي.
ڪلمي جو پهريون حصو (لا اِلهٰ)
اثبات = (ثابت) ثابت ڪرڻ - آهي.
ڪلمي جو ٻيو حصو (الا اللهُ)
صوفين موجب عبادت جي حڪمن ڪي بجا
آڻڻ - حق کي ثابت ڪرڻ
نفي اثبات = اسلام جو ڪلمو
(لا الله الا الله)
(نه آهي ڪوئي معبود يا موجود الله کانسواءِ)
پچاڙيو = پريشان ڪيو - ڇيڇاڙيو.

"هوئي ڪين وڃڻو هي ٻي ڪين ويو".

هي ذات ۽ صفات طرف اشارو ڏنل آهي يعني نڪي هو (ذات) ڪا ٻي آهي، نه هي (صفات) ٻي آهي، جو هڪ ٻئي کي ڳولين. ڇاڪاڻ ته حقيقت ۾ ذات ۽ صفات ۾ فرق ڪونهي. جيئن ساڳي آهي رڳو آهي وقتي وهم موجب صورت ۾ ڦير ڦيري طرح سون ساڳيو آهي مگر مڙجهانس جي گهڻن ٿا تن جا نالا مختلف آهن.

نفي ۽ اثبات کان پري پنڌ پيو = انڪار ۽ اقرار کان هي عشق جي آڪاڻي ٻاهر آهي. ڇاڪاڻ

۽ نفي اثبات (لا الله الا الله) ۾ انڪار به آهي ۽ اقرار به آهي. اهو خود شرڪ (دوئي) آهي. شيخ عطار انهيءَ کي هيئن ٿو ڏيکو ڏئي.

"شرڪ دو هست هم خفي و جلي
مرد و را پيش تو ڪنم تڪرار
اي پسر لا الـٰه الا الـلّٰه
خود ز شرڪ خفي است آئينه وار"
هست شرڪ جلي رسول الله
خويشتن را ازين دو شرڪ برار

شرڪ (ٻيائي) ٻن قسمن جو آهي. هڪ خفي (ڳجهو) ٻيو جلي (ظاهر). انهن ٻنهي کي مان تنهنجي اڳيان وري پيش ٿو ڪريان. اي ٻچا لا الله الا الله خود خفي شرڪ مان آهي. جلي (ظاهري) شرڪ شريعت آهي. پاڻ کي انهن ٻنهي شرڪن مان ٻاهر ڪڍ يعني آزاد ڪر.

"خلق الاشيا فهو عينها"

پيدا ڪيون اُن سڀ شيون پر اُهي شيون پاڻ (الله) آهي ٻيو ڪجهه نه آهي (قول الفقرا).



قلبي = (قلب = دل) دل جي خيال سان ذڪر ڪرڻ يعني دل سان ڌڻي کي ياد ڪرڻ.

نوٽ - قلب خطرن جو محل (هيڊ ڪوارٽر) آهي. تنهن ڪري انهيءَ جي دوارن ڌڻي جو ذڪر ڪرڻ خطرن کي ناس ڪري ٿو. ۽ قلب نرم ٿئي ٿو. (ڏسو صوفي اصطلاح ق)

ٻيو لساني (زباني) ذڪر ڪيندو آهي جنهن ۾ هن زبان سان ڌڻي جي ياد ڪجي ٿي جنهن ۾ شريعت (ظاهري ڌرمي پوڄا پاٺ) اچي وڃن ٿا. فقير خيال سان ڌڻي جي ياد کي ظاهري عبادت کان بهتر سمجهن ٿا.

انسان جي وجود ۾ فقيرن نو لطيفا مقرر ڪيا آهن. جن کي هندو آسمان چون ٿا. تنهن ڪري صوفي ڪن لطائف سته يا اطوار سته سڏين ٿا. اهي هفتي جي ستن ڏينهن جي مقابلي ۾ ست آهن. انهن کي انگريزي ۾ (Planets) ڪري ڪوٺيندا آهن. گره ۽ سياره به انهن جو نالو آهي. اهي منش جي سرير ۾ هيٺ ڏيکاريل جاين تي مقرر آهن.

(۱) قلبي جنهن جو آستان کٻي طرفان قلب (دل) آهي.

(۲) روحي - جنهن جو آستان انسان جي سرير ۾ سڄي طرفان جگر آهي.

(۳) نفسي - جنهن جو آستان ناڀي يعني دل آهي.

(٤) سري – جهن جو آستان دل ۽ جگر جي وچ ۾ آهي جتي فرمعدي جي ڪڙ آهي.
(٥) ڪنت جهن جو آستان ڳوڪهت آهي.
(٦) خفي – جهن جو آستان پيشاني آهي ۽ جتي شو مهراج جي ٽين اک مڃي وئي آهي؛ جهن کي هندو ترڪٽي ڪري چون ٿا.

بيت

"هو کهي سن پاربتي چاها پرش کي باٽ
تهن برس کي اڀياس سي برهم روپ هو جات"

(٧) اخفا – جهن جو آستان چوٽي آهي جهن کي هندو دسوُن دوار ڪري ڪوٺين ٿا.

نوٽ – هندو گدڙيا ۽ لنگا، ٻه وڌيڪ آستان ڪمائن ٿا. فقير پهنجي دم (سوانس) کي انهن آستانن منجهان ڦيرائيندا رهندا آهن. جهن جو وڌيڪ تعميرو ڪائن پيچيدو گهرجي.

قرار = آرام – پختگي – آنند (اقرار- مقرر- تقرير اهي سيئي ساڳي اشتقاق جا لفظ آهن)

ڪرار = (ڪر = حملو ڪرڻ) وري وري حملو ڪندڙ – حضرت علي حيدر جو لقب (حيدر ڪرار). حضرت علي محمد (صلعم) پيغمبر صاحب جو ناٺو



هو. اهو لقب کيس انهي ڪري مليل آهي جو هو لڙائي ۾ بار بار سخت حملا ڪندو هو. جهن جي خوف کان دشمن جي ساري لشڪر ۾ "علي علي" جو هل پئجي ويندو هو. جهن جو نشان اڃا تائين قائم ٿو ڏسجي، جو جڏهن ڪنهن کي بہ توڙي هندو هجي يا مسلمان، بار هجي يا وڏو، ڏڪ لڳندو آهي تہ اوچتو ان جي واتان "علي ڙي، علي ڙي" نڪري ويندو آهي.

ڏاهرين = سنڌ جي هڪ اڻ پڙهيل قوم. ڏٽ معنيٰ بيوقوف – جاهل

انسان = (انس = پيار) پيار ڪندڙ. ڪي عالم لکن ٿا تہ انسان لفظ "نسيان" مان نڪتل آهي (نسيان = ويسارو – ڀُل)

آدم = (دم = سوانس) جهن جو مدار دم تي آهي. ساهدار – خيالي وجود. خيال. خدا جي صورت – ڪندم ڪون – خدا ۽ عالم ارواح جو خليفو – الاهي عالم جو جامع. سچل سرمست ٿو چوي تہ آدم انهي ساهدار کي چئجي ٿو جو انهي دم جي دواران پهنجي اصليت سمجهي ۽ پاڻ سڃاڻي ۽ نہ

ته ٻيا سڀ ٻين حيوانن وانگر حيوان آهن. جن ۾ اها شناس (سمجهه) ڪانهي. ٻئي صورت ۾ حيوانن ۾ ٻه دم آهي پر منجهن پاڻ سڃاڻڻ جي شڪتي ڪانهي، جو ترقي ڪري سگهن. جيڪو پهريون انسان پيدا ٿيو هو انکي به آدم ۽ ان جي زال کي حوا سڏين ٿا. جن کي هندو شو ۽ پارٻتي ڪري ڪوٺين ٿا.

الله = (ڏسو صفع ٢٦٤)

تون ئي ٻڌندڙ.... قران = قران شريف ۾ آيو آهي ته الله سميعٌ بصير (الله ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ آهي) هن منزل تي سرمست انسان کي ٻانهپ کان ٻاهر ڪڍي الله ثابت ڪيو آهي. منهنجو اهو ئي مطلب آهي ته جيئن الله جي ذات هن بشري بوئي ۾ موجود آهي تيئن انسان به ڏسي ٻڌي ٿو. جڏهن آها نڪري وڃي ٿي تڏهن هي بوتو انهن ڳالهين کان خارج آهي. تهن ڪري ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جو ذريعو هي انسان ئي آهي. چاڪاڻ ته اهي حواس (اندريون) هن صورت ۾ هڪڙي سان لاڳو آهن. هن صورت کان

ڀڳوي بولي ۾ (سنت ١٤)



ٻاهر جتي هوبهو صورت (نرنڪار) آهي اتي انهن سڀني ڳالهين کان آجو، آزاد ۽ پاڪ آهي.

مهمان = (مهه = وڏو ـ مان، مانسن = وانگر) آبرو وارو، جنهن کي عزت ڏني وڃي- دعوتي.

لاخيرفي عبيدي = ٻانهي مان خير ڪونهي.

نوٽ - هي حضرت محمد (صلعم) جو قول آهي.

اڳين وقت ۾ عرب ۾ ٻانهن جو واپار هلندو هيو. گهڻو ڪري ڏٺو ويو هو ته ٻانها پنهنجن مالڪن سان بي وفا يا ڪپٽيا ٿي هلندا هوا ۽ کين نقصان رسائي ڀڄي ويندا هوا، جنهن تي چون ٿا ته حضرت جن مٿيون قول فرمايو آهي، ته "ٻانهي مان خير ڪونهي" پر سچل سرمست ٿو چوي ته حقيقت ۾ حضرت جن هي اشارو هن انسان طرف، جنهن کي عبد (ٻانهو) ڪوٺيو وڃي ٿو ڏيڻ فرمايو آهي ته هي ٻانهپ وارو صفاتي پوش (ان مٽي ڪوهن) پاڻ ڇڏي ڪرته الهيءَ ٻانهپ جي ٻيائي کان آجو ٿين ۽ پاڻ سڃاڻين.

چاڪاڻ تہ انهيءَ ٻانهپ واري خيال مان خير ڪونہ پوندي. ٻڪ رڪ تہ جيسين تون انهيءَ ٻانهپ جي قيد ۾ قيد آهين تيسين تون پاڻ سڃاڻي نہ ٿو سگهين. انهيءَ ڪان سواءِ جيڪڏهن تون سچ پچ عبد (ٻانهو – بندو) آهين تہ انهيءَ حديث موجب تو مان وري تهنجي مالڪ (الله) کي ڪهڙو خير پهچندو. ڇاڪاڻ تہ حضرت جن صاف صاف فرمايو آهي تہ "ٻانهي مان خير ڪونهي". تهن ڪري پاڻ کي نڪي ٻانهو سمجهہ نڪي سڏاءِ، بلڪ انهيءَ پوش کي پاڙا پري ڪري ڇڏ.

قرآن (قراءَ = خوش آواز – سريلو) اُها چيز جا عمدي آواز سان پڙهي وڃي – اها چيز جا ضرور پڙهڻي آهي – مسلمانن جو مڪمل مذهبي ڪتاب، جنهن کي هو آسماني ڪتاب ڪري ليکين ٿا، جو حضرت محمد (صلعم) جي معرفت نازل ٿيو آهي – الله جو ڪلام – فرقان.

عيسيٰ = رسالي معربات وارو لکي ٿو تہ اهو لفظ اصل سرياني ٻولي جو لفظ "السمرع" آهي، جو پوءِ ڦري عيسيٰ ٿيو آهي.



هي ڪرستانن جي قوم جي پيغمبر جو نالو آهي. حضرت عيسيٰ بي بي مريم جو فرزند هو سندس پيءُ جي ڄاڻ ڪانهي. تهن ڪري کيس روح الله (الله جو روح) ڪوٺيو ويو آهي. اهڙي شاهدي قرآن شريف ۾ آيل آهي. هن کي مسيح بہ ڪري ڪوٺيندا آهن. جنهن جي معنيٰ آهي دوست، پيمائش وٺندڙ، سنہ ڪرڻ وارو (سيلاني). ڦڪو (حضرت عيسيٰ جو رنگ زرد يعني ڦڪو هيو).

احمد = (حمد – ساراهہ) حد کان وڌيڪ ساراهيل (صفت مبالغ) لاثاني. هن برهمانڊ (ڪائنات) جي پيدائش کان اڳ هڪ نوراني ستارو هو. جنهن جو نالو هو "احمد" اسلام جي پيغمبر صاحب جو ذاتي نالو.

هنومان = جڏهن سري رامچندر جي راوڻ سان لڙائي لڳي هئي، تڏهن ٻولن جي سردار "هنومان" کيس مدد ڪئي هئي ۽ لنڪا (سلون) تائين ٻولن کان پل ٻڌائي هوائين. پر فقيرن جو چوڻ آهي تہ هنومان

هڪ مؤڪل يعني غيبي ديوتا آهي. جنهن کي سري رامچندر پنهنجي آتمڪ بل ۽ سدي يعني عمل جي روزتي حاضر ڪري انجي معرفت راوڻ جو خانو خراب ڪرايو هو. هن کي مها بير (وڏو پهلوان) به ڪري سڏيندا آهن. هنجو منهن باندر جهڙو آهي ۽ بدن ماڻهو جهڙو اٿس. پويان هڪ ڊگهو پڇ به اٿس جنهن سان لنڪا ساڙي ڇڏائين.

سنياڻ = (سڻپ - آڻ) سڻپ آڻيندڙ - چڪناهٽ پيدا ڪندڙ - جمائيندڙ - ڏڌ ڇڪو جو کير ۾ وجهي ڏؤرو جمائبو آهي.

اهڃاڻ = نيشان.

حسن = خوبي - سونهن - اها چيز جا پاڻ ڏانهن ڪشش ڪري - جمال جو تاثير - پياري لڳندڙ چيز - خدا جو نور.

حسن ۽ جمال

هن مايا جي پيدا ٿيڻ کان اڳ انهيءَ مطلق نور کي جمال جي نالي سان سڏيو ويو آهي. مايا ۾ ظهوري بعد انهيءَ نور جي جلوه ۽ تاثير کي حسن سڏجي ٿو.



هوس = خواهش - آرزو

فراق = (فرق = ورڇوڻي) جدائي - وڇوڙو

صمٌ بڪمٌ عميٌ فهم لا يرجعون = ٻوڙا، گونگا ۽ انڌا آهن جو وري نه ٻڌندا، نه ڳالهائيندا ۽ نه سڃاڻندا. خدا تعالىٰ قرآن شريف ۾ فرمائي ٿو ته اهي حق (سچ) ٻڌڻ کان ٻوڙا ۽ حق چوڻ کان گونگا ۽ حق ڏسڻ کان انڌا آهن.

پيهر = ڪنڌن جو لوڙهو.

لهر = سنسڪرت ۾ لهير لفظ آهي = موج - چڪر، گهمرو

اُلهي = هيٺ اچي - لهي وڃي.

گهريتڙا = گهر جا مالڪ - گهر وارا.

ساجهر = (فجر = ڦٽڻ) باڪ ڦٽي - صبح سويل.

(فاجر = ڦاٽيندڙ = اونده کي ڦاڙيندڙ پره ڦٽي)

سياڻي = (صبح) صباڻي = سياڻي.

مغربي = (غروب = لهڻ) مغرب = اولهه. اولهه جي طرف جا ماڻهو.

تاريڪ = اونداهي.

ڏير = مال خزانا.

ماٺيڪي = پيرولي.

مٿير = مٿي وارا- عالي دماغ- دانا.

ناسودي = (سود = فائدو) جن مان فائدو نه ملي. عام طرح بي غيرت کي ناسودي چوندا آهن. جن کي ناس پتو نه هجي.

نابود = ناس.

نپٽ = (نه = سواءِ، پٽ ڪپڙو) اگهاڙو - پٽيءَ.

نپٽ سي نابود ڪر = پاڙون سي پٽي ڇڏ.

مڪڙي = پيڙي - ٻولڙي. جنڊ جي وچ واري لوهي ڪلي جي مٿان جيڪا ڏنگڙي ڪاٺي هوندي آهي، ان کي به مڪڙي سڏيندا آهن. مڪڙي جي اصل معنيٰ آهي ڪبي، مڙيل.

بانڪا = (بانڪ = پرواه) بهادر سورما. (بي بانڪ = بي پرواه)

فرنگي = (فرنگ = فرئنڪ) يورپ ڏيه جو ماڻهو. حسين - ملاح - دريائي چور. بادفرنگ مرض تي نالو به اتان پيل آهي يعني فرنگن جي هوا. ايشا جي ماڻهن ۽ فرنگن جي ميل جهول سبب هڪ خون جي خرابي ۽ ڦرڙين



جو زهريلو مرض پيدا ٿيو، جنهن کي بادفرنگ ڪري سڏيو ويو.

هند = هندستان جو ملڪ. اصل ۾ **هند** (هندو) ۽ **سند** ٻه پائر هوا، جي پنهنجن مالن سان وچ ايشيا ۾ هت ڪهي آيا هوا. جيڪو ملڪ جو ٽڪرو **هند** وسايو ان کي هند سڏين ٿا. جيڪو **سند** وسايو ان کي سند سڏين ٿا. اوائلي سند جو ملڪ ڪشمير کان گجرات تائين پکڙيل هو جنهن ۾ پنجاب جو به پاڱو اچي وڃي ٿو. ويد ۾ سند جي معنيٰ آهي (سد) = اڪيلي هلڻ- وهڻ جڏهن ايراني هند ۾ آيا تڏهن ڪين ساڙو ڏسي پنهنجي لغت (ڊڪشنري) ۾ هند جي معنيٰ ڪارو داخل ڪري ويا. عرب ۾ هنده نالو گهڻن عورتن کي ڏنل آهي. اها "ه" مونث جي آهي. اهڙن اٽيڪ لفظن ۽ نالن جي ميل جهول عربي ۽ سنسڪرت ۾ نظر پئي اچي. جهڙي طرح ڪرسنا لفظ جي معنيٰ عربي ۾ ڪاري چيز جي آهي جو ڪرشنا = ڪرشو، (شام رنگ) سان ملي

اچي ٿو. انهيءَ ڪري ڪارن مترن کي عربي ۽ فارسي ۾ ڪرسنا ڪري سڏيندا آهن. باقي هند يا هندو جي معنيٰ چور وغيره اهي هت راڙو معنائون آهن.

فلڪ = پرواهه - غرض.

اڏين = نڌڪن - بيواهن - عاجزن. جن کي پرچهلو ڪو نه هجي.

نقرو = اڇو - سفيد.

ٽالپرن = (ٽالي بر - ڏاري وڃيندڙ) هي اصل بلوچ قوم جا آهن. سندن حڪمراني سنڌ ملڪ تي ڪجهه وقت هلي آهي. بادشاهي قوم هٿ ڪري ڪين مير ڪري پڻ ڪوٺين ٿا. سندن حڪومت اڃا تائين رياست خيرپور ۾ قائم آهي.

وزير = (وزر - بار) جن جي مٿان بار پيل هجي - سلطنت جو بار کڻندڙ - منتري.

اسير = قيدي - ورتل - قابل - بند.

منڊير = مٽڪ - موڙ - وڏو شملو.

آمين = دعا ۽ آسيس وقت اهو لفظ پڙهيان چئبو آهي ته ڏڻي قبول ڪري.



عرش = نائون آسمان - سڀ کان مٿيون مڪان جتي مطلق نور جو مرڪز مڃيو ويو آهي - الله جو تخت گاهه جتي نوراني ڪرسي پڻ مقرر آهي.

ڪشف = کولڻ - پردو پري ڪرڻ - انهيءَ اندروني طاقت جو کلڻ جنهن جي وسيلي ڳجهون چيزون ڏسجن. صوفين جي چواڻي ڪشف جملي ٽن قسمن جا آهن.

١. ڪشف قلوب = قلب (دل) جي خبر پوڻ.

٢. ڪشف قبور = قبر يعني زمين جي اندر جو ڪجهه آهي ان جي خبر پوڻ.

٣. ڪشف علوم = علم الاهي (غيب) جي خبر پوڻ.

نوٽ - سچل سرمست انهن ڪشفن کي نِنديو آهي. جي اهي ٻه فن ۽ هنر آهن، جي فقيريءَ ۾ داخل ڪين آهن. سچ پڇ اڄ ڪلهه زمين جو علم يا دل جي خبر رکڻ جو علم مغربي دنيا جي اسڪولن ۾ عام جام پيا سيکارين، تو ڇا اهي به فقيري ۾ داخل چئبا ڇا؟ سرمست جو قطع اهو چوڻ آهي ته فقير اهو آهي جو پاڻ سڃاڻي ۽ پنهنجي موت ۽ زندگي تي قادر رهي.

ڪرامت = (ڪرام – بزرگ) بزرگي – ڪرشمو ڏيکارڻ. جھن کي انگريزي ۾ (**Miracle**) سڏين ٿا.

شبها = (شبھ – شڪ) شڪ – گمان.

يقين = ويساهه – نسچو. فقيري راهه ۾ يقين ٽن قسمن جا آهن.

١. علم اليقين = ڪنھن چيز جي يقيني يعني پڪي طرح ڄاڻ (ڏسو صوفي اصطلاح ع)

٢. عين اليقين = (انياؤ) يقيني طرح ڄا... چيز کي اکين سان ڏسڻ.

٣. حق اليقين = (اھم برھم) پاڻ ا... ۾ شريڪ ٿي پڪ رکڻ (ڏسو صوفي اصطلاح ح).

يقين جي سمجھڻ لاءِ هيٺيون مثال ڪافي آهي. جيئن ته ڪنھن شخص کي يقيني طرح سڌ آهي ته زهر ماريندڙ چيز آهي. اهو ان لاءِ ”علم اليقين“ آهي. مگر زهر کي هوبهو اکين سان ڏسڻ، ”عين اليقين“ (انياؤ) آهي. زهر جي کائڻ سان ان جي تاثير هيٺ اچڻ، ”حق اليقين“ آهي. گرو نانڪ صاحب به يقين کي ٽن قسمن ۾ ورهايو آهي.



١. سروڻ = ٻڌڻ يعني ٻڌڻ سان يقين ڪرڻ.

٢. منن = مڃڻ = ڏسڻ سان مڃڻ ۽ يقين ڪرڻ.

٣. نديا سن = پاڻ سڃاڻڻ يعني خود پاڻ سڃاڻي يقين ڪرڻ. (ڏسو صوفي اصطلاح ع)

تلوين = رنگا رنگي ڪرڻ – فقيرن جي هڪ منزل جو نالو، جتي گوناگون ۽ عجيب جھڙو نظارو نظر اچي ٿو ۽ طالب جي حالت ۾ ڦير گھير پيدا ٿئي ٿو. انهيءَ منزل تي طالب هڪ جاءِ تي نه ٿو رهي سگھي.

تمڪين = عزت – مرتبو – قدر. (ڏسو صوفي اصطلاح ت)

تلقين = تعليم ڏيڻ. گيان ڏيڻ – خدائي وات کان واقف ڪرڻ.



# خيال ٻيو

## (معرفت)

### سرڪجري

معرفت - (عرف = هن ڄاتو) ربي راز جي ڄاڻ. ڏاڍي جي سڃاڻڻ وارو علم. صوفي ڀاڻ سڃاڻڻ جي ڄاڻ کي معرفت جو علم چوندا.

عارف = ربي راز جو ڄاڻندڙ.

### نوٽ

صوفي مت موجب عارف، الله کي ڄاڻي ٿو ۽ عاشق الله کي ڏسي ٿو. ڇاڪاڻ ته عشق ڏسڻ سان ئي لڳندو آهي.

ڪجري = (ڏسو صفحه ١٨)

الست ۾ بربڪم قالو بليٰ = الست بربڪم = آيا مان اوهان جو رب نه آهيان؟

قالو بليٰ = روحن چيو "هائو" (قرآن)



نوٽ - جڏهن رب روح پيدا ڪيا، تڏهن کين پڇيائين ته "الست بربڪم" آيا مان اوهان جو رب نه آهيان؟ "قالو" چيائون "بليٰ" هائو. يعني هائو تون اسان جو رب آهين. انهي ڏينهن کي شاعرن "الست بربڪم" جي پهرين لفظ "الست" سان ياد ڪري، روز الست ڪري سڏيو آهي؛ جنهن کي روز ميثاق به چوندا. فارسي ۾ بلي (هائو) جو لفظ به انهي بليٰ مان نڪتل آهي. حافظ شيرازي پنهنجو ديوان روز الست جي ذڪر سان شروع ڪيو آهي.

چي- "ڪه عشق آسان نمود اول ولي افتاد مشڪل ها" اول يعني روز الست وقت اقرار آسان هيو، مگر هت اچڻ بعد اهو ياد ڪرڻ يا ان تي هلڻ ڏاڍو مشڪل ٿيو.

حق الحق = نج سچ - پورو سچ - سچ پچ سچ.

عرفت ربي بربي = الله کي الله سان سڃاتم. (قول الفقرا)

الف احديت وارو = احديت جي اکيان جو الف اکر آيل آهي يعني هيڪڙائي.

احديت = هيڪڙائي. هت ادو اشارو الله طرف ڏنل آهي، ڇاڪاڻ ته الله جي اکيان الف اچي ٿو ۽ الله هڪڙو آهي.

نوٽ - الف جي معنيٰ ننگو به آهي يعني دنيا جو ڪو به وسعو جان تي نه رکڻ ۽ دنيا کي بلڪل تياڳ ڪري نڪرڻ.

بي تي وغيره حرفن کان فقير گهڻو ڪري نفرت ڏيکاريندا آهن يعني اهي حرف دنيا جي وهنوار سان لاڳو سمجهندا آهن.

حقيقت ۾ انهيءَ "الف بي" جي تختي ۾ هڪ وڏو راز رکيل آهي. انهيءَ جو اونهو اسرار ته صدري يعني (سيني ۾) سانديل آهي. پر ظاهر اين به پيو ڏسجي ته اهو ڳجهو جو مسلو به صوفين جي جفر ۾ داخل آهي. "الف بي" جا اهي ٽيهه اکر مهيني جي ٽيهن ڏينهن جي مقابل لهڪيل آهن. لام ڏنگو (لا) ۽ الف همزه (ءَ) دوباره اچڻ سبب خارج آهن. يعني اهي آواز اڳئي موجود آهن. اهڙي طرح چنڊ جون ٻه ٻيون ۲ تاريخون پڻ خارج آهن جو چنڊ ڏسڻ ۾ ڪونه ايندو آهي. تنهن ڪري الف بي جا ۲۸ حرف، مهيني جي ۲۸ تاريخن جي مقابل آهن تا جن کي جفر وارا ڇهن سان ضربي تاثير موجب انهن مان ۷ سيار تا ڪن ٿا. (۷ × ۴ = ۲۸) يعني هرهڪ مهيني ۾ چار هفتا ۽ هرهڪ هفتي ۾ ۷ ڏينهن رکي ۲۸ جو جفر پورو ڪيو اٿن. اهي آهي ۷ سيارا آهن جن کي هندو گرهه، انگريز پلينيٽ (Planets) ۽ مسلمان سيار ڪري ڪوٺين ٿا؛ جن جو مفصل ذڪر وجود جي توصل سان صفحه ۱۴۷-۱۴۸ ۾ آيل آهي. اهڙي طرح قرآن شريف جا پڻ ۳۰ پارا جن کي سيپارا چون ٿا، سي ٽيهن حرفن ۾ ٽيهن



ڏينهن پر ماڻي آهن. جهڙن جو مطلب قرآن شريف جي * مقطعات جي حرفن ۾ موجود آهي مگر عام فهم انهن جي معنيٰ کي پهچي نٿو سگهي. حقيقت ۾ انهن جا چاڙهندڙ فقير آهن. اهي مقطعات جا حرف انهيءَ "الف بي" جي تختي مان چونديل آهن.

شرح ملا = نالو هڪ نحو (گرامر) جي ڪتاب جو، جنهن جو مصنف (رچيندڙ) ملا جامي صاحب آهي. تنهن ڪري انهيءَ ڪتاب کي (شرح ملا) يعني ملا جامي جي شرح ڪري ڪوٺيندا آهن.

ملا = تهتار - علم سان پريل.

ڪنز قدوري ڪافيا = (ڏسو صفحه ۲۸۱)

ڪنڌ = پٺي

الله هو = (الاهو) ال = هميشه عربي ۾ اسمن اڳيان آڻيندا آهن. جهڙي کي انگريزي ۾ (The) چون ٿا. لا = ڪجهه به نه (نفي) هو (اثبات) ثابت آهي. الله جي شد جو اهو مطلب آهي ته لفظ ۾ ٻه لام آيل آهن. صوفي انسان جي سسي جي پيٽ "هو" سان ڏيندا آهن. جيئن "هو" جي و ڇپن ليڪ لنگهي هنڪي ۾ پاڳا ٿي ڪري، تيئن انسان جي

معنه جي وچان نڪ جي ليڪ سندس منهن کي "ھ" وانگر ٻن ڀاڱن ۾ ورهائي ٿي -

يقين = ويساه ـ اها چيز جا زائل نه ٿي- (غياث)
(ڏسو صوفي اصطلاح - ي)

تصور = (صور) خيال سان ڏسڻ- ڌيان ۾ رکڻ-

غازي = غزا ڪندڙ - پهلوان - لڙندڙ.

غزا = وطن جي بچاءَ لاءِ لڙائي-

جهاد = مذهب جي بچائڻ جي جنگ،

غذا = خوراڪ-

شهادت (شاهد - ڏسندڙ) الله جو مشاهدو - الله سان ملاقات - جيڪو شخص الله جي واٽ ۾ مارجي ٿو ان کي شهيد چون ٿا- ڇاڪاڻ ته اهڙي موت بعد هنکي الله جو مشاهدو ٿئي ٿو -

* مقطعات - اُهي الف بي جا اکر آهن، جي قرآن شريف جي سورتن جي شروع ۾ آيل آهن. جهڙوڪ (الم الر طها وغيره) گهڻو ڪري عالم انهن جي معنيٰ کان انڪاري آهن. جيڪڏهن ڪن معنيٰ ڪڍي ڪئي به آهي ته اُها اختلافي آهي.



لا = (صفحه ٢٦٤)

من عرف نفسه عرف ربه = جنهن پاڻ کي سڃاتو تنهن رب کي سڃاتو (ڏسو صفحه ٧١)

نوٽ - اهو پانهنجو وارو خيال (ته مان ٻانهو آهيان) جيسيتائين تهنجي دل مان دور نه ٿيندو تيسيتائين تون پاڻ سڃاڻي نه سگهندين. اهو وهم لاهه ته توکي پنهنجي اصليت معلوم ٿي ته مان اصل ڪير آهيان.

خيال = اها چيز جا زمان ۽ مڪان کان آزاد آهي.

ڌرم = پرماتما جي ذات جي اصليت ۽ خصوصيت کي ڌرم چئجي ٿو يعني جا خصوصيت ۽ اصليت ان جي ذات ۾ موجود آهي ان کي چئجي انسان جو ڌرم آهي. مثلا پاڻي جو ڌرم آلاڻ آهي. يعني پاڻي جي خصوصيت آلاڻ آهي. باهه جو ڌرم جلائڻ آهي وغيره. ٢- (ڊيوٽي - فرض) ٣- مقرر ٿيل چيز ٤- جنهن شئي تي دارومدار رهي.

رام = فرمانبردار - سري رامچندر راجا دسرٿ جو فرزند. هت اشارو خدا جي طرف آهي.

رحيم = رحم وارو دياوان خدا جي صفت.

نوٽ – رحيم ۽ رحم آهي مگر آهو ڪهن تي هو ڪري يا نه ڪري. رحم ڪرڻ واري حالت ۾ هلڪي راحم سڏجي ٿو. رحيم خاص مومن لاءِ آهي.

رحمان = رحم وارو (رحمان جو رحم ساري جهان لاءِ عام آهي ۽ يڪسان ۽ هردم آهي.)

گبر = آتش پرست قوم – ذورستر پيغمبر (زردشت) جي قوم.

نسارو = حضرت عيسيٰ جي امت (ڪرستان)

خلق الانسان عليٰ صورت يا خلق الله آدم عليٰ صورت = الله آدم کي پنهنجي صورت تي پيدا ڪيو آهي. (حديث)

خمر = شراب.

خمار شراب جو نشو – مستي.

ازلي منڍ – روح جي پيدا ٿيڻ وارو ڏينهن

ابد = شروع – روح ۽ مايا جي شروعات وارو ڏينهن يا وقت.

انا احمد بلا ميمي = مان احمد آهيان سواءِ ميم جي، يعني احد (خدا) (قول حضرت محمد صلعم)

انا عرب بلا عينا = مان عرب آهيان سواءِ



ع جي يعني (رب) (قول حضرت محمد صلعم)

نوٽ – ٻوئين حديث، شريعت وارا صحيح نٿا مڃين مگر فقير ان جا قائل آهن.

موتو قبل ان تموتو = مرڻ کان اڳي مرو. (قول الفقرا)

(مطلب)

١. پنهنجون سڀ خواهشون ۽ هوسون ماري ڇڏڻ.
٢. جيري هي دنيا تياڳي دنيا جي سڀني چيزن کان الڳ، ته گويا تون جيري دنيا مان مري نڪتين.
٣. دم کي ديهي کان جدا ڪري وري منجهس آڻڻ.
٤. وجودي وهم وساري رڳو هڪ دم کي قائم رکڻ.

سڪ رمز وجود وڃاوڻ دي
نهين حاجت پڙهڻ پڙهاوڻ دي
(بيدل)

نوٽ

جيئڻ ۾ مرجي تون = جي ٻه ساڳي معنيٰ آهي. زندگي جي وقت ۾ مري وري جيئرو ٿي. يعني اهو نسخو سگر کان سک جهن جي وسيلي تون هن ديهي مان دم ٻاهر ڪيڍي وچ وري اچي انهي جوءِ ۾ واسو وٺ. جڏهن اها پرڪٽس موت ۽ زندگي تي قادر ٿيڻ جي ڪندين تڏهن فقير سڏبين.

ڏات = اصليت - نور الاهي - پرماتما جي جوت.

صفات = ان مٽي ڪوش = جو ڪجهه هن برهمانڊ ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو - اها شڪتي جنهن جو پاڇو پوي. هتي اشارو انسان جي سرير طرف آهي.

حقيقت (حق = سچ) سچائي.

طريقت (طريقه = رستو) الله ڏانهن نيندڙ رستو.

معرفت (عرف = سڃاڻڻ) الله جي ڄاڻ - گيان مارگ.

چولي = چولي ۾ = بوتي ۾ - سرير ۾.

و نفخت فيه من روحي = ۽ ڦوڪيم آدم ۾ پنهنجو روح (قرآن)

دع نفسڪ = پاڻ ڇڏ = خود ذات ٽي وڃ. هن صفات (ان مٽي ڪوش) کي وڃائي ڪڍي ڇڏ.

"دع نفسڪ تعاليٰ ربشنو

اي براد و زگوش پنبه برار" (عطار)

هستي = (هست = آهي) مالڪ - اهنڪار - هٺ.

ڪيف = خمار - نشو.

حسن = عام خوبي جو نالو - صورت جي خوبي.

را (ست ١٥)

خدا جو حڪم بڌ ۽ پاڪي هنن ٻنڌن کان آجو ڪر



اها چيز جا پاڻ ڏانهن ڇڪي. مايا ۾ سمايل نور. نوٽ - حسن فاني آهي.

جمال = خاص خوبي - صورت ۽ سيرت جي خوبي - نور اعظم جو جلوه - پرماتما جي جوت.

نوٽ

اجان مايا پيدا ڪانه ٿي هوئي، ان کان اڳ جو نورئي نور هو انهي نور اعظم جي جلوه کي جمال چون ٿا - مايا ۾ سمائڻ بعد ان کي حسن چون ٿا. تهن ڪري حسن فاني ۽ جمال باقي آهي.

ثواب = پنج

صواب = سچ - پختگي.

فرعون مصر جي بادشاه جو نالو، جنهن خدائي دم هنيو هو.

منصور = هڪ وڏو صوفي ٿي گذريو آهي. ايران جي شهر بيضا ۾ ڄائو هو. هن پڻ خدائي دم هنيو آهي.

فرعوني......ڏاهيون = سچل سرمست ٿو چوي ته خدائي دم ته فرعون به هنيو ۽ منصور به هنيو، پر سچو ڪهڙو ڪوڙو ڪهڙو؟ سچو دم

سچ پچ منصوري آهي، جو جڏهن، پنهنجو هي صفاتي بوتو وڃائي ويجهي ذات ۾ پهتو آهي تڏهن منجهانس اهو انا الحق (مان خدا) جو آواز نڪرندو رهيو آهي. موت جي آزمائش تائين هو سچ تي قائم رهيو آهي ۽ پنهنجا عجائبات ڏيکاريندو رهيو آهي. فرعون جي دعوا غلط ثابت ٿي، جو هو آخر پڇتاءَ جي موت مئو آهي ۽ ڪنهن به آزمايش ۾ پورو ڪونه بيٺو.

مخدومي = (مخدوم = مالڪ) مالڪي.

صريح = صفا - پورو.

گويائي = (گفتن - چوڻ) گفتگو.

وبي ينطق وبي يبصر = مون سان ڳالهائي يعني آءٌ ڳالهايان ۽ ڏسان.

نوٽ - سالڪ هڪڙي اهڙي درجي ۾ اچي ٿو جهن ۾ هو نڪي ڳالهائي ٿو ۽ نه هو ڏسي ٿو. بلڪ اُها حق جي ذات ٿي ڳالهائي ۽ ڏسي مگر پاڻ گم آهي.

"منصور کي پرده مين خدا بول رها هي،
خود راز انا الحق وهي کول رها هي"



ڪل شئي ناطق بالحق = جيڪا چيز ڳالهائي سا اُهو الله آهي.

الانسان سري انا سره = انسان منهنجو ڳجهه آهي. آءٌ انسان جو ڳجهه آهيان. (حديث قدسي)

خدائي = خدا وارو - اهو سچل سرمست جو منجهه ۾ تخلص پڻ هيو جو آشڪار بدران شعر ۾ ڪم آڻيندو هو.

ڪُفر = خدا جي نعمتن جي ناشڪري.

ڪافر = ناشڪر - پچ لڪائيندڙ - خدا جو منڪر.

مومن = (ايمن = سلامت) سلامتي ۾ آيل. ايمان وارو.

ڪل شئي هو الله = سڀڪا شي الله آهي ۽ نه ٻيو.

ليس في جبتہ ماسوالله = منهنجي جبي (پوش) ۾ الله کان سواءِ ٻيو ڪجهه نه آهي.
(جنيد)

هيچ = ڪجهه به نه

الستي = شروع وارو خدائي.

نوٽ - جڏهن خدا روح پيدا ڪيا تڏهن آواز آين ته " الست بربڪم " (تحقيق مان اوهان جو رب نه آهيان.)

حديث قدسي (سٽ ۴)

روحن وراڻي ڏني ٻلي (هائو) يعني تحقيق تون اسان جو رب آهين. فقير چوي ٿا ته جن روحن اهو جواب ڏنو آهي انهن جو عشق پنهنجي رب سان هت به سچو آهي. جن کان جواب ڪونه اچيو تن کي هت به اها تات ڪانه رهي. تهن ڪري فقير صاحب انهيءَ "الست" واري لفظ کي السعي ڪري ان طرف اشارو ڏنو آهي.

ڪل شيءٍ يرجع اليٰ اصله = هر ڪا چيز پنهنجي اصل ڏانهن رجوع ڪري ٿي.

لامقصود في الدارين الاهو = سواءِ "هو" (الله هو) جي ٻنهي جهانن ۾ ٻيو ڪو انهيءَ جو مقصد ڪونهي.

هو = وارو.

عين = نج.

عين = اکر.

سِر = ڳجهه.

سَر = مٿو.

والله = قسم الله جو (اها واو قسميه آهي)

درويشي = درويش = در = ٻيو (دروازو)

ويش = ويختن = ٽنگڻ يعني جيڪو سوال



ڪندڙ (سائل) هجي. ڪن لغتن لکيو آهي ته دُر = موتين جو پٽلو يا جواهر ۽ ويش = وانگر يعني جواهر جهڙو. ڪن عالمن لکيو آهي ته فارسي ۾ "دَر" جي معنيٰ آهي "وچ" تهن ڪري درويش جي معنيٰ آهي وچ وهڻ وارو يعني هر جا عزت لهڻ وارو. درويشي معنيٰ فقيري.

بدڪيشي = (بدڪيش = بدمذهب) ناپاڪي، ڪڌرمي.

دلريشي (ريش = ڦٽ) ڦٽيل دل وارا.

هو = اثبات.

نوٽ:- انسان جي دم جو اوچتو آواز به "هو" آهي اهو تڏهن صاف معلوم ٿئي ٿو جڏهن انسان ڏڍو ساهه کڻي ٿو.

هويدا = پيدا - ظاهر.

مان ... ڏيوالو = متان اهڙا رهت ڪرين ۽ پوءِ تو ۾ ڪا به برڪت يا طاقت نه رهي بلڪ تهنجو اندر خالي کوکي جو کوکو نه رهجي وڃي.

ٽلافي = خوشامد.

صوفي صافي = اهي صوفي جن ۾ خدائي اخلاق

پاتا وجن (ڏسو صفحو ۲۷)
لطيفا = انهن کي شش لطائف يا لطائف ڇهه
سته يا اطوار سته به ڪري سڏيندا آهن.
(ڏسو صفحو ۱۴۸)
دم بند ڪرڻ = دم مٿي چاڙهڻ - پراڻايام
حبس دم ڪرڻ.
فروعي = معمولي - مختصر.
مشائخ = (واحد شيخ = وڏو) وڏا.
ملا = پڙهيل - تمتار - علم سان پڙهيل.
معلم = علم وارو ماستر. ماستر لفظ خود عربي آهي.
اصل لفظ آهي "مسطر" جو سطر (سٽ) مان
نڪتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي سٽ
سٽيندڙ (ضابطو رکندڙ) پوءِ مسطر مان ڦري
ٿيو آهي ماستر.

زهد = عبادت.
تقوا = پرهيزگاري.
طاعت = بندگي.
عشق = (ڏسو صفحو ۲۷۹)
روز ازل = روحن جي پيدائش وارو ڏينهن.
مشاخي = (شيخ = وڏو) وڏائي - فخر.



بر = ٿوڪ
فراخي = (فراخ = ڪشادو) ڪشادگي.
سوز = (سوختن = سوز = سڙڻ) ساڙو - جل.
گداز = (گداختن = گداز = ڳرڻ) ڳارڻو.
طباخي = بورچي - نانوائي - پيٽر (گهڻ کائو)
چور طباخي = چور پيٽر.
ويتي = مهتي.
دائرا = نقش - تعويز - ورکياؤن - حدون.
دعوت = دعوت جو هڪ علم آهي جنهن جي وسيلي
روحن (آتمائن) کي حاضر ڪرائبو آهي.
معدومي = (عدم = ناپيدا = ڪم) نيستي - ناپيدا
فقيري - نه هجڻ - نيستي — مفلسي.

ارض = زمين.
سما = آسمان.
آمد رفت = اچ وڃ - عروج نزول - دمن (سوانسن)
جو لاهڻ چاڙهڻ - پراڻايام.
لامڪان = (نه جاءِ وارو) جنهن جي ڪا خاص
مقرر جاءِ نه هجي - هرجا.

نوٽ
الله هر جا موجود آهي تهن ڪري سندس

گداختن = گداز (سٽ ۳)

ڪابہ جاء مقرر ڪانہ آھي جھن جي بندش ڪيس و جهجي.
انهي ڪري چئجي ٿو تہ ھنجو ھڪ مڪان نہ آھي بلڪ
ھنکي مڪان ڳي ڪونهي. ھر جھي ڪٿي موجود آھي.

دم ھمس ڪرڻ = پراڻ يام ڪرڻ.

بخاري = بخاري ملڪ جو.

نوٽ - سيدن جو بهاد اول بخاري کان ھت آيو
آھي تهن ڪري بخاري سيد مشهور آھن.

لطيفا = (ڏسو صفحہ ۱۴۸)

عالم = جهان - سنسار.

عالم = علم وارو - ڄاڻ وارو.

ولي = دوست - الله جو دوست. (جمع=اولياء)

ڪوريل = سرخ رنگ - خماري.

ڪر = ڪنارو - پر.

گوبند = ڏڻي جي طرف اشارو آھي.

منبر = مسجد ۾ بانگ ڏيڻ جو منارو.

قلندر = بي پرواہ فقير - بي باڪ - دنيا کان تياڳي
(تارڪ) جلالي فقير - خانہ بدوش - جزبي ۽
مستي وارو.



نوٽ - سيوھڻ جي لعل شهباز کي قلندري خطاب مليل
آھي سندس اصل نالو عثمان مروندي آھي.

قاضي = قضا ڪندڙ - فيصلو نبيريندڙ.

مفتي = فتويٰ ڏيندڙ.

نوٽ - مفتي تي قاضي کي فتوائون ڳولي لڌائڻ جي ڊيوٽي
آھي. جن جي آڌار تي قاضي فيصلا نبيريندو رهندو
آھي. جهڙيءَ اج ڪالهہ مئجسٽريٽ ۽ سرشتيدار.

لطيفا = (ڏسو صفحہ ۱۴۸)

ڪشف = (ڏسو صفحہ ۲۵۰)

قلوب = (واحد قلب) دل - ڦرندڙ چيز.

قبور = (واحد قبر) تربت.

نقش = تعويذ - رڪياؤن.

ڪيميا = سون ٺاهڻ جو هنر.

سيميا = چاندي ٺاهڻ جو هنر.

"ڪيميا و سيميا و ريميا
ڪس نہ داند جز بذات اوليا"

خوء = اصل معنيٰ مزاج - طبع - هت ظاهري شڪل.

حفظ = ياد. (حافظ = ياد ڪندڙ).

سمان = عزت وارا.

ڪرانا = پٺاڻ.

ڪعبو = بيت الله (الله جو گهر) پهلو دار مڪان.
مڪي شريف ۾ ڪڙي پٿر جي چوديواري
آهي. جا حضرت ابراهيم مصري پٿرسان تيار
ڪرائي هئي. حضرت محمد (صلعم) بر انهي
سان ئي جاءِ کي دائمي پاڪ جاءِ سمجهي تسليم
ڪيو ۽ انهي جاءِ کي حج جو مرڪز مقرر ڪيو.
ڪعبي جي جاءِ اتر کان ڏکڻ تائين ۴ ڪيوبڪ
فٽ آهي ۽ اوڀر کان اولهه تائين ٣ ڪيوبڪ
فٽ آهي. سندس اوچائي ٢٧ ڪيوبڪ فٽ
آهي. ۵ ۽ ۴ فٽ اتس ۾. ڪعبي جي ٻي معنيٰ
"مٽي ڦيل" ۾ آهي.

قبلو = طرف - عبادت جو طرف - ڪعبي جو طرف.

ڪعبي واري = حج واري.

مسائل = (واحد مسئلو) سوال - عقلي نقلي
مقدمان - قانوني سوال.

مصلا = (واحد مصلو) عبادت جو وڇائڻو - ڪپڙو.
اها چيز جنهن تي نماز پڙهي وڃي - جاءِ نماز.

ڦڪ = چڪو - ڊڪ.



ناٻود = نيستي - نهٿائي - فنائي.

ڪلالي = ڪوڙ بدوڙ - بدمعاشي.

ڪلالي شراب وارو.

عشق = (ڏسو صفحه ٢٧٩)

ڪاف = جبل - سخت.

استاد ازل = الله تعاليٰ - پرماتما.

ماڻ ۾ رهندين = جن سان ملندي - خودي
۾ هوندين.

ورد = هرروز جو ڪم - مقرر ڪيل عبادت جا
فرضي ذاتي دور ائڻ.

وظائف (واحد وظيفو) مقرر ڪيل چيز - مقرر
ڪيل عبادت جا فرض نه آهي.

عبادت (عبد - بندو) بندگي.

دعواتي = روحن ۽ آتمائن کي گهرائڻ جو علم

رجعاتي = (رجعت = رجوع ٿيڻ) خلق کي
پاڻ ڏانهن رجوع ڪرڻ وارا.

ڪراماتي = ڪرامت هلائڻ وارا.

عشق واري اثباتي = عشق کي ثابت ڪرڻ.

حنبل = اسلام ۾ ۴ امام (اڳواڻ) ليکيا وڃن

ٿا جن اسلام جا مذهبي ڪتاب لکيا آهن ۽ قرآن شريف ۽ حديث شريف وغيره جون شرحون لکيون آهن. اهي چارئي امام اسلام جي سند آهن. امام حنبل صاحب انهن مان هڪڙو آهي.

۲ - امام اعظم صاحب عرف (نعمان)

۳ - امام شافعي صاحب.

۴ - امام مالڪ صاحب.

طفوليت = (طفل = ٻار) ٻاراڻپ

انا احمد بلا ميمي = مان احمد آهيان سواء ميم جي يعني (احد = خدا)

فردا = سڀاڻي.

گهت گهت = گهٽي گهٽي.

# خيال ٽيون

## (عشق مجاز)

### سر پيروي

مجاز = راه - لنگهڻ وچڙ جي جاء - لنگهه غير حقيقت - عشق مجازي - ظاهري صورت جو عشق.

المجاز قنطره الحقيقت

مجاز حقيقت جي پل آهي.

غماز = غمزه ڪندڙ - طعنو هڻندڙ - اکين جو اشارو ڏيندڙ - سخن چين.

(اصل غماز اسم فاعل آهي.)

المليحن = لاڏلن - پيارن - محبوبن.

نخوت = فخر سان گڏيل ناز - وڏائي - لاغرضي

قوس قزح = (قوس = ڪمان، قزح = قزحه = ٻٽاڻ‌ڻي) رنگا رنگي ڪمان - ڌنگهي ڪمان - قزح فرشتي جو نالو آهي جو بادلن جو منتظم آهي. هندي ۾ نالو مينگهه اٿس. قوس قزح

ڪي سنڌي ۾ الجلٽ ڪري ڪوٺيندا آهن.

ابرو = (آب - رو) ڀرئون.

ڪمان = (اهو لفظ اصل فارسي ۾ خمان آهي) خم ڪريت واري - ڪبي - ٽيڙهي - سينگ[1].

سيگر = (اهو لفظ آهي شرنگ) ڏنگي ٽيل - ڪمان.

الامان = پناهه = توبه.

پيڪان = (واحد - پيڪ = چهنب) تير جي نوڪ هت پنبڙين سان مشابهت آهي.

ڪشس = (ڪشيدن = ڇڪڻ) ڇڪيل.

ڪجاڪج = ڏنگا - وروڪڙ - پيچدار.

محراب = مسجد ۾ امام جي سجدي واري جاءِ جا مرغول شڪل يعني ڪمان وانگر گولائي سان هوندي آهي.

ڏنگا ونگا = وڪڙن وارا - پيچدار - ڪهنڊي دار.

مصحف = (صفحن وارو) ڪتاب - پستڪ - هت خاص قرآن شريف طرف اشارو آهي.

اعراب = زير، زبر ۽ پيش وغيره حرڪات ڪي اعراب چوندا آهن.

سيپارا = قرآن شريف جا ٣٠ ڀاڱا (سي ٽيهه، پارا = ڀاڱا)

باب = دروازا - ڪتاب جا فصل.

---

... غلط آهي = ... (سٽ ٣)



بره جا باب = عشق جا داستان.

نوٽ - هن بيت ۾ شاعر معشوق جي پيشاني تي ڪڙيل پيچدار وارن جي وا[2] جو تعريف ڪئي آهي. جن جي ڀيٽ مسجد جي محراب سان، جو مرغول (ڪمان) جي صورت آهي، هڪ عجيب پيرائي ۾ ڪمال آهي. قرآن شريف جي اعرابن سان ڀيٽيندي شاعر محبوب جي زلفن جي لڙهن کي سيپارن جي سٽن سان تشبيهه ڏئي شعر جي عجيب جدت ثابت ڪئي آهي. ڇاڪاڻ ته جهڙا قرآن شريف جا حرف ڪارا جهڙا محبوب جا وار ڪارا آهن. تعجب ته اهو آهي جو انهن وارن جي تعريف ڪرڻ ۽ قرآن شريف جي پڙهڻ جو ثواب هڪ جيترو ڪري ليکيو اٿس.

چٽڪ = چٽڪو - اکر ڇنب - چالاڪي.

اٽڪ = بندش - رڪاوٽ - آڙ.

اٽڪ جي اٽڪ = اٽڪ درياه جي آڙ (جهل)

نوٽ - هي معنيٰ آهي ته جهن جهن عاشقن کي محبوب سان ملڻ ۾ اٽڪ ٽي وڌي سا به هو ٽوڙي پار پيا. اهو اشارو هن مايا جي بندش طرف آهي جنهن ۾ هي وجود (سرير) براجي ويو. جنهن جي وسارڻ سان

انسان پاڻ سڃاڻي ٿو. جهن پاڻ سڃاتو تهن پنهنجي رب کي ڄاتو. اهڙن عاشقن کي هي مايا جو مهراڻ اٽڪائي نٿو سگهي.

سٽڪ = سٽڪو. ڦهڪو.
ٻٽڪو ڪري ٻٽڪ = ڏوڪاري - ڏوڪي.
ڇٻيلن = معشوقن، سهڻن - نازنينن.
جهٽڪ = جهٽ. سٽ. لامارو.
ڇلا = گول - کهنڊيدار - ٻيچدار.
مُو = وار.
مکيڙيا = پڪڙيا (ڪهڙڻ - ڇڙ وڪڙ ڪرڻ)
نيم شبي مهتاب = اڌ رات جو چنڊ.
مشعلا = (شعله=لاٽ) شمع - روشن ڏيا.
تاريڪي = انڌيري.
تيجارا = تيج وارا - روشن.
اجهلا = جهل ۾ نه اچڻ وارا - اڻ ترڻ - بي ڊپا.
سنبل = گل جو قسم - شاعر انهيءَ گل کي وارن سان ڀيٽيندا آهن. هو رنگ جو ڳوڙهو ڳاڙهو ڪاريءَ جهلڪ تي ٿيندو آهي.
واسينگ = هڪ وڏو زهريلو نانگ آهي جنهن جي



مٿي ۾ مڻ ٿئي ٿي. شاعر معشوق جي وارن سان ڀيٽيندا اٿس جو اُهي به اهڙا ئي عاشق جي دل کي ڏنگين جيئن واسينگ نانگ، پڻ پريان اهڙا پيا نظر اچن جڻڪ نانگ ڪر ڪڍيو وڪڙ هنيو ويٺا آهن.

ولا = وڪڙ.
وره = برهه - عشق.
ملا = ڀريل - تمتار - علم سان ڀرپور.
نوٽ:- صوفي اصطلاح موجب الله جي عشق جو مذڪر.
ڪلا = ڪليءَ - ڪل - سڀ.
رحل = ڪاٺ جي ننڍي گهوڙي جنهن تي مسلمان قرآن شريف رکي پڙهندا آهن.
واصل...... ليلا = دنيا جا جملي حساب ڪتاب ويڙهي سيڙهي رکين.
للا = مانڌاڻي.
مسئلا = (مسئله) سوال- قانوني سوال- مذهبي قانون.
مصلا (واحد مصلو) نماز جي جاءِ - عبادت گاهه. نماز جو اوڇڻ.
گولاڙا = ٻانها.
ڏوڙها = گنجا- هي اشارو ملن ڏانهن آهي جو هو

هميشه متو ڪوڙائيندا آهن.

ڪرنلا = جاهل - اڻ ڄاڻ - عشق کان غير واقف.

نوٽ - اهڙا فقير صاحب قاضي صاحب کي گويا آسيس (دعا) ڪئي آهي ته خدا ڪندو ته توکي به عشق لڳندو. ڄاڻڪار ته فقير صاحب جي خيال ۾ عشق جهڙي ٻي متبرڪ ۽ نيڪ چيز ڪان هوئي.

ٻلي = وس - هٿ - اختيار.

بَلي = هائو - اتر - اعليٰ - وهواه.

نوٽ - شعر جي قاعدي موجب بلي ۽ بلي تجنيس آهي.

روب = دهشت - حشمت - تاب.

روي = سچ.

چڪن = عاشق.

چمان = نازنخرا.

سما = وقت - ويلون.

راشي = سادي.

خاشي = خاصي - چڱي (خاص)

فهمي فهمائشي - فهم واري - خيال واري. سوچ سمجهه واري.

قراني هاشي = قران شريف جي ورقن جي



ڇوڪرو چڙيل ڪناري.

اڳين وقتن ۾ اهڙا ماڻهو قلمي قران شريف لکائي ان جي حاشي تي قسمين قسمين گلڪاري، جڙاءُ ۽ طلائي ڪم ڪرائيندا هوا.

ڪاشي = هندستان جي اوڀر طرف هڪ شهر آهي جتي هندو تيرٿ ڪرڻ ويندا آهن.

منزلون = (نزل = هيٺ لٿو) اها جاءِ جتي گهوڙي يا اُٺ يا ٻي سواري تان لهي آرام ڪجي- آرامگاهه - ويهڪ جي جاءِ. لهڻ جي جاءِ.

نازل = هيٺ لهڻ.

زقوم = ٿوهر - ٿوهر جي کير ۾ زهريلو مادو ٿئي. تهن ڪري زقوم زهر جي بدران ڪم ايندو آهي. قران شريف ۾ زقوم دوزخين جي خوراڪ چئي وئي آهي.

هلائل = هڪ زهردار ٻوٽو آهي جو چين ملڪ ۾ جهجهو ٿئي ٿو- هي لفظ قاتل زهر جي بدران ڪم ايندو آهي.

هجوم = ميڙ.

رسوم = (واحد رسم) رواج.

ساقي = شراب ورهائيندڙ - معشوق - مرشد.
صراحي = ڪهڪهي - شراب جي بلوري ننڍي ڪهڪهي (مرشد جو فيض)
بقا = (ڏسو صفحو ٢٧٧)
فاني = (ڏسو صفحو ٢٧٦)
فراقي = (فراق = فرق = جدائي) وڇڙيل.
ساقي .... ڏيان = اي ساقي (سڱر) مونکي بچيل اوبر (خيال جي طاقت) عطا ڪر ته مان اهڙي تهنجي عشق ۾ دائم قائم رهان.
ميثاق = واعدو - مضبوطي - دستاويز.
روز ميثاق = ميثاق وارو اهو ڏينهن آهي جهن ڏينهن روحن رب سان واعدو ڪيو هو ته تون اسان جو رب آهين. (ڏسو صفحو الست بربڪم قالو بلي)
لا ۾ موجودات = "لا موجودات الا الله"
(الله ري ٻيو ڪجهه به موجود ڪونهي)
انهي ڪري صوفين جو سلام به "حق موجود" آهي يعني الله کانسواءِ ٻيو ڪجهه به موجود ڪونهي.
مينا = شراب جو شيشو.

---

صفحو ٣١٩ (سٽ ١٥)



واحد = هڪڙوئي - اڪيلو ذات ۾ (ڏسو صفحو ٢٩٠)
احد = هڪڙو - اڪيلو صفات ۾ (ڏسو صفحو ٢٩٠)
احمد = (ڏسو صفحو ٦٦٨)
وحي = آڪاس واڻي = آسماني آواز. الله جي طرفان موڪليل پيغام، جو حضرت جبرائيل فرشتي جي معرفت پيغمبرن ۽ اوتارن تي نازل ٿيندو آهي.
نوٽ - وحي ۽ پيغمبرن (اڪمل اوتارن) تي نازل ٿيندو آهي.
الهام = من واڻي - من جو آواز - اندر جو آواز.
نوٽ - الهام هر ولي، مجتهد، رشيمني تي نازل ٿئي ٿو.
مصحف = (صفحن وارو) ڪتاب - پستڪ. هتي خاص قرآن شريف طرف اشارو آهي.
مئي = مدرا - شراب.
حسبي = تسبيح ڦيرائڻ - شمار ڪرڻ - ڪافي. ڌڻي جو ذڪر ڪرڻ.
ذاهد = (ذهد = پرهيزگاري) پرهيزگار
تسبي = تسبيح - مالها.

---

صفحو ٣٣٧ (هي مٿين صفحي جي پل آهي)

ڪسبي = ڪسب وارو- ڏنڌي وارو- پيشي وارو.

نوٽ

اي پرهيزگار ملا جڏهن تون حبيب جو حسن ڏسون يعني ڏٺي جو ديدار ڪرين ته هوند تون اها تسبيح [مالها] ڇڏي اينءَ پيو ڇرين ته بس بس هي ڪافي آهي مونکي پيو نه گهرجي.

قطرا آب عرق = پگهر جا ڦڙا.
دانڻا = پگهر جا ڦڙا.
درڪ = دخل.
ڪنڍ = ڪنڍا- ڪنڍيون- وڪڙ سان- پيچدار.
ماڻڪ = ماڻڪيون (اکين جي ڏاري جو وچون روشن چڪر)
محرابي...... پارا = پرين جي پيشاني تي ڇلا ڇلا کهنڊي دار وار اهڙي ته ڪمان وانگر ڪولائي سان ٿهيل آهن جهڙو گويا مسجد جي محراب جو مرغول.
حبشي = شيدي- ڪارو.

نوٽ

اهو اشارو ڪاري خال يا تر طرف آهي، جو ڪن حسينن جي رخسار تي ٽِڪڻو آهي. جهن کي شاعر ڏاڍو پسند ڪندا آهن. ڪن شاعرن انهيءَ خال (تر) کي ڪاراڻ



جي خصوصيت يا عاشق کي زخمي ڪرڻ جي خاصيت سبب "ڪافر" به ڪري ڪوٺيو آهي.

وشي = ولي الله- مهدت- خدا وارو.
آيتون = (واحد- آيت) نيشان- قران شريف جا فقرا.
مطالع = ايياس.
قاري = پڙهندڙ- مٺي آواز سان پڙهندڙ. هتي قرآن شريف جي قابل پڙهندڙ طرف اشارو آهي.
خاصو...... دم سان = اي طالب هي پهنجو عمدو خيال هميشه دم (سوانس) سان پيو ڪر يعني الله جو نالو هميشه پيو دم ۽ خيال سان وٺ.
وحديت جو وصال = هيڪڙائي ۾ فنا (الله) ٿيڻ.
پانڌ وڙيا = پند ڪندڙ- [خدا جي طرف] حق جو طالب.
انا الحق = مان سچ- مان خدا- اهو برهم.
عبد الحق = سچل سرمست جو مرشد جو سندس چاچو به هيو. سندس تربت دران ۾ آهي.

---

قران ۽ دوازن (ست ٨ ۽ ١٦)

عبارت = [عبر = پار لنگهڻ] پهچ جو نشان پتو.
مان هون = مونکان.
تهن کي آنديون آيون = جهن محبوب جي طرف جو خط واچيو تهن کي اکن اکيان انڌاري آئي يعني غم ۾ پئجي ويو يا هوش کان نڪري ويو.
عريضو = [عرض = اڳيان رکڻ - پيش ڪرڻ] خط.
گوندر = غم.
ڪتابت = لکپڙه - خط.
پڙهي ...... سمجهڻ = اهو اشارو پاڪ ڪتابن جي طرف آهي تہ جيڪي پيغام پرماتما جي طرفان پيا آيا سي هت سندس پيغمبر ۽ اوتار پڻ تي لکي ان مان هڪ پاڪ ڪتاب تيار ڪري خلق کي ان مان واقف ڪندا رهيا.
سي نہ ...... اشارتين = اهي الله جي طرف کان پهتل پيغام جيڪي خاص طرح اشارہ آيل آهن سي عام ماڻهن جي سمجهڻ جا نہ آهن. جيسيں ڪو سمجهائي نہ.
بيخود = بي حال.

ڪتابن ۾ اشارن ۾ (سمت ٩ ۾ ١٧)

# خيال ٽيون

## ڀاڱو پهو

### سر پيروي

ملا = پڙيل - تمتار - علم ساں پرپور.
نوٽ :- صوفي اصطلاح ۾ عشق الاهي جو منڪر.
صحي ڪيو = [صحيح] سچا ڪو.
سهي = سڌو - سنئون.
لڙهان = ستون.
رقيب = هڪ چيز جا ٻہ طلبگار - هڪ معشوق تي ٻہ عاشق - دشمن.
مسيت = مسجد [مسجد مان نڪتي مسيت ٿيو آهي]
چڙ = لهس - ڏنگ.
چيري = باه.
رقعو = خط.
نهران = [نهر = نديءَ واه] هت معنيٰ اٿس اکيون.
جارون - جار مان = سڪ مان - پيار مان.
نامو = خط.
خمار = [خمر = شراب] شراب جو نشو.
جيڪس = شايد.

پنو = پيغام- خط- ورق [پاڪ ڪتاب]
سرؤن = سرڪان.
ايندو ٿيءِ = جلدي اچ.
جاءِ.... جيءَ = پنهنجي ساهه کي سڏير اچي.
چاهون = چاهه مان شوق مان.
لکيو = لکڻ – خط [اسم]
مٺي = ڪلا – بدي.
وهندو ور = جلدي موٽ.
ڪتي = [ڪتڻ = سٽ سوئڻ] اوبي.
فراق = [فرق = وڇوڙي] وڇوڙو.
والي = مالڪ.
ولي = دوست.
دستو = مڇو.
وهسان خوش ٿيان.
هاريون = [هرڻ = سست] موڳيون- مورکه.
نامي = خط – چٺي.
ويس...... پيو = ساهه جي ٿنڊ ٽٽڻ بعد هي ديهي
اچيو پٽ پوي يعني ڌرتي داخل ٿئي.
جهوري پٽي جهري = ڳڙهن ۾ ڳري.
پٽ = طرح.



گوندر = غم.
ولهي = ڏکي – ڏاڍي اڪيلي – نڌر.
ورُ = مڙس.
ورِ = (ورڻ) موٽ.
ورَ = ا. وڪڙ ۲. اي منهنجا مڙس!
ورُ = مدد- واهر.
حشر = (گڏجڻ) مسلمانن جو اعتقاد آهي ته هن دنيا جي خاتمي بعد ساري مخلوقات وري گڏ ٿي هڪ هنڌ خدا جي اڳيان حق حساب ڏيندي. انهيءَ ڏينهن سڀني کي پنهنجو پٽڪو هوندو. تهن ڪري حشر جي ڏينهن کي ماتم ۽ تڪليف جو ڏينهن ڪري ليکيو ويو آهي (قيامت جو ڏينهن).

نوٽ

حضرت علي، پيغمبر صاحب حضرت محمد (صلعم) جو چاٺو ۽ چوٿون خليفو جڏهن لڙائي لاءِ پنهنجن سپاهين کي گڏ ڪندو هو تڏهن نفيل [توتاري] لس يعني هڪ ڪري آواز سان وڄائڻ جو حڪم ڏيندو هو. جهن تي سپاهي اچي گڏ ٿيندا هوا. انهيءَ کي هو "حشر" (گڏ ٿيڻ جو آواز) ڪري سڏيندا هوا.

نشر = ڇڙ وڇڙ ٿيڻ.

جڏهن حضرت علي اها تفول ٿوتاري لهري ڏار يعني هيٺ مٿي آواز سان وڄائيندو هو تڏهن سڀ سپاهي ڇڙ وڇڙ ٿي ويندا هوا جهن ڪي هو "نشر" چوندا هوا. اڄ سوڌو فقير اها تفول حضرت علي جو نشان ۽ يادگار سمجهي مٿئن ٻنهن قسمن [حشر، نشر] جي نموني وڄائيندا آهن ۽ حشر ۽ نشر جي لفظن ۽ اصليت جي ڪل ڪن ٿورن کي هوندي.

اوتي = هاري - ٻلتي.
اُتي = ڇوري (ماٺو - مان اُتهو = مان ڇهو)
نوبت وڄائي = وارو وڄايو.
انا الحق = مان سچ - مان خدا - اهم برهم.
انا احمد بلا ميمي = مان احمد آهيان، سوا ميم جي يعني مان احد (خدا) آهيان.
مسيتن = مسجدن (مسجد مان نڪل آهي)
خدائي = سچل سرمست جو ٻهريون تخلص (شعر جو نالو)
ڪافر = (ڪفر = ناشڪري) ناشڪر - خاص خدا صاحب جي نعمتن جو ناشڪر.
ڪفر = ٻيج اڪائڻ - خدا جي هستي جو ٻيج اڪائڻ.



مومن = (ايمن = سلامت) سلامتي ۾ آيل.
ايمان وارو - اسلام جي پيروي تي پورو.
پرجهي = سمجهي.
وحدت (ڏسو صفحه ٢٩٠)
احديت (ڏسو صفحه ٢٩٠)
ڪثرت = (ڪثر = گهڻو) گهڻائي.
قصر = محل.

# خيال چوٿون

## (سسئي پنهون)

## سر ڪوهياري

---

سسئي = (سس = چڱي - سئي = ڀڙي) سسڙ = ڀڙڙ. چڱي ڀلي واري - ڀلي چڱي. سارا هيل، سسئي پنهون جي زال هوئي. پنهون ذات جو بلوچ هو. آري ڄام ڪيچ مڪران جي حاڪم جو پٽ هو. سسئي سان ڀنڀور شهر ۾ اچي شادي ڪئي هوائين. سسئي اصل ڀانڀيا ڻي هوئي. پر پالنا شهر ڀنڀور جي هڪ ڌوٻي جي گهر ۾ ورتي هوائين.

اوڳو = موڳو - بي وقت - آوارو.

ليون، لاڙا، لاسيون = ٽڙجون ڀوڙيون ۽ وڻ آهن جي کڻو ڪري انن جي خوراڪ آهن.

ڪوهياري = (ڪوهه = جبل) ڪوهه واري. هي ڀالو سسئي کي ڏنل آهي جهن پنهون لاءِ ڪوهه ڪاٽيا هوا. ڪن جو قياس آهي ته ڪوهيارو پنهل جو لقب هو جهن جي بادشاهت ڪوهن يعني



جبلن جي وچ هوئي جهن ڪري کيس ڪوهيارو (ڪوهه وارو) ڪري ڪوٺيو ويو آهي. ۽ سندس زال کي ڪوهياري يعني ڪوهيار جي استري ڪري ڪوٺيو وڃي ٿو. جيئن ڪبوتر جو مونث ڪبوتري وغيره.

ليڙو = (للت = زبان دراز) ٻڪواٽي - اٺ. (اٺ هميشه گڙ گڙ ڪندو رهندو آهي) ليلو لفظ ٻه ساڳي سنسڪرت جي "للت" لفظ مان نڪتل آهي جهن جي معنيٰ آهي زبان هڻندڙ يعني هميشه ٻيڪون ڪندڙ:

ڀري = (ڀرڻ = هلڻ) هلي - اڳتي وڌي.

ٿوهر = اٺ جو کاڄ جو سندس ڀٽيءَ تي اپريل هوندو آهي. جڏهن اٺ کي ڀاڪي ڪونه ملندو آهي تڏهن اهو ٿوهر سسي ويندو اٿس، جو ڀاڪي پيٽ سان وري ٿو ڪبو آهي.

ڀورو = اٺ. اٺ کڻو ڪري ڀوري رنگ جا ٿيندا آهن.

پتارو = اصل لفظ پتارڪ آهي = پلو.

ڀلاڪي ويا = لڏي ويا - وهٽ تي بار رکي لڏي

وچڻ کي پلاڻڻ چوندا آهن. فارسي ۾ "پالان" جي معنيٰ آهي وهٽ سنبرائڻ.

ڏکيا ۽ ڏوها = اٺ (ڏکيو ته اٺ اصل ٿئي، پر ڏوهو کيس ان ڪري چون ٿا جو سندس پير جو ڪڙڪو ٿئي ڪونه)

ڄاري = تيکر مان. ڏوڪي. جوليون ڏيندي.

چيڙ = (چير = چيٽ) ٻن ٽڪرن جي جوڙين جي ملڻ سان جا چيٽ ٿي پوي ان کي چيڙ چئجي.

۲. ڦڪ. ڄاڀا.

ٽوارينڌي = آواز ڪندي. رڙندي.

ٽوها = ٽوهوا.

سٽا = (سٽڻ = ٻڌڻ) ٻڌا.

ميا = (ميو = اٺ) اي اٺ. سنسڪرت ۾ اٺ کي "مٽي" سڏيندا آهن.

اڻ ميا = (مٽي = ماپ) ماپ کان مٽي. گهٽي بار وارا. ڳورا.

گونهي = لغور. ڏڇڙو.

گوهي ڪرين = نٽائين. کسائين.

ڏڳهو (ڏونگهو = ڏگهو) ڊونبو. ڏگهو. اٺ. بار کڻڻ وارو لاڏو اٺ.



نڌر = [نه ڌر = پٽ] جن کي ڪا ٻه پٽ يا طرفداري ڪانه هجي. نڌڪي. بي واهي. ولدر، حب، هاڙهو = اهي پنهيور کان ڪيچ جي وچ منزلون هيون جتي قافلي وارا ساهي پٽيندا هوا.

پنهيور = [پنهو = گهاٽو] گهاٽو وسايل ملڪ. پنهيور جو شهر تهن سمي تمام آباد هيو پڻ واپار جو هڪ مرڪز هو. سسئي انهيءَ شهر ۾ لڌي هوئي.

ڄانگو [چنگه = مظبوط] ڳلهو. پهلوان. مترو. اٺ هميشه مظبوط ۽ مترو ٿئي ٿو تهن ڪري ڄانگي جي معنيٰ آهي اٺ.

ٻڙو = ٽڪو. داڳ.

مڙو = [مڙڻ] ملو.

ٽيليو = ڏوريو. ڳوليو.

پٽارو = [پٽارڪ] پلو.

ماڳ = [اصل لفظ مارگه] هنڌ. جاءِ. رستو.

قالو = (قالو بليٰ) دنيا جي پيدائش کان اڳ رب روحن کان پڇيو ته "الست بربڪم" تحقيق مان اوهان جو رب آهيان؟ روحن چيو (قالو) "بليٰ" هائو [بيشڪ تون اسان جو رب آهين.] شعر ۾ شاعر انهيءَ وعدي طرف

اشاري طور رکيو "قالو" جو لفظ آڻيندا آهي.

ڪوهيار = ڪوه جو مالڪ. پنهون جو لقب.
جاڪاڻ ته پنهون جو ملڪ ڪيچ مڪران
جي ڪوهن [ٽڪرن] جي وچ ۾ آهي.
سگهه سياپا = لڳي لاڳاپا.
شاڪا ۽ شاپا = پٽڪو ۽ ماڻيو.
ڪاڪا = ڪا، ڪا [ڪائي، ڪائي]
وڙ = ١. مڙس. ٢. وڪڙ. ٣. موت.
وَرَ = ١. مدد ٢. پوءِ واري ٣. وڪڙ ۽ ڦير.
وندر = [صفحو ٣٥٣]
آقا = (عربي لفظ آهي) فارسي ۾ آغا، سنڌيءَ ۾ آڳا.
"مالڪ" خدا.
ولهي = بي وسيلي. ننڍڪي. منزل جي مارئل
ٿڪيل.
آري جام = پنهون جي ذات جو نالو.
[پنهون جي پيءُ کي به آري جام ڪوٺيو ويو ٿو]
جار = صدقي. پيار. سڪ.
بڻهاڻي = بيا باڻي = برپٽ.
ڪِهو = ٽڪو.
ڪُل = [ڪر] ڪٽنب.



ڪيچ وسي ٿي ڪيچ = ڪيچ ملڪ وسي آباد
۽ سرسبز ٿي.

نوٽ. هي سنڌ ملڪ ۾ عام آسمس آهي ته
"شل ڪيچ ٿين" اڳي ڪيچ ملڪ وسايل ملڪن
مان هيو.

ريچ = پور. امنگ. ريجڪ.
سرواهيا = سرو قد. سهڻا.
سرويچ = بي پرواهه. بي ڊپا. سر وڪڻندڙ. سر
جي پرواهه نه رکندڙ.
ڪيچي ڪيچ ٿين = شل ڪيچ ملڪ جا ماڻهو
وڌن وسن.
متارن = ٿلهن. سوکن.
ميو [مُٺي = اٺ] اٺ.
اسور = سور کان سواءِ. بي درد.
پاند نه پوي تن سان = انهن سان شل
منهنجي محبت يا سنگت نه ٿئي.
سرواط = جت. اوٺي. فارسيءَ ۾ ساربان.
پاط = [بان] ڪان. تير.
لون لون = بدن تي جا سنهي وارن جي جت

ڳيندي آهي [لون لون جو ڪانڊارجڻ]

هاڙو = ڪيچ مڪران ۽ پنهور جي وچ تي هڪ منزل يعني ساهه پٽڻ جي جاءِ آهي جتي قافلا وڻ ڪار سبب آرام وٺندا هوا.
(اصل هاڙهه مان نڪتل آهي گرم)

هوتاڻون حضور = هوتن جي حاضري - دلبر جو درشن.

شعور = [شعر = ڄاڻ] سمجهه - ساڃهه.

آرياڻي = آري پنهون جي ذات.

مصلحات = صلاح - ڳالهه ٻولهه - ڇتو پڇو.

نماڻي = ماڻهن کان سواءِ - نيازواري - بي ڪس، نڌر.

ڏال = ساڻ.

نجو = وٺي وڃو. (نهڻ)

ساٿيو = اي ساٿي - ساٿ وارا - قافلا وارا - سنگتي.

هوتياڻن = هوت وٽ.

سهيل = [وات] جهجهو - گهڻو.

ڏيل = جوش - جذبو - ڏکه.

قيل = گفتگو - ذڪر.

موڙهي = منجهيل - اداس - پريشان.
(موڙهه = مٿو)



حقير = [حقر] جنهن کي حقارت يعني گهٽ نظر سان ڏسجي - نيچ.

آيل = (آربا = آئي) امڙ.

قط = وڇوٽي - جدائي.

جالون جال = جهجها - اڻ ميا - گهڻا.

وڻڪار = پنهور ۽ ڪيچ جي وچ ساهي پٽڻ جي جي هڪ منزل آهي جتي البت وڻ ۽ وسڻ آهي.

ڪافن ڪوهه ڪشال = ڏکن جا ڪشال، تڪليفون - جبلن جون ڄاڙون - ڏونگرن جا ڏکه.

ونڊر = پنهور ۽ ڪيچ جي وچ قافلن جي ساهه پٽڻ لاءِ هڪ منزل آهي پر هت هن دنيا طرف اهو اشارو آهي. ماضي (گذريل وقت) ۽ پرلوڪ يعني استقبال (ايندڙ وقت) جي وچ ۾ هيءَ دنيا هڪ منزل آهي. اها ٿلوڪي هندو ٻڌ مڃين ٿا. فقير صاحب ٿو چوي ته هن دنيا ۾ تون پنهنجي ڏڍي کي وساري نه وهه بلڪ جنهن ٻڌ پاڙي يعني مذهب يا ڌرم مان تو کي ان جو پتو مليو ان کي

ته جيئن بلڪ چڱي طرح اندر پيهي وڃي پروڙ
ڪر اهڙي طرح توکي ڏٺي جو ديدار
حاصل ٿيندو.

چلهي = سست.

چلندي چل = هلندي هل.

قول اهو سان = روحن جي پيدائش وقت
ربي آواز ٿيو ته الست بربڪم (تحقيق
مان اوهان جو رب آهيان. روحن آواز
ڏنو ته "قالو بليٰ" (چيائون هائو) هن بيت ۾
فقير صاحب رب سان اهو قالو بليٰ وارو
ڪيل قول ٿو ياد ڏياري.

نجهري = جهوپڙي.

واڪ = سگهه.

ڇڻ = ماڻهن جو مٿاڇرو يا مٿين ڇت. لانڍي
جي ڪاکي ڇت - ٻڪ.

گورا = اٺن جا ٻچا.

ڪس = پيچرو.

اوءِ = وطن - ملڪ.

اڏاسي = مشغول- محو- بي خيال- وسيلي- بي شرم.

پهي = پانڌي - قاصد، وارث.



منهڊئي = اڳيان - اڳتان.

ڀليءَ ڀت = چڱي ريت - پوري طرح.

سهرا = مٿڪ موڙ - شاديءَ جا گل ڦل هار - خوشي.

هوت = بلوچن ۾ هڪ ذات آهي، پنهون پاڻ
انهيءَ ذات مان هيو - (هتي معنيٰ اٿس پيارو)
(ڏسو صفحه ٢٧٦)

فنا = ناس - ڇٽ

فراق = (فرق) وڇوڙو - جدائي.

مشتاق = شوق رکندڙ - عاشق، اشتياق وارو.

پتار = (پر - تار) تاريندڙ - ٽپائيندڙ - مالڪ.
ڪن جو رايو آهي ته اهو لفظ "پوتار"
(پون - تار) آهي يعني هن پرٿوي تي
تاريندڙ ٽپائيندڙ.

معذور = (عذر) عذر واري - مسڪين - نڌر.

هيڪند = ڪٺ - هيڪڙائي.

سل = سوراخ.

ناوڪ تير = جي نوڪ - چهنب.

جر = جيڪر - هوند.

رنجور = (رنج - بيماري) بيمار - ڏکايل.

ڏير = مڙس جا ڀائر.

ڪتوري = (اصل ڪستوري) خوشبو - مشڪ.

وٿ = وٿي - وڇوٽي. جدائي.
اوٺار = اوٺي - جت.
ڏونگار = ڏونگر - ٽڪر.
ازل = منڍ - شروع - (روز ازل = روح جي پيدائش وارو ڏينهن)
ڇاهه = ڇاهي - ڇا جي لاءِ آهي.
ڀنڀور = (ڀنڀو = گهاٽو - ڀنڀي = گهاٽي) گهاٽو وسايل ملڪ - سسئي جو وطن. ڀنڀور اوائلي گهاٽو وسايل ۽ واپار جو هڪ مرڪز هو.
ڪوهه = ڇا.
وار = پلڪ - پل.
ماجرا = معاملا - بار - ضروري ڪم.
هاريون (هرڻ) سٽ - موڪيون - اڇو.
پرت = ڏوهي.
پرت = ڏوڙ.
ڏولاوا = (ڏولا = دولا) ڏکڙ - تڪليفون.
ماءِ = امڙ.
ماءِ = جاءِ.
مادر = ماتا - ماءُ.
نيهان = نيهه مان - عشق مان.



مس = مشڪل.
نيلا نير = گوڙها.
روڏا = لاڏوان.
نوٽ - جن اٺن تي پاڪڙو پيل نه هوندو آهي انهن کي ٺري روڏو چوندا آهن.
ڪرهو = هي اصل سنسڪرت لفظ ڪرڀ مان نڪتل ٿو ڏسجي جنهن جي معنيٰ آهي اٺ.
موچاري روءِ = چڱي منهن واري - سهڻي شڪل.
واسيو = مهڪاڻ رچي ويو.
عنبير = عنبر - هي هڪ دريائي جانور جو ڇيڻو آهي جو دوائن ۾ ڪائڻ جي ڪم ايندو آهي.
ڪٿوري (ڪستوري = خوشبو) خستوري - مشڪ هي جهنگلي مرڳ جي نافن مان نڪرندو آهي تمام خوشبودار آهي دوا جي ڪم اچي ٿو.
مب = مهڪار - خوشبو.
روهه = ٽڪر - پٿر.
سينڌي = سونهي - واقف.
ضعيف = هن جو پڳل لفظ سنڌي ۾ آهي زائفا يعني عورت - زال.

نوٽ - عورت ذات گهڻو ڪري ڪمزور ٿئي ٿي تهن ڪري عربي ۾ کيس ضعيفہ يعني ڪمزور ڪري ڪوٺيو اٿن جو ٿئي سنڌي ۾ زائفا ٿيو آهي.

اڪ = جبلن جا سڃا پيچرا.

کهدان = (ڪوه دان) جابلو ڏکيون غارون.

چاڙهيون = چاڙهيون.

اڳاهون = اڳتي.

جانارن = جانورن.

غوفائون = جبلن جون غارون - ڏونگرن جون ڏرون.

ندايون = آفتون - بلائون - مصيبتون.

رند = پيچرو.

رند = مست فقير - بي پرواه فقير - قلندر.

فرسنگ = فرلانگ - جهڄهي جاگهه - وڏو پنڌ.

ور = مدد = پوءِ واري.

رکون = (رڪ) سختيون.

توه = مدد.

اوجر = سوجهرو.

سپڙ = (س - پر) = همت وارو - هوشيار.

ساٿي = همراه - سنگتي.



سعادت = (سعيد - نيڪ) - نيڪي - چڱائي.

وڳ = ٽولي - ٽلو - جماعت - ڪلو.
(اصل لفظ ورڳ آهي)

لڳ = لاءِ.

ڪامون = ڪامهنجي.

چليس = ٽڪري ويس - ٽڪو پنڌ ڪيم - پلتجي پيس.

اڪين = جبلن جي پيچرن مان.

جنجال = (جنجوال) گرمي - فڪر - گهٽتي.

سانگ = (مواڻگ) حيلا - ڏول - سبب.

طالع = (طالع = مٿي اڀري) نصيب.

مڙهي = رکي.

جرهارڻ = روئڻ - اکين مان پاڻي هارڻ.

ڏڏ = اوجهڙ - جاهل - ڪچو - اصل فارسي لفظ دد آهي جنهن جي معنيٰ آهي حيوان، اوجهڙ جاهل - ڪچو.

پاهون = پوءِ تي - پويان.

پرڻ = پڌڻ.

ماڙ = مدد.

هولي = خوشي.

گوش = ڪن.
ڪهر = ڪوهه ۾ - ٻن.
ساڻيهه = وطن.
توڪ = قسمين قسمين ڪاڇ.
تو = سختي ڪان.
آتڻ = جهن جاءِ تي سهيليون پاڻ ۾ ويهي ست ڪتين ۽ ڳائين. جهن جاءِ تي چوڪرا گولائي ۾ ويهي عورتون جهمر يا ٽپڙو و جهنڊيون آهن.
(اصل سنسڪرت ۾ آتين لفظ آهي)
اجارين = سوارين.
وهاڻ = شادي - مجلس - ٿولو.
جُڪر = تڪليف.
نکر = پيچ - لنڊ.
لوري = سڪ - اڪير.
الحال = في الحال - هن وقت.
اڇا = اڇا وار - پيدا پرط.
نرمل = ميل (مير) کان سواءِ - پاڪ - صاف.
ڪارڻ = ڪارڻ وارڻ.
جاڙ = بي وفائي - جفا - تڪليف.
بلور = سفيد پٿر - جرڪندڙ جبل.



چاڙ = چاڙهيون - چڙهاڪا.
ٻاڙ = سڪ - چڪ - اڪير.
روهين = روهن ۾ - جبلن ۾.

نوٽ - هڪ اها طاقت نه رهي ٻيو جبلن جون چاڙهيون چڙهڻ ان ڪري چاڙهيون ٻروچ جي سڪ سبب موڪي ڏونگر ڏورڻ آيا.

ڏمر = ڏمر - خفو - ٻروا.
ٻڙلاءُ = ڏوراهون آواز - ٻڙاڏو - اڻ لکو آواز ٽنوار.
صحي ڪن ڪيئم = سمجهي ڏٺم - خيال سان ڏٺم.

نوٽ

بيت ١٥٦-١٥٧-١٥٨ جو مطلب گهڻو ڪري ساڳيو آهي انهن ٽنهي بيتن ۾ فقير صاحب ثابت ڪيو آهي ته جو ڪجهه آهي سو مونجهي من اندر آهي. جڏهن انسان اپاڻ ۾ نفساني خواهش ڪان، جي من کي هن مايا ۾ مڃائي ويٺو آهن، آزاد ٿو ٿئي تڏهن ڪيس ڪل ٿي پوي ته مان اهو ئي هون (رانڪ) جهن کي گولهيم ٻي سو پاڻ ئي آهيان.

## ڪافي

گران = مهانگي.
ارزان = سهانگي.
نقل = (هڪ هنڌان کڻي ٻئي هنڌ رکڻ) ٢: چٽرون.
خلل = مونجهارو.
سرفراز = مٿي ڪنڌ - بالا.
عشق (صفحه ٢٧٩)
اجهل = (جهل = پر - ڪنارو) جهل کان ٻاهر، روڪجي نه سگهي - زوراور - جنهن جي پر نه ڪنارو.
ڪيچ پنهور = فقيرن شعر ۾ ڪيچ جي معنيٰ پرلوڪ رکي آهي يعني محبوب سان ملڻ وارو مڪان، جنهن کي عربي ۾ يوم التلاق چون ٿا يعني الله سان ملاقات وارو ڏينهن ۽ پنهور هن مايا کي چيو اٿن.
نوري = نور جي پيدائش.
ناري = باه جي پيدائش (مثلا - جن - ڀوت).
جبار = (جبر = ڏاڍو) خدا جو صفاتي نالو.
خمار = (خمر = شراب) شراب جو نشو - مستي.

## خيال پنجون
(مينگهه ملهار)

سر سارنگ

مينگهه = مکيه ڇهن (٦) راڳن مان هڪ راڳ جو نالو آهي جنهن جي ڳائڻ سان مينهن وسندو آهي.
سارنگ = هڪ پکي جو نالو آهي (ڏسو صفحه ٧٩)
پريمان = پرين مان - پيار مان.
گرمڪ =
پاڻي = واڪ.
پلر = مينهن جو پاڻي.
مون ۾ ... سهڻين = مهنجي هن صفات (ان مي ڪرش) ۾ تهنجي ذات جو نور ائين لڪل آهي جيئن باد لن جي جسم ۾ بجلي لڪل آهي. هن بيت ۾ فقير صاحب ذات ۽ صفات کي پاڻ ۾ لازم ملزوم ثابت ڪيو آهي.
سان = سگهڻ.
ڏانت = بناوت - طريقو - نمونو - ستار - سرندي سارنگي وغيره ۽ سازن ۾ جدا جدا راڳن

---

گرمڪ = ٽرو جي مڪ مان لڪل واڻي وغيره

جا جدا جدا ٺاٺ ٺاهيا آهن يعني سازن
جون سندريون سوري پوري انهن راڳن
جي سرن ملائڻ کي ٺاٺ جو ڦيرائڻ چئبو
آهي.

ڪڪر = (ڪ = پاڻي، ڪر = ڪندڙ) بادل- جهڙ.

پورب = ڏکڻ اوڀر وارو ملڪ. اتان جي
ماڻهن کي پوربي ڪري ڪوٺيندا آهن.
انهيءَ طرف جو ميهڱ سخت وسڪندو آهي.

ڪارونيار = ڪارا ڪڪر (ڪارو- ونيار)

وڄڻ = ڳاج.

اپي = سنڌ ۽ پنجاب جي وچواري ملڪ کي
اپو سڏيندا آهن جهڙوڪ ۾ بهاولپور ۽ ان
سان لاڳيتو ملڪ اپي وچ ٿو.

آبينديون = آلو ڪندي- وسائيندي- پاڻي
ڏيندي (آب- پاڻي)

ڏاهي چڙهيو = ڏاڍي چڙهيو- پوري چڙهيو- تمتار
ڪري چڙهيو.

ڏٿ = سادو کاڌو- جهڙوڪ پهرون- پڪا- للر
لاڻا- ڏڏ- پيهون وغيره.

ڏوٿين = ڏوٿن کي- ڏٿ تي گذاريندڙن کي.



ڏيار = ڏاتار ڏيندڙ- ڏيڻ وارو- رازق.

ترايون = تري واريون- هيٺاهيون- پٽن جا
وچان ويرا- پٽن جا اهي ڪاما جيڪي ميهن
جي پاڻي سان پرجي تلاوُن جو ڪم ڏيندا آهن.

تجل = رياست خيرپور جي ڏکڻ اوڀر ۾ هڪ
ڳوٺ آهي جو ناري واهه جي پڇڙيءَ پر آهي.
تجل جا فقير مشهور ٿي گذريا آهن جن سان
سچل سرمست جو چڱو واسطو هيو ۽ وٽن
ايندو ويندو هو. انهن فقيرن جا پوئيان اڄا
تائين سچل سرمست جي ميڙي تي درازين
ايندا آهن.

سوراهين = سوراهه کي = سوراهه رياست
خيرپور ۾ تعلقو آهي سوراهه جي تعلقه ۾ سوراهه
جو ڳوٺ هڪ پٽ تي ڪوٽ ڏيجي کان
٣٢ ميل اوڀر طرف آهي. هي ملڪ بلڪل
غير آباد ۽ واري جي پٽن جي وچ آهي.
برسات تي آباد ٿيندو آهي. مير صاحبن
مان معلوم ٿو ٿئي ته اهي سير سچل سرمست
ميرن سان گڏجي ڪيا آهن.

ڀهڀهه = ڪنوڙين سان ڪودا- روشي ڪندا.

کوٽ ڏيجي (سٽ ١٤)

ڪروال = پورب جي طرف کان ايندڙ ميينهن کي سنڌ ۾ ڪروال ڪري ڪوٺيندا آهن جو بلڪل سخت وسندو آهي.

آهڻ = (آهو = هرڻ) هرڻ - مرگ.

چونگن سندي چال = جڏهن هرڻ چارئي، پير ڪڍي چال ماريندو آهي تڏهن ان کي هرڻ جون چونگون چوندا آهن. چونگن ۾ پوڻ کان پوءِ هرڻ کي ڪو به جانور پهچي ڪونه سگهندو آهي. اهڙي صورت ۾ نا اميد شڪاري سندس پيڇو ڇڏي ڏيندو آهي.

منڊائي = موسمي ميينهن.

منجهل = خوب گهڻو ڳوڙهو سان وسيو - محفلون ڪيون.

پلر = برساتي پاڻي.

پنهوارن = مال دارن - ڌڪارن = ڌري ماڻهن.

جهانگيڙن = جهنگ جي ماڻهن - ڌريچن.

اجهال = بنا جهل جي.

ننڌر = ننڍڪي - بي پٽي.

وسڻ = ميينهن.

وچڻ = گاج.

واڄا = آواز.



ريج ڪرڻ = (رجائڻ = ٻڪارڻ - ملائڻ) زمين کي آبڻ يا زمين کي پچائڻ.

هيج = خوشي.

ريهن سان = گجگوڙ سان.

گيج = (گج = مڇو) گلدستا - مڇا.

سيج = شادي جي کٽ - خوشي جي جاءِ.

سچل سارنگ...... ۾ = سارنگ جي وڄ ميينهن جو ڦڙن جو پوڻ گويا ڏاڍو سونهن وارو يعني سهڻو ۽ وڻندڙ ٿي نظر آيو.

سارنگ رنگ ڪيا = ميينهن مڙو ڪيو - برسات بهاري لائي - ميينهن پوڻ ڪري پٽن تي رنگارنگي گلزاريون ۽ گاهه نڪتا.

نوٽ - شعر ۾ هن کي تجنيس زائد چوندا آهن.

پاڻاڻن = ڌڪارن - مالدارن.

ڍيا = ڍءُ ڪيائون - پيٽ ڀريائون.

ڏرت = ڏلاوا - ڏڪ

وايو = واءُ.

گرڙ = (گرڊ) هڪ پکي جو نالو آهي جو تمام وڏو ٿيندو آهي. سندس آواز تمام خوفناڪ ٿيندو

آهي. ڪرشن مهراج جي سواري مورتن ۾ ڪهڙو ڪري گرڙ تي ڏيکاريندا آهن. ڏي پکي ناڳن جو دشمن آهي.

ڪوريا = رنگا رنگ ٿيا - ڇانيا - لالائي ۾ رتا. سارنگ .... سوريا = بادلن سويري ڪنوڻيون ۽ گجگوڙيون شروع ڪيون.

سرمنڊل = رودن جي تارن جو ساز.

چنگ = وات سان وڄائڻ جو ڪلوه جي تارن جو ساز ٢. رودن جي تارن جو ساز.

طبل = طبلا - ڏڪڙ - چم جو منڍيل ساز - نغارو.

تيج = تيک - جوش.

ڪارونيار = (ڪارو - اوپار) ڪارڻ جو ڏيگ (اوپار)

پڇيون = پسي پيون - آليون ٿيون.

پٽاريون = پليون ڳٽون ميڙهون (پٽارڪ = پلو)

وڻاڻين = وڻاڻن تي - ماڳن تي - پنهنجن جاين طرف [وڻاڻ = واڙو]

کيرن جون ڪريون = جهجهو کير - اڻ ميو کير.

ٿريون = ملايون.

پوتا ۽ پوٽيون = هيٺاهين زمين - پٽن جي



وارا ويڙا - ترايون.

وس = ١. مينهن جو وسڪارو ٢. آبادي - وسون.

اجهاپي = پونگي - جهل - اجهو.

ويتر وڌرو = وري تکو - اڳي کان اگرو.

وسط = مينهن.

وڄڻ = گاج.

ڇڙ = لانڍيءَ جي ڇٽ.

ڇڻي = تنگ - ڇڙ.

اولو = جهلو - آڏ - اوٽ.

ڏهين = ڏکين.

ڏجهو = مددگار - آسرو - همدرد.

رعد = مينهن جي ملائڪ (ديوتا) جو نالو.

ڪڪان = رنون زالون - ودوائون.

ڪانڌين = ڪانڌن سان - مردن سان (ڪانڌ - مڙس)

ڪوڙه = ڇٽ - داغ.

موڙه = مٽڪ - گل ڦل.

لوڙه = گهرج.

لوڙه = مٽيءَ جي سادي قبر.

لوڙه = ميوي جو قسم جو ٻڪ جي پاڙ ۾ ٿئي ٿو.

چمڪڻي = چمڪڻ واري - وڄ - کوڙڻ.
لس ٻيلو = سنڌ جو لاڳيتو ڏکڻ اولهه وارو جابلو ملڪ جو ڪراچي جي اتر ۾ هالار جبل سان لاڳيتو وڃي ٿو.
ڪيچ مڪران = هي ملڪ ڪراچي جي اتر اولهه ۾ بلوچستان جي ڏکڻ ۾ آهي.
ٿڙڪي ڪاڏا ڦاٽ = سخت ڪڙڪو ٿيون ڪيون.
جهٽڪو ڏئي جهاڙ = جهٽ پٽ ۾ ڦيرو ڏئي [اصل جهٽڪ = سٽ]
رس = رسي - ڊگهي ليڪ.
قزح = [قزحه = رنگا رنگي - پٽا پٽي] ٢. قزح = اوچائي. ٣. قزح = فرشتي جو نالو جو بادل جي مٿان منتظم آهي.
نيل = آسمان.

## ڪافي

فهم = [فهميدن = سمجهڻ] سمجهه.
فراست = (فرس = گهوڙو) ڏاهپ. نرت - جانورن ۾ گهوڙو سمجهو جانور آهي.
ارادت = ارادو - خواهش.

# خيال ڇهون

(مومل جو مذڪور)

---

## سر راڻو

راڻو = حاڪم - راڻ - نالو مومل جي پتي (مرد) جو. هو هندو ڌرم جو هو. سنڌ جي حاڪم *حمير سومري جو وزير هو. انهن حاڪمن جي ڏر ملڪ ۾ رهائش هوئي. سندن گادي جو هنڌ عمرڪوٽ هو.
مينڌرو = (مها - وڏو، اندر - راجا) هي راجپوتن جو هڪ سرداري لقب هو. راڻي کي انهيءَ نالي سان به ڪوٺيندا هئا.

---

* حمير جي "ح" هيٺان زير آهي. حمير عرب جي هڪ شاهي قبيلي جو نالو آهي. ضحاڪ بادشاهه انهي قبيلي مان هو. حمير عرب ۾ هڪ ڳوٺ به آهي. سنڌ جا سومرا حاڪم به جهن صورت ۾ اصل سامرا ملڪ جا هوا تهن صورت ۾ هنن جا نالا به عربي هوا - حمير جي "ح" کي زبر ڏبي ته حمار (گڏه) جو جمع ٿي پوندو.

سوڍو = راجپوتن جي هڪ ذات آهي.
مومل = راجا نند جي ڌيءَ هئي. راجا نند
مشهور گجر قوم جو هڪ اڳواڻ هو سندس
حڪومت ماڙيلي جي سرزمين تي هئي.
جتي هاڻ ميرپور ماٿيلي جو شهر آهي. اهي
هندو حاڪم سومرن سردارن جو سگهه
ڀريندا هوا. اڄ ڪالهه مومل جي اصطلاحي
معنيٰ آهي نازڪ. سهڻي.

مهڻي هاب = طعني وهيڻي.

ڪامل = ڀڙل - ٻرڪ - پوڻ - پورو.

ڪاڪ = ڪاڪ اصل هڪ نديءَ جو نالو هو جا
جيسلمير جي اتر اولهه وارن ڏڪرن مان
نڪري لوڊاڻي جي سرزمين مان وهندي
هئي. ٽاڊ صاحب هڪ انگريز مصنف
لکي ٿو ته انهيءَ نديءَ تي هڪ ڪاڪر نالي
ساڍو رهندو هو جنهن جو نالو انهيءَ نديءَ تي
پيو. مومل جي ماڙي جا ڊٺل نشان انهيءَ
ڪاڪ جي نديءَ تي اڃا تائين موجود آهن.
مومل انهيءَ ماڙيءَ جي چوگرد خوفناڪ جادو
۽ ڪاريگريءَ جي وسيلي خوني درياهه ۽



جهنگلي جانور رکيا هوا ۽ پڻ ڪيو هوائين
ته جيڪو اهي لنگهي اندر ايندو سو
موٽي ڪي ماڻيندو.
هڪ ٻي مومل جي ماڙي عمرڪوٽ کان
ٻن ٽن ميلن پنڌ تي ڊٺل نظر اچي ٿي.
ڪن جو چوڻ آهي ته اصلوڪي مومل جي
ماڙي اها آهي جتي راڻو روز رات جو
مومل سان ملڻ ويندو هو. ڇاڪاڻ ته
اها اڳين لوڊاڻي جي ملڪ واري ماڙي
عمرڪوٽ کان ٻه ٽي منزلون پري آهي
تنهن ڪري هر رات جو راڻي جو اچڻ
وڃڻ ناشدني هو. پر صحيح روايت آهي
ته اها ماڙي مومل، راڻي جي رسامي بعد
راڻي کي پرچائڻ جي خيال تي اتي ٺهرائي
اچي ويٺي هئي ۽ ڏاگهه به انهيءَ ماڙيءَ
جي ميدان ۾ چڙهي آهي جتي چون ٿا ته
راڻو به اچي پوءِ پهتو اٿس ۽ ٻاڻ کي ٻه
پتنگ جيئن آگ جي الن ۾ ڪٽي اڇلايو اٿس.
ڪوه = ڇو - ڪيئن.
لنگر = گهرو ماڻهو - اندريان ماڻهو - يار ٻچا.

رنگ ڏيڻ = وسائڻ - وسرڻ ڪرڻ - سهڻو ڪرڻ.
رنگ = بعض - ڪٿ - بدئي جو خيال.
ناميا = نام وارا - ناليوارا - نام ڪڍيا.
ساھ = لاھ - آسري.
نرمل = (نر = سواءِ، مل = ميل - مير) ميل (مير)
کان سواءِ - پاڪ - صاف - اجلو.
نڌر = نڌڪي - جنهن کي ڌر (پٽ) نه هجي.
ڏاھ = بلڪل - پوري - ڏس.
چڪي = چڪياتي - ڏاڪهر.
لار = لاڳاپي.
لکي = (لکڻ) قسمت جي لکي - ڪرم.
ڏاڪهر = چڪيا (مرد جي مرڻ تي باھ ۾ جلڻ)
سپيل = راھ - واٽ - جاجهو.
هيرو زهر = هيري کائڻ سان ماڻهو مري ويندو
آهي. ٺهڪري الهئَ کي زهر يعني ماريندڙ
ڪري ليکيو وڃي ٿو.
ڪا رنگ.... ڏان = ڏاڪ (مومل جي ماڳ) ڏان
اهو ڏکو لهندو يعني مومل ڏان اهو بدئي
جو بار لهندو.
ڏنؤ = ڍنگ - طريقو (ڏانءُ)



ڏاڪڙ = رنڊاپي جو وقت - استري لاءِ مرد
جي نامهرباني (ابتڙ - سهاڳ)
ستاري ڪر (ستر = ڍڪڻ) پرده پوشي ڪر
ڏوهه ڍڪ (ستار = ڍڪيندڙ - خدا جو نالو)
ولها = ڏڪل مرد - اڪيلا.
مرڪ = شان - لائق.
ولهي = ويچاري - لاوارث عورت - ڏتڙيل زال.
ماڳ = (مارڳ) جاءِ - جوءِ.
ڍٽ = پٽ مٿان وسون. سنڌ ۽ جيسلمير جو
وچولو سمورو پٽن واري پاڳي. کي
ڍٽ سڏيندا آهن ۽ ٿر جي اتر واري
پاڳي کي پائر ۽ ڏاکڻي پاڳي کي سائر ڪري
ڪوٺيندا آهن. شاهه پڻ اتي ڍٽ لفظ جدا
جدا جاين تي گوٺن ۽ پٽن لاءِ ڪم
آندو آهي.

نوٽ - ڍاٽي اٺ مشهور آهن.

ڪرهل = ڪرهو - مهري اٺ.
ڪنڌيون = سڙي خاڪ ٿيون.
جنجال (جنجوال = گرمي) فڪر - ڳڻتي - پيڙ.

سيتل = سيتل راءِ ان وقت جو هڪ بيٺل ماڻهو هو جنهن مومل جي حسن جو ٻڌي سندس سنگ ڇڪايو هو سيتل راءِ هميشه مومل سان ملڻ جي ڪوشش ڪندو هو. اها ڏاڍه ميندري جي ڪن پڻ پيل هوئي.

توڏي = ڏاچي جنهن تي راڻو ڪاڪ ڏانهن روز رات جو چڙهي ويندو هو.

تڪبير ڏيڻ = ڪهڻ. مسلمان جانور جي ڪهڻ وقت ”الله اڪبر“ چوندا آهن. انهن لفظن جي چوڻ کي هو تڪبير چوندا آهن.

ڪڏو = خراب.

ڪبير = راڻي جي سهري جو نالو (وڏو)

نوٽ- ڪبير راڻي جي سهري راڻي کي رهائڻ لاءِ راڻي جي ڏاچي کي جنهن تي هو ڪاڪ ڏانهن ويندو هو ڪٺي کهائي ڇڏيو.

رڻ بير = پهلوان- جنگ بهادر- ميدان جو مرد.

ڳهاري = وڇوڙو- جدائي.

سومل = مومل جي ڀيڻ جو نالو.

سومل ..... ڏکر = راڻي جي ڏير سان اچڻ ڪري



هڪ رات مومل پنهنجي ڀيڻ کي پاڻ سان سمهاريو ۽ انهيءَ لاءِ ته من اين سمجهان ته هي منهنجو راڻو آهي ۽ دل کي آٿت اچيس. اڌ رات بعد راڻو اچي ڏسي ته مومل سان ڪو ٻيو سمهيل آهي ۽ سو سمجهائين ته شايد سيتل راءِ آهي. تنهن ڪري پنهنجا ڪي نيشان اتي ڇڏي هليو ويو. تنهن تي مومل ٿي چوي ته ڪي سومل سان سمهان ها نڪي راڻو رسي وڃيم ها ۽ نڪي هي ڏکر ئي ڏسان ها. (ڏسو بيت ٢٧)

نوٽ- هي اشارو نفس طرف آهي.

سل = سوراخ.

ڪانڌ = مڙس.

غازي = (غزا = ملڪ جي بچاءَ جي لڙائي) بهادر. لڙائي باز. سورهيه.

غذا = خوراڪ.

جهاد = مذهب جي بچاءَ جي لڙائي.

غير = ڌيائي.

مل = جوڏو.

آڏڻ = سهيلين سان راند ڪرڻ واري جاءِ

جتي سرتيون سهيليون پاڻ ۾ وهي ڪتين.
اڳي اهو رواج وڏ کهراڻن چوڪرين ۾
هوندو هو جو پاڙيچون کهرائي ويهي سٽ
ٻه اوبينديون هيون ۽ وينيون ڳائينديون
۽ روح رهاڻ به ڪنديون هيون. اهڙي جاءِ کي
آتڻ سڏيو ويندو هيو. (اصل سنسڪرت لفظ آيعن آهي)

پرت = استري - عورت.
ٻلي = (هائو) وه واه - اعليٰ - اتم.
ماهي = (ماه = چنڊ) چنڊ جهڙو - سهڻو.
پرکر = (پريڪشا) چوطرف نگاه. (ايڪشا = نگاه)

نوٽ

پرکا جي معنيٰ ڦهرائي آزمائش به چوندا آهن.

ڀاڳين .... سنڌو = مونکي تقدير ڀلايو يعني مونکي
پهنجي پيءُ سومل سان سمهڻ ڏ گهربو هو.
پر مهنجن ڪرمن ۾ اين لکيو هو. ٿون پڻ
انهيءَ کان بي خبر هوئين تهن ڪري تهنجو
ٻه ڏوه ڪونهي.
سکون = سکر - خوشيون - ٻاسون.
ناتر = مومل، جي ڀانهيءَ جو نالو.



نوٽ - ناتر ۽ گهجر قوم جون ٻئون چوڪريون
ڪاڪ ۾ مومل جي خدمت ۾ رهنديون هيون. گهجر جي
اڄ ڪلهه اصطلاحي معنيٰ آهي ٻياري.

پاڻي پاءِ لڳڻ = ڏوه ثابت ٿيڻ - منهن ڪرڻ.
ڪوريل = لالائي تي رنگيل - رتل.
ڪنور = ڪمل گل - ڪنول گل - گل نيلو ڦر ٻه
سڏيندا اٿس.
ساڻيهه = وطن - ديس.
اڏو پنڌ = لانگوٽيا فقير.
جتي .... ڪا = هن مايا جي ڀائي وارن خيالن
مان ڪري هيڪڙائي واري خيال ۾
وڃي پيا.
لوڊاڻو = هي ملڪ لوڌر قوم جي راجپوتن جو
وسايل هو. جيسلمير جي اتر کان ماٿيلي
جي ملڪ تائين پکڙيل هو. گادي جي هنڌ جو
نالو ٻه لوڊاڻو هيس. ڪاڪ جي نئي ٻه
لوڊاڻي مان وهندڙ هوئي. جهن تي مومل
پهنجي ماڙي اڏائي هوئي.
لوڊا مسلمانن ۾ هڪ مشهور قوم آهي ۽
لوڊا ڦا هندو به سنڌ ۾ موجود آهن. اهو

ڪاپڙي فقير جو راڻي ۽ حمير سومري وارن چڱن يارن کي رستي ۾ گڏيو هو ۽ کين مومل جي حالات کان واقف ڪيو هو ۽ سو خود لودراڻي جي سرزمين جو نواب هو.

جي- ”ڏڏ هن ڏسڪي ۾ ڏس ڏئي ڏو روئي رڏو آب تا آيس لودراڻي ڪان ءِ قلا! سنا طاام ساب آءُ نگوهيس نواب پرڪاڪ ماري ڪيس ڪاپڙي“

ناڪ تيرط = [ناڪ = جاء] جائيتو تيرط.

توڪ = ڪاڄ.

ارتو = گاڙهو [ آرت = گاڙهو ]

راول = اصل لفظ آهي ”راءِ ڪل“ يعني (شاهي نسل) هي راجپوتن ۾ هڪ لقب آهي. شاهي نسل وارن کي انهيءَ نالي سان سڏيو ويندو هو. سنڌي ۾ پياري دوست کي راول سڏيندا آهن.

هاڪاريا = (هاڪ = مشهوري ] هاڪ وارا مشهور - نامڪتا.

حدون = بندشون - مايا جا ٻنڌن. هي سرير-

حمال = [ حمل = بار کڻڻ - جهلڻ ] بار کڻندڙ.

ڪمال = پورا - اڻ ميا - ججها. ڪافي.



= (وصل) ميلاپ.

حدون .... حمال = اهي ناميا ناڪا فقير هن مايا جون اپاڏيون (ٻنڌن) ٽوڙي ۽ آزاد ٿي وڃي رب کي رسيا.

ڊريا = رهيا- ترسيا.

پڙي ويا = هلي ويا- پنڌ ڪري ويا.

ماڻجهي = (منجهه = گجهه) رازدان- ڳجهه ڄاڻندڙ حال پائي.

لنگهيا لنڊاڻو .... ڪا = انهيءَ ساري بيت جي معنيٰ آهي ته اهي سالڪ فقير ۽ مهنت هن سنسار جا سڀ سنبڌ ٽوڙي هن صفاتي سرير کان پاڪ آجو ڪري ذات ٿي وڃي ذات ۾ لڙ ٿيا يعني حق سان هڪ ٿيا.

ڪلدار = سفيد- اڇا- صاف دل- نوراني شڪل.

دود = دونهون.

بخار = ٻاڦ- جوش. تپت.

سوزون = (سوختن = سوز) سوزمان- ساڙي مان.

نگيا = نڪتا.

برخوردار = ٻچا- ٻنڌا- هيٺين درجي وارا.

پنپليا = چراڙجي ويا- حيران ٿيا.

پرت = صورت (هت اشارو موملُ طرف آهي)

نڪا صورت.... ڏيهه ۾ = سچل سرمست موملُ جي عشق جي مجازي عشق سان ڀيٽ ڪئي آهي. هتڙي هو انهيءَ جاءِ جي پهچ ڏو پڌائي جتي نڪا آهي صورت نڪا آهي مورت رڳو آهي نور. جتي هن اهو نور جو قطرو هن سرير ۾ سمايو ڏٺو هن هت اچي بـا صورت ٿيو يعني صورت ورتائين. نه ته اصل اهو بي صورت آهي. جهن کي نرنڪار ستڌ جي ڏو. نرنڪاري درجو فنا في الله (الله ۾ فنا ٿيڻ) جو درجو آهي. هي اها منزل آهي جتي پهچڻ بعد نڪا هتان جي ڪا سمجهه يا سرت ٿي رهي نه ڪا ڪا يادگيري ٿي رهي ۽ نه ڪوئي فنا ٿي بعد هنکي انهيءَ ڏيهه ۾ ڪو ڏسي ڏو سگهي.

ڪاپڙي = هي اصل لفظ ڪاپڙي آهي جهن جي معنيٰ آهي ڪپڙو پوش فقير. هن بيکر جا فقير هميشه سيلاني رهندا آهن. هڪ ٻئي لٽ هميشه ساط هوندي اٿن.

[illegible] ساڻ هڪ ٿي ويا



هي همه اوست طرف اشارو آهي يعني "سڀ اُهو آهي" انهيءَ کان هيٺين درجي وارا چون ٿا ته "همه ازوست" سڀ انهيءَ منجهان آهي.

## ڪافي

ڪانڌ = مڙس.

چوطاق = چارئي طرف - چارئي عضوا.

سڦري = (س = چڱي، ڦر = ڦل) چڱي ڦل واري فائدي واري - بهتر.

ڏيت = ٽر ملڪ جو وچون ملڪ يا مٿاهين پٽن وارو ملڪ.

اولاڪ = جنجل - ڳڻتي - تڪليف.

ميار = ڏوراپو - عتاب - ڏوهه.

# خيال سنون

## (هير رانجهو)

---

### سر ڪاريهر

ڪاريهر = هڪ زهردار ڪاري نانگ جو قسم آهي ۲۰ راڳڻي جو قسم. [ڏسو صفحه ۱۰۲]

سڌڪهڻ = ڏنگڻ.

ڪر = ڦڻ.

جڳ مارڻ = بي وقوفي جو ڪم ڪرڻ. (جڳ = مڇي)

ڏنگ = نانگ.

هير = چوچڪ جي ڌيءُ ذات جي سيال، جهنگ سيال جي ويٺل هوئي.

جهنگ سيال = هير جو وطن (پنجاب ملڪ ۾ آهي)

رانجهو = هزاري جي ملڪ جي حاڪم جو پٽ هو.

تخت هزار = رانجهي جو وطن ۽ تخت گاه.

ڏاجو = شادي ۾ مليل مال اسباب.

هرد = رسم- طريقو- رواج.



دود = دولهون.

ڪاني = [ڪان = تير] سراپ- پٽ- پارا تو.

قرب = (ويجهڙائي) عشق- محبت.

لوح = تختي- اُها تختي جنهن تي انسان جي قسمت لکيل آهي.

پهنجو ديس = جتان هي آتما آيل آهي- روحن جو مڪان. زمان ماضي.

هير = رانجهي جي معشوق (هت اشارو هن مايا طرف آهي)

نوٽ- هير چوچڪ جي ڌيءُ هوئي جهنگ سيال جي رهندڙ هوئي.

گهور = نيڻن جي تيز نظر- گهري نظر.

هاريون = موڳيون ابوجه. (هرڻ = سست)

قسمت قيد الماءِ- داڻي پاڻي جي ڪشش.

جوڳيا ويس = گيڙو پوشاڪ.

چوچڪ = هير جي پيءُ جو نالو.

شاه هزارو = هزاري ملڪ جو مالڪ- رانجهو.

آر = لڄ- موشو- تڪلف.

قريب = (قرب = ويجهڙائي) ويجهو- پيارو- معشوق.

ڪاڻ = غرض- پرواه- خاطر.

ڪاڻ = واسطي.

ڏولا = ڏکَ. ڏکليفون.

ٽورنگ = هير جي مڙس جو نالو.

کيڙو = هير جي مرد ٽورنگ جي ذات.

کيڙو وجهان کوهه = کيڙي کي هن ڏيان - بيزار آهيان.

کيڙ قال = جنجل - فسادي.

وڏون = [وڏ] پيچڪڙي.

جهنگ سيال = هير جو ديس. هي پنجاب ۾ ضلع آهي.

مهوال = ميهار.

ونجهلي = بنسري.

چاهون = چاهه مان - شوق مان.

چناهه = چناب ندي [پنجاب مان وهي ٿي]

لوءِ = جوءِ - جاءِ - ديس. لوڪ.

جاٽي = جڙي - ٻوري.

السٽي = [ڏسو صفحه ٢٠٨]

هردي = [هردو = دل] دل ۾.

قتيل = قاتل - ماريندڙ.

کوهين = کوهه ۾ - جهولي ۾.

کودڙي = کوهڙيءَ وارو - رلهيءَ وارو - جوڳي.

منجهه وٽي منڊ سان = منترن سان بند ڪيو وٽي.



ٽيل = ڪارا. ڪاريهر نانگ.

رسيل = رس ڀري - سريلي.

ڪنڊل = وڏا وارا جيڪي جوڳي ڪنن ۾ پائيندا آهن.

راوي = ندي جو نالو جا پنجاب مان وهي ٿي.

نوٽ - ٽورنگ پور جو شهر راوي ندي جي ڪناري تي آهي جتي ٽورنگ کيڙي سان هير کي پرڻائي وٺي بند ڪيو هوائون.

روي دليو = [رويو] روانو ٿيو. ڪهي هليو.

ونجهليون = بنسريون - مرليون.

ٽانگو = جوڳي - [رانجهو]

ٽورنگ پر = ٽورنگ جو آباد ڪرايل شهر جتي هير جا ساهرا هوا.

مغزدار = مغز وارو - هوشيار - دماغ وارو.

ڪردار = ڪر کڻندڙ - لهريندڙ - قرط ڪيندڙ.

نوٽ - ڪاريهر نانگ جا ٢ قسم آهن. هڪڙا ڪر کڻي لهرڪندا آهن ٻيا اهر ڪونه ڪرن.

ناٿ = مالڪ - وڏو - جوڳيسر.

منڊڙا = واليون - ڪنڊل [جوڳي ڪنن ۾ پائيندا آهن]

منڊڙا = منتر - بندش جا ڪلام جيڪي گهڻو

ڪري جوڳي ناڳن تي پڙهندا آهن ته
ناڳ ڏنگ هڻڻ کان بند رهي.

ٽمبيون تن ٽڪي = بدن تي ٽمبيون جڙي يعني
فقيري ويس ڌڪي.

ٽمبيون = ڪدو مان جڙيل ٿانو جي فقير پنڻ
لاءِ کڻندا آهن - سوڙهي ڳچي وارو ڪدو.

ٽڪي = ڌري.

نيٽي = ڪنواري ڇوڪري - نوجوان ڇوڪر.

وهڻ وه ٿيو = ويهڻ زهر لڳو - آرام نه ٿي آيو.

ڪاريا = پورا ڪيا.

مانجي = منڊ پڙهندڙ - منڊ [منتر] پڙهندڙ
جوڳي - رانجهو.

نوٽ - رانجهو هير جي لاءِ جوڳيءَ جو ويس
ڌڪي سنڌس ديس ۾ اڪيو ٿي گهمڻو. هير اهو ٻڌي
تال ڪيو ته مونکي نانگ ڏنگيو آهي ڪو جوڳي
جهلي اچو. انهيءَ منڊ تي رانجهي ۽ هير جو ميلاپ ٿيو.

منڊ = عذر - ڏنگ. مڪر

وه = زهر.

واسينگ = هڪ وڏو زهردار نانگ جنهن جي مٿي
۾ مڻ ٿيندي آهي.



ڪپار = [ڪپال] ڪيا ڙي - ڇوٽي - مٿو.

هاري = ويچاري - ٻڙي - موڳي.

منگهن = چڪن - مست. عاشق. محو.

لانگوٽي = جوڳي [رانجهو]

لڳن = نڪاح - لاڳاپو.

لوح = [صفحه ٣٨٥]

هتي = زمان ماضي [گذريل وقت] روحن
جو مڪان.

هتي = هي دنيا.

سالم = پورو.

ڪافي

جهتانون = جوڳين جا وڏا وار - وارن جا مڇا.

بسمي = رک - مٽي.

هاتڪ = حاذق - قابل.

چندين = قندين - نموئين [ چند = قند ]

جوڳي، سنياسي = فقيرن جا بيکه آهن.

گوگو جوان = جوڳين ۽ ناڳن جو سرگرو جو ناٿ.
چون ٿا ته کيس ماريو به کپر نانگ ڏنگي آهي.

سر = ڪشب - راڄ.

ڇڇي ۽ ڪڪي = مڇي. مڇي جي اندرين ڪنڊ
ڪي ٻه ڇڇي چوندا آهن.

راض = مهرباني - راضپو - راضي رهڻ.

راز = ڳجهه.

آريون (آرد) آرو - نانءُ.

سيباڻي = پسند پئي - وڻي -

ڪني = خراب - بوءِ ناڪ - مهاڻي.

ڪلسا = (ڪلس = چلر) چلڙ واري مڇي.
ڪلسي مڇي کهڻو ڪري ڪاري پاڻي ۾
ٿيندي آهي.

ڪلوري = مڇي جو قسم.

ڪالورا = مهاڻا.

ٻوري = ڪمن واري ڪڏ ۾ ڪاه جي نموني پن
ٿيندي آهي ان جي مٿان ڪل ٿئي ٿو جهن
۾ زرد ٻورو ٿئي ٿو اهو پٽي انهجا مٺيا
ٻڍي ٻوري تيار ڪندا آهن جا رنگ جي
هيڊي ٿيندي آهي ۽ بازار ۾ وڪامجي آهي.

اڏوهنڊ = لانگوٽا - چوڙا.

قصهءَ = اڇا ڪپڙا - ٻيڪيدار اميري ڪپڙا.

# خيال اٿون
(سمو ڪندري)

---

## سر ڪاپان

ڪليان = آنند - سک - آرام - راڳ جو قسم.
(صفحه ١١١)

سمو = ڄام طماچي، جو سنڌ جو حاڪم ٿي ڪذريو
آهي ان جي ذات سمو هيو. سما اصل
راجپوت هوا.

ڪندري = مهاڻي - ڪني - بدبو واري.

ميٺي = ماڇڻ.

شفقت = مهرباني.

گاندر = مهاڻي. هي مهاڻن ۾ هڪ خاص ذات آهي.

عار = عيب - شرم - مهڻو.

مدار = آسرو.

ڪينجهر = ڍنڍ جو نالو.

لڄ رهائين = لنگر ڪڍين.

ڄارو = مڇين ڦاسائڻ جي ڄاري.

... واطڻ ... ڪنهيو.

سالاڻ = سالو جو سهڻو ريشمي ڪپڙو.

نوٽ - مير صاحب واري رسالي ۾ "شالاڻ تيموري" لکيل آهي. اهي شالاڻ تيموري ريشمي بوڇڻ وانگر ٿيندا آهن جن جا پلؤ زريءَ جي بوٽن سان پريل هوندا آهن.

سهج = سوکڙي - انعام.

واسيو = خوش بوءِ ڏيو. واس ڏيو.

کهنبو = ڇٽڪيرو رنگين ڪپڙو جو گهڻو ڪري شادي جي وقت ڪنوار کي ڍڪائيندا آهن.

ڪٿوري - مشڪ. خستوري.

ڌار = پاڻي - دريا - ندي.

عطوري = (عطر) - خوشبودار.

پيرمنه نيرا = ڪارا ڪوجها.

ڇيرا = زري جي ڪناري سان پٽڪا.

سکهڙ = چڱي گهڙ وارو. چڱو سوچيندڙ. منتظم. دانا وهم وڪرو.

لپيون = لاپا.

پاريا = پاليا.

ڏٿ = سادو کاڌو - جهنگلي کاڌو



جهيرن = مهاڻن (ماڇن جي هڪ ذات آهي جي واڳو سيسر ڪميون ماري کائيندا آهن)

ڏيهريون = مهاڻيون.

ڏپيون = (ڏپڻ = ٿپڻ = ڏبو = ٿپو) ٿپي پيون.

پبڻ پپيون = (پبڻ جون ٽڪيون) پدم جو مشهور ميوو جو ٽڪين جي صورت ۾ ٿيندو آهي مڇيهانس گورا ڪرندا آهن. جهن کي پبڻ جون ٽڪيون چوندا آهن. هن جي پسارڙ ۾ ٻه ۽ هڪ شاخ ۾ پبڻ جي ٽڪي ۽ ٻـي شاخ ۾ پابوڙو يعني وڏو پن ٿيندو آهي جو پاڻي تي ترندو آهي.

چوري = گيهه ۾ پور ڏيل ماني يا پڪل اٽو.

جهاڳيون وٽن جهاڳر = پاڻيءَ ۾ ترڳنديون وٽن.

ميٺڻ = (واحد - مڻي) مهاڻيون.

منڇر = ڍنڍ جو نالو جا سيوهڻ ۾ آهي.

مها = وڏي.

اجهاڳر = اڻ ميا. اڪت.

ڏلين = ڏڏريلن.

ڊونڊيون = پيڙيون.

ناڙي = ڪمن جي سفيد ڪڻ آهي جا سڪائي

غريب ماڻهو پنهنجي ڪائيندا آهن.

ملاحيون = مهاڻيون (ملاح = مهاڻو).

جوڙون سڀ جوڙيون = دل جون مرادون پوريون ڪيون.

سهج = مهرباني. انعام - سوغات.

سهج = سکر.

ٽورون ۽ ٽنڊيون = نخري سان ٽلڻ - فخر سان هلڻ.

ٽور = چال.

ٽنڊ = (چوٽي) وڏائي - ٺانءِ.

چڪ = مٽي - ڪپ

اوڙيون = واهيات - بد فضيلت -

سهايون = وڻيون - پياريون لڳيون.

ڪمن = (ڪم) هنڌ جو ميوو آهي جو ڪينهون وانگر گول ۽ نرم ٿيندو آهي. ڪم جي پاڙ اوڙه آهي. جنهن مان هڪ گِهه يعني شاخ ٿي نڪري. جنهن ۾ نيلوفر جي پوڙي ٿي ٿئي جنهن مان ڪم ٿو پيدا ٿئي.

پار = طرف.



اُميت = پلٽ.

لاڪيٽي = جو لکه لهي يعني سمو جام.

سهاڳ = مهرباني - پياري وني (ابعزڻ هاڳه)

انڪ = بي پرواهي.

طولان = (طول = ڊيگهه) وڏائي - پير ۽ گهيرڻ.

اندامين = (اندام = جسم - عضوو) عضون ۾.

سڀ اندامين .... ۾ = انهن مهاڻين جي هڪ هڪ عضوي ۽ سنڌ سنڌ ۾ جواهر جڙيل هوا

لپيون = [لپ = چنهڙڻ] مڇي جي مٿان کگه.

مڪڙي = (ملڪڙي) پيڙي.

نوري = انهيءَ ڪندري جو نالو جنهن تي سمو جام عاشق هو. جنهن جي صدقي هن ڪيترن ۽ منڇر جي ٻين جي سڀني مهاڻن تي مهربانيون ٿي ڪيون.

چڪايون چاٽيون = ناز سان نهوڙيو.

ڦڪل قند = ناز نخرا.

وٺيون سو...ڪي = سمو جام انهن مهاڻن کي نوريءَ جي صدقي ٿو روزمره انعام ۽ لاڳ ويٺو ورهايون ڏي.

ماڪ = اصل لفظ مٽيڪ آهي معنيٰ موتي.

مڪ = ڪهن ٻه ميوي جي سنهي ڪڻ کي مڪ
چوندا آهن. ڪمن جي اندرين ڪڻ کي
ٻه مڪ چئبو آهي. ڪيڙ جي سنهي ٻوندي کي
ٻه مڪ سڏيندا آهن.

مر ڪينجهر .... ڪنيو = پل ڪينجهر جو راڄ آرامي
ٿجي. چاڪاڻ ته اُهن جو سمورو بار پنهنجي
معشوق نوريءَ جي صدقي سمي ڄام پنهنجي
سر تي کنيو آهي (ڪينجهر ڍنڍ تي ۽
جهرڪن جي وچ آهي)

نوٽ - اُهو مريد (چيلو) امان ۽ آرام ۾ آهي
جنهنجو مرشد (ستگر) ڪامل آهي ۽ پنهنجي مريد ۽ چيلي
جي قدم قدم تي سار سنڀال لهي ٿو ۽ سندس سمورا بار
پنهنجي سر تي کڻي ٿو.

مڏ = مڇي جو ڏير.
بدمسر = جهالردار نٿ.
ٻيڻا = (ٻهن = نڪ) نڪ ۾ پائڻ جا ٻولا.
جهاپا ۽ جهوڙا = جهالروارا چٽن دار ڪپڙا.
لاشيون = (راشيون) ساڌيون - ڪوجهون.
خاشيون = (خاصيون) عمديون - چڱيون.



ڪينهن ڪماشون = پيٽي پر ڪانهي - پرواه ڪانهي.
موڙيون = مٽي تي رکڻ جون سينهوڙيون.
پيٽي پر = پيٽي = اجهو، پناه - پر = آڌار، وسيلو.
جن پاسا .... فراشون = جي ڏرڪي تي تڏيون
توريون ۽ پڻ وڇائي سمهنديون هيون تن
کي هاڻي ڄام تماچي فرشن تي فراشيون
(ممدا وڇاڻا) وڇارائي ڏنو ڏي.
پوٽي = ڪل نيلو ڦر جي ڪچي ڪاني جنهن ۾
ڪُم ڦٽي ٿو.
موراڻون = اصلاڻون - اصل ڪان.
حريص = (حرص) لالچي.
مجليس = (جلسه) مجلس - صحبت - ميڙ.
اطليس = اطلس جا وڇوڻا.
هيس = خوف - ڀؤ.
حديث = گفتگو.
مهراڻون = مهرمان.
نات = مالڪ - سمو ڄام.
سهل = سئولا - سهولت وارا.
سام = اجهي - پناه هيٺ.
نڌر = [ڌر = آڌار - طرف] نڌڪي - لاوارث.

نيلن جا ناڪا = اٺ ميا خزانا.

لڏر = اداس.

بافتن = اُڻڻ ڪپڙن.

ڦناتون = ڪپڙي جا پردا - تنبن جون ڇتون يواريون.

ڇيڇي ڇت = مڇي جي ٻانس.

طناب = رسا.

ناد = بگل.

ناطقا = [نطق = زبان - ڳالهه] ڳالهائيندڙ.

رود = تارون (رود ونڪري جي آندن مان ٺهندو آهي)

رباب = هڪ افغاني ساز جنهن ۾ رڪ جي تارن بدران رودا جڙيل هوندا آهن.

تم = تمام - ختم.

پلوءِ مون پاتو = مان نياز ڪيو. مان تو اڳيان سر نوايو - ڳچي ۾ ڳارو وڌو.

نوٽ

اڳي اهو رواج هوندو هو ته حاڪم اڳيان عرضدار هميشه ڳچي ۾ ڪپڙو پائي وڃي بيهندو هو. اهڙو رواج اڃا تائين ٻهراڙي جي ماڻهن ۾ هلندو اچي.

ڪاڏا = ڪاڏا. ڪاڏي وارا.



دمپخت = [دم = ٻاڦ، پخت = پچڻ] گوشت ۽ چانورن جو پلاءُ جو مٺي ٻاڦ تي دم ڏئي تيار ڪبو آهي. دم يعني ٻاڦ تي پڪل گوشت کي به دم پخت سڏيندا آهن هي اميري ۽ عمدا کاڌا آهن.

دمبا = ٽلها [هي جانور جو قسم آهي جنهن جو پڇ جلد جي چڪر وانگر گول ٿئي ٿو جنهن کي دمبي جي دم ڪري سڏيندا آهن.

مڪڙيون = ٻيڙيون. (منگهي = ٻيڙي)

تعمير ڪيون = جوڙايون - اڏايون.

جهونگا = ٻيڙا - ڪراڙا. ڪپا.

ملاح = ٻيڙين جا هلائيندڙ - مهاڻا.

مير = جام ڏماڇي.

مير بحر = ناخدا - ٻيڙي هلائيندڙ. سمنڊ جا مالڪ.

نوٽ - هت ملاح ۽ مير بحر به ماڇن کي ڪوٺيندا آهن پر ملاح ۽ مير بحر انهن مهاڻن کي ڪوٺبو آهي جي ٻيڙيون هاڪاريندا آهن. آهي مڇي به ماريندا آهن پر ماڇن ۽ جهبرن وانگر انهن جو ڪم خاص مڇي مارڻ جو نه آهي.

ڪاريون = جنيون.

ڏوڏا = ٻهڙ جا داڻا جي ٽڪين مان نڪرندا آهن اندران سفيد ٿيندا آهن. منجهن سبز ٻڄو ٿئي ٿو. ڏوڏا ڳهڻو ڪري ٻچي ويل سخت داڻن کي سڏيندا آهن.

پاپڙا = ٻهڙ جا وڏا پن جي پاڙي تي ترندا نظر ايندا آهن.

پٽيلن پنکڻين = پٽ جي پينگهن ۾.

لاڏو = لاڏلو.

لاڏيون .... لڏن = جام جون داه ليون لاڏ [نخري] سان ٽيون پينگهن ۾ لڏن.

نيلم = قيمتي جواهر جو قسم جو نيلي رنگ جو ٿيندو آهي.

قلابات = زري ڀريل پٽ جو ڪپڙو.

چڪم = زردوزي جو ڪم.

لڪان = جواهر جو قسم.

ڪڪيرين = [ڪکي = ميري] مهاڻين.

آقا = [آغا - آگا] مالڪ.

آريون = ناز. (آر = انگل)

سالو = سنهو قيمتي ريشمي ڪپڙو.

[illegible] = [illegible] جي ڪناري سان ريشمي شال.



بي آب = [آب = آبرو] بي عزت.

ڪلالن = ڪوڙن. فارسي ۾ ڪنيز کي ڪلال ڪوٺيندا آهن.

ڪلالن = شراب فروش [وڪڻندڙن]

ڪونتلن = گهوڙن.

ڪڙيون = تنبيها.

ڇيڪ = آزاد.

تازي = تکا بنيادي گهوڙا.

ليڙ = ٽڳڙي - ڪپڙي جو ٽڪر.

تڏي مڏي = مال ملڪيت.

ڪن جهوڪين جهول = جاين ۾ جهرون اڏي ٿا ويهن.

جهول = جهرون.

غلم = گلم.

غاب = ٿالهه - خونچا - وڏا اُچا برتن.

طول = وڏا وهاڻا.

غمزا هطط = اصل معنيٰ اکين جا اشارا هت معنيٰ "لتڙ".

غول = (مر) جهنگلي ماڻهو - مجهول - وحشي.

اولجهول = احمق - بي سمجهه.

الول = آڪڙ. ٺانءِ

لس = لسيون - اڪهاڙيون - لنڪيون.

مياڻيون = مڇي جي واپار جا مرڪز [هيڊ ڪوارٽر]
جتي مڇي ماري اچي گڏ ڪبي آهي.
اهي مياڻيون گهڻو ڪري درياهه جي ڪناري
تي مقرر ٿينديون آهن. انهن تي مڇي جي
انداز موجب محصول رکيل هوندو آهي.

ڇڙ = پاڻي جو مٿاڇرو، هتي ڏنڍ.

ڇوٽيون = ڇوٽ. آزاد. معاف.

تن مياڻيون .... ڇوٽيون = جيڪا انهن مهاڻن
جي مياڻن تي ڏل پوندي هوئي سا ڄام
تماچي معاف ڪري ڇڏي ۽ ڏنڍن جي
پيداوار به انهن کي ڇوٽ ملندي هوئي.

ميون = [واحد مڻي] ماڇاڻيون.

طريل = [اصل لفظ طرير آهي] حسين جوان. سهڻو.

گاندرين = (گاندر = مهاڻو) مهاڻن سان.

ڪمخاب = ڪم. خاب به برابر آهي ڪم خاب
به برابر آهي. (خاب = رڳو) زري دار ڪپڙو.
(غياث)

وڳيون = لٽن کي.



واس = سرهاڻ يا خوشبوءِ مڪڙ.

زرباف = زري ڪنار ڪپڙا.

امل = [امولهه] بي بها. املهه.

لٽر = [لٽ] جٽي.

جڙاڻو جوڙا = موتين سان جڙل جهڙي.

جوڙا = جٽي.

روڙا = ٺڪر. ايٽيون. ڪوڙها.

ڏوڙا = ٻيٽا. شاهوڪار. وڏيا. سکها.

لوڙ = کهرج.

ويرياءِ = [ياءُ = خيال] وير جو خيال.

اروڙ = ڏکي.

جوڙ = جٽيون.

مترڪو = [مطرقه] لوهه ڪٽڻ جو اوزار.

ٽولا ڪين ٽوٽ = رولاڪ. آڪڙباز.

سوڌا = [شُڌ] سچا. صفا.

لوڙهه = ٻهن جي پاڙن مان ٿيندا آهن جي اپاري
ڪاٺيا آهن شڪل جا گول ۽ رنگ جا مٽا ن
پورا ڪارا ٿيندا آهن.

ڦوٽ = ڦٽيل ڪم.

کيا = خوش.

خمار = [خمر = شراب] نشو. ڪيف.

لڪ لوڏ = لڪ لڏائيندڙ.

ڪنواريون - نوجوان ڇوڪريون.

ڇوٽ = آزاد. مفت.

ڇيڄي... مياڻيون = مڇي جي مياڻن تان جام محصول معاف ڪيو هو.

ڦٽ = ڦٽيل ڪم.

ڪليون قيمن = کوراڪن جا قسم.

دشالا = ريشمي رئو. يا بوڇڻ.

هٿ ٻڌڻ = مٿي تي هٿين ڪپڙي جي ٻڌڻ جو اهو رواج اڄ ڏينهن امير ماڻهن جي گهرن جو آهي.

ساڻ = ماڇي.

ست ڪٽ = مار ڪُٽ.

ذيل = ڏنگليون - جوش.

ڪلي... ڇٽ = مڙني ڏينن جا محصول معاف ڏين.

عامن = عام ماڻهن يعني مهاڻن.

اڏت = ڪولڙ.

زرباڌلي = زردوزي جو ڪم.

خيما = تنبو.

... مان. خوشي مان.



طرا = (طره) پٽڪا. اهو پٽڪو جنهن ۾ جواهر جڙيل هجن. اڳي اهو رواج اميرن ۽ نوابن ۾ هيو. پٽڪي ٻڌڻ وقت هٿ اڏ پٽڪي جو ڇڏيندا آهن ان کي ٻه طرو سڏيندا آهن.

ڪرڙ = [ڪرس] وڏڻ.

ڏرا = گهوڙا.

زرا = بازيڪي جي نر کي زرو ڪوٺيندا آهن.

رب = سادو پٽ.

ڪليون حلوين = اُچين کوراڪن جا قسم.

گيرب گاهه = فخر. وڏائي. آڪڙ.

دزن = مڇي جو قسم.

ڄڙ = ڄار. اهو ڄارو، جو اڏڙن سان پاڻي ۾ هٽي ڇڏيندا آهن ۽ اڳيان مهاڻا پاڻيءَ کي ڏاڪيندا آهن ۽ ليڙ ڪندا آهن. جنهن تي مڇي ٽپندي ٽهندي اچي انهيءَ ڄار ۾ پوندي آهي.

مهج = خوشيون. انعام.

مسندان (مسند) گاديون.

ڪلي = سڀ.

## ڪافي

مٺا = سڀ.
ميخانو = (مئي - شراب) شراب گھر.
وٽي = شراب جو پيالو- ساغر. جام.
نسنگر = نروار.
ڏاتي = ڳانديا پي.
ڪن فيڪون = ٿي ۽ ٿي پيو. (قرآن).

نوٽ - ڪن اهو غيبي آواز آهي جو ڪن سنسار جي سرشٽي وقت قدرت جي مُنهن مان نڪتو هو. جنهن جي معنيٰ مٿي ڏيکاريل آهي.

پرٽ = وڇڙ.
ڪن = ڪن فيڪون جي پهرين لفظ "ڪن" (ٿيءُ) طرف اشارو ڏنل آهي.
درپڻ = آرسي.
فاروقي = فاروق حضرت محمد (صلعم) جي ٻي خليفي حضرت عمر جو خطاب آهي. انهيءَ جي اولاد کي فاروقي سڏيندا آهن. درازن [illegible] فاروق آهن، تنهن ڪري سچل سرمست



(جو پاڻ به فاروقي هو) اهو اشارو پنهنجي مرشد پير عبدالحق صاحب طرف ڏنو آهي يا حضرت عمر فاروق طرف ڪيو اٿس. فاروق لفظ جي اصل معنيٰ آهي "فرق ڪندڙ" حضرت عمر کي انهيءَ ڪري فاروق سڏيندا هوا جو هو عدل ۽ انصاف ۾ نيرو فرق ڪندڙ هو. ڪيس عمر عادل به سڏيندا آهن.
(ڏسو صفحو ١٠٩)

فهمائي = (فهم = سمجهه) سمجهائي.

مدعا = مطلب.

وحدت = (صفحه ۲۸۶)

وصال = [وصل] ميلاپ.

سر سنواڙيو .... سر = چارڻ جي سر راءِ ڏياچ جي سر جو قدر ڪيو، ۽ راءِ ڏياچ جي سر چارڻ جي سر جو قدر ڪيو.

انيراءِ = گجرات جي حاڪم جو نالو. هي اصل ذات جو سولنڪي [سولنگي] هو. سندس ڪاڏي جو هنڌ انهلواڙ هو. سندس ٻيو نالو دراپ سين هو. انيراءِ ۽ راءِ ڏياچ جي تڪرار جو سبب اهو هو جو انيراءِ جي ڌيءَ چندرودنا گرنار جي مندرن جي درشن لاءِ وئي هوئي جتي راءِ ڏياچ کيس بند ڪيو هو پر وري شادي جي انجام تي کيس آزاد ڪيو. جهن تي انيراءِ جهوناگڙهه تي ڪاهيو مگر پڙي ڪين سگهيو ۽ چارڻ جي چرچ تي راءِ ڏياچ جو سر ڙايائين.

گرناري = گرنار ڪوٽ ۾ رهندڙ (راءِ ڏياچ)

جهوناگڙهه = گرنار جبل جي وٽ سان هڪ مظبوط قلعو آهي.

گنهير = گن وارو- ڀڳڙ.

# خيال نائون

## (راءِ ڏياچ)

---

### سر سورٺ

سورٺ = راءِ ڏياچ جي استري ۽ راڻي جو نالو. (ڏسو صفحه ۱۳۲)

راءِ ڏياچ = ڪاٺياواڙ جي راجا جو نالو. سندس ڪاڏي جو هنڌ ونٿلي هو. پر راءِ ڏياچ جي ڪهاڻي بيشڪ جهوناگڙ جي قلعي ۾ هوئي جو گرنار جبل جي وٽ سان آهي. راءِ ڏياچ جي قصي ۾ اهو نالو راءِ دياس آيل آهي هي راءِ ڪوات جو پٽ هو سندس ذات چوڙا سما هوئي هي واقعو ۱۰۰۳ع جو آهي. راءِ ڏياچ جي بنسبت گهڻا قصا لکيل آهن مگر آهن سڀئي مختلف نمونى جا. راءِ ڏياچ ۽ گجرات جي راجا انيراءِ جو جيڪو راجڪمار چندرودنا ٿي جي سگر تي تڪرار وارو قصو آهي سو البت موزون نظر اچي ٿو.

غازي = وطن جي طرفان وڙهندڙ جوڌو.
غزا = وطن جي طرفان لڙائي.
آڻ = مڃڻاهه
ڏاني = ڏان ڏيندڙ. ڏل ڏيندڙ. زبردست.
مٽير = مٽي وارو. مغز وارو. هوشيار.
ڪانيچ = ڪريل. ڪميڻو. ليچ.
جنگهه = [وڏو] جوڌو.
عطائي = جنهن کي قدرتي ڪو هنر عطا ٿيل هجي. يا زماني جي ڀڳ سڳ مان تجربو حاصل هجيس - هت فقير معنيٰ اٿس.
صلٽيس = [سلڻ] ڀڳ ايس.
ڀائتال = ڪوڙ. ورڳوڙ. فساد. ڪڙٻڙ.
ڀوڏلا = اڙٻنگ. داڏلا.
تندون تيار ڪرڻ = سازن کي سر ۾ آڻڻ. سر ملائڻ.
جاچڪ = [ياچڪ] فقير.
مڱڻو، منگتو، مڱڻهار = (مڱڻ = پنڻ) پينو. لنگهو. سنسڪرت ۾ مارگن، مڱڻ کي چوندا آهن.
لنگهو لائق .... لاچار = ٻيچل لنگهو اهڙو نالائق نه هو جو اهڙي ڏياج جي سر لاءِ سڌيري هلي



هو جنهن ٻيچل کي لاچار ڪري اهو ڪم ڪرايو.
لڪر = لکيو. قسمت.
هام = ٻاڙ. لاف.
الله تو هار = الله تو آهار (آڌار) الله جي آسري.
چنگ = (آواز) وات سان وڄائڻ جو ساز. سرندو جو رودن سان مڙهيو آهي وغيره.
تنوار = آلاپ - سر.
چوٽي چاڙهي.... تنوار = چنگ (ساز) جو سر تمام مٿي رکي پوءِ انهيءَ جي تند سان راڳ آلاپيندو رهيو.
آڳا = اصل عربي ۾ آقا. فارسي ۾ گاف، غين سان مٽجي ٿيو آغا. سنڌي ۾ غين، گاف سان مٽجي ٿيو آڳا يعني مالڪ.
ستار = (سعر = ڍڪڻ) ڍڪيندڙ.
ڏولي = محلات. پالڪي.
ڀاڳ = [ڀرت = قابل انسان] ڳڻن وارو. فقير.
سالڪ = خدا وارو فقير.
سانڍ = سگهڻ.
ڦيري... کي = سرندي يا ستار تي جڏهن ڪو سر وڄائي پوءِ سر ڪٽهو آهي تڏهن انهيءَ جون سندريون (ڪڙيون) هيٺ مٿي ڪري ٻي سر جو آلاپ پورو

ڀاربو آهي. انهيءَ ڪري چيو آهي "ڏاڻ ڦيرائڻ".

رب = پالڻ هار. هي خدا جو خاص صفاتي نالو آهي جو بندي تي رکي نٿو سگهجي.

ڏاور = (داد- ور) داد ڪندڙ. ڌڻي.

ٻرهه = عشق. ورهه - ويراڳ

ڏاڻ = طريقو. نمونو.

ڳنوارياءُ = آلاپياءُ. سراياءُ.

اوڏ = اولو - گوشائو. ڪوٽ جي پاسي ۾.

ڇارڻ = ڀمڀل جي ذات.

پڇئي رات = اڌ رات بعد. پوئين رات جا ڏڙيل ٿي رهي. ان وقت هڪ ته چپ چاپ هوندي آهي پيو ته ڀرين پهر ڪان وڏيڪ ڏڙيل ۽ ماٺيڻي هوندي آهي.

ڀان = هي پند مان بگڙيل توط نظر اچي ٿو جنهن جي معنيٰ آهي ڪيڏاري - هٿ فقير.

پوتار، پتار = (پير- تار) ان داتا - مالڪ.

نوٽ - ڪن جو قياس آهي ته اهو لفظ آهي (پيون - تار) پرڏوي تي تارينڌڙ تڳائيندڙ.

ٽنبو = اصل ٽنبڪ لفظ آهي جنهن ڪي سڪل



جن مان يڪتارا ۽ ستار جهڙا ساز ٺهندا آهن.

لاڳو = عيوضو - حق داري.

ڪشتو = ڪشڪول. فقيرن جي پڙط جو ٿنبو. هي دريائي ناريل مان ٺهندو آهي.

ڪاڻي ڪلهين - قبول ۾ = ڌڻيءَ جي نالي سر وڃي ڏي ته ڌڻي جي در قبول پوڻ.

ڪامل = ڪمايت ڪي پهتل - مهاتما.

سڏن = سوال - آواز.

سائل = سوال ڪندڙ.

مهمان = (مهه = وڏو، مان = وانگر) وڏي وانگر عزت وارو - دعوتي.

گيان = تلقين - ڌڻي جي راه جي سمجهه.

جاجڪ = راڳيندڙ فقير. [اصل لفظ جاچڪ آهي]

زودن سندي رڙ = زهن جي ساز [سرندي] جو آواز.

ٻڙ = ماٺ - چپ.

لکر = خبر.

گوش = ڪن.

ڏرليون موتين مهاري = موتين سان جڙيل ٻوڙن وارا مافا. پالڪيون.

پڪڙي = (پڪ) پڳڙي. چڪر. ڇڪ. سرڪ.
ماڻا = ڏوليون. پالڪيون.
موتين = موتين سان جڙيل.
جڙاءُ جواهري = جواهرن سان جڙيل.
چاشنيون = مصري جي چاش ۾ پڪل چانورن
جو زرد پلاءُ. هن کي زردو به ڪري
ڪوٺيندا آهن.
حلال = [حل = آسان] آسان ٿيل چيز- موڪل
مليل چيز- يعني جنهن جي واپرائڻ جي
اجازت هجي.
حرام = [حرم = منع] منع ٿيل چيز يعني جنهن جي
واپرائڻ جي منع هجي.
سهيل = (وات) ستي جهجها- گهڻا.
موري = ڪاٽي- ڪپي.
عطائي = جنهن کي هنر عطا ٿيل هجي- جنهن کي
قدرتي فن مليل هجي- فقير.
مهمير = [مهه = وڏو، مير = شاهه] شاهنشاهه- مهاراجا.

ڪافي



ڪسب = ڌنڌو- پيشو.
ڪسبن ڪٿي = ڌنڌا ڏوينڌي.

نوٽ- سرمست ٿو چوي ته تون هردم عشق جي درياءَ ۾ غرق رهه ۽ ان جي بدنامي ڪمان ڪمن بچ. باقي اهي ماڻهوءَ جهڙا عمل ۽ سڏيون ڪرڻ يا ڪشف ڪرامتون يا پنهنجي دانائي ڏيکارڻ سڀ ڪسب ۽ ڌنڌا ڏوڙا اٿئي. انهن سان ڌڻي جو ديدار نه ٿو ملي.

وٿون = وچ.
حجاب = پردو.
ورهين = [ورهه- فراق- عشق] ورهه ڪان.
خمار = [خمر = شراب] نشو.
سردار = [سر = متا، دار = ڏاهي] ڏاهي جي مٿان.

# خيال ڏهون

## (روڄهن سان رهاڻ)

---

سر پهاڙي

روڄهه = هڪ قسم جي گانءِ جي شڪل پهاڙي جانور آهي سندس رنگ گهڻو ڪري ميڙالو ڪارو ٿئي ٿو. ڪا ڪا روڄهه ڦڙا پٽي به ڏيندي آهي برسات جي پاڻيءَ تي سندس گذر آهي. اها سندس لڳ جي به موسوم آهي. رياست خيرپور جي اوڀر وارن پٽن ۽ پهاڙن ۾ روڄهه جهجهي ليکي ٿي - فقير صاحب به شايد انهيءَ طرف ڏاڍيرن سان يا پنهنجي سر خود سير سپاٽا ڪندي انهيءَ عجيب جانور کي ڏسي ان جي نسبت فيلسوفيانه ۽ فقيرانه خيال شعر ۾ ظاهر ڪيا آهن -

ضـــروري

- ... از طمع آزمائي سرمست کسان



سواءِ ساري سنڌ پاڪ هندستان جي ٻـــئي ڪهن شاعر ڪانه ڪئي آهي.

رهاڻ = ريجهه - ورونه.

پهاڙي = [پهاڙ- جبل] راڳڙي جو ناءُ، جا گهڻو ڪري پهاڙي ماڻهو ڳائيندا آهن.

[ڏسو صفحه ۱۴۲]

پلر = برسات جو پاڻي.

واحد = [هڪڙو] خدا.

وس = ۱. ميينهن جو وسڪارو ۲. وسنون سبزي وغيره آبادي جا ميينهن جي وسڻ بعد ضروري آهي.

لس = تکيون - هڪ ڪري - ساه پٽڻ ڏاران.

ريجائڻ = [رجڻ] ريج ڏيل زمين تي يعني جن زمينن کي ميينهن جي پاڻي چڱي طرح رجائي ڇڏيو هجي - کهميل - رسيل.

نوٽ - ميينهن جي ريج اچڻ بعد انهن زمينن ۾ قسمين قسمين گاه پيـــدا ٿين ٿا جي روجهـــن جي خوراڪ آهن.

باران = ميينهن

ترايون = [تر- ترو] ڀاڙن جي وچ هيٺايون زمينون جن ۾ مينهن جو پاڻي اچيو گڏ ٿي.
قدرتي تلاءُ.

ٿل = ٿڙ- جتان ماڻهو پاڻي ڀرين ۽ جانورا جي پاڻي پيئن.

گولاڙو = گاهه جو قسم. انهيءَ گاهه کي گولاڙ ۽ گولو بہ سڏيندا آهن.

ڪسن = پيچرن.

نوٽ - انهيءَ گولاڙي گاهه تي جهڪ' رات جو ماڪ (ماڪ) پيل هوندي آهي سا اهي روجهون گهٽي چاهه مان چٽيندڙيون آهن.

اسات، اوسٽ = پاڻي جي ڇڪ- پياس. سخت اُڃ.

ڏولا = (اصل لفظ دولا آهي) رولا- تڪليفون.

پيچ = ڏهُ- ليڪي- جام- جهجهو.

رڃ = گهٽو.

رعد = بادلن جي ڪڙڪڻ جو آواز.

نوٽ - رعد مينهن جي مٿان انتظام رکندڙ فرشتي ([illegible]) جو نالو آهي جنهن کي قزح بہ ڪري سڏيندا



آهن انهيءَ جو نشان آهي "قوس قزح" جنهن کي اندلٺ سڏيو آهي شايد هندي ۾ انهيءَ فرشتي [ديوتا] کي مينگهہ ڪونين ٿا.

ٿهي ڏنئون ٿات = ڏاهه ڪائي پکيون.

ٿهي = چڙڪي.

ڀهات = پاڻي سان ڀريل ڀاڙي ويرا.

هيانج = خوشي- سڪ.

رڃ = [رڇڻ] پاڻي سان رڇيل زمين.

پانڊ وڙين = پنڌ ڪندڙ.

پياڪرط = [پهڻ] پي ڏءُ ڪرط.

اوسر = امرن جي شڪار جو دڪ نمونو ٿيندو آهي. هو اوسر ڪٽط وقت شڪار گاهه کي چوگرد ماڻهن جو حلقو ڏياريندا آهن ۽ هڪ لنگهہ وٽ ڦاڻ بند وڻن سان لڪي ويهندا آهن. اُي ماڻهو چوڌاري وڏي شور ۽ لڙ مچائيندا آهن. انهن جي آواز تي شڪار گاهه جا جانور ٿهي ٿات ڏيندا آهن يعني چڙڪي وڃي هيٺ انهہ ڏو ڏانهہ ڀڄندا آهن. چوطرف ٿي هوندا اڏن ماڻهو، سو منهن ڪندا آهن انهيءَ خالي لنگهہ ڏانهہ، جتان لنگهيندي شڪاري جي

بعد وقت جو نشانو ڏيندا ويندا آهن.

اولو = خس جي ڪاٺي جي ڇتو ديواري، جا گهڻو ڪري شڪار گاهن ۾ اوناري جو امير ماڻهو هڻائيندا آهن. انهيءَ تي پاڻي ٻوڙ سان چئني طرفن کان هوا لڳڻ تي ٿڌي ايندي آهي. اهي ڪانڊيرن ۽ ڏابن جون به ٺاهي هڻندا آهن. اصل معنيٰ اوليءَ جي آهي اوٽ پناهه.

ريجڪ رسيلا = [رجڻ] ريجھ سان رسيل زمينون

سايو = پاڇو - جهڙ.

سهار = [سهڻ = ڍڪڻ] ڍڪيندڙ - خدا.

سارنگ لڏن سار = مينهن وسي پيا.

ڏاتر = [داتر] داتا - ڏيندڙ - رازق.

موالا = [جمع - موالي] مالڪ.

ڪنوڻين ڪئي ڪيڪار = ڪنوڻيون ڪنيون.

ٽيلن = وٽان - ٽڙن - ٿاڪن.

پهس = ويسلو - اوڇو.

وسي وس = مينهن وسڻ جا وسڪارا ڪري واهه جو وسڻ ڪري ويو.

ٿانڪيهيون = سوڙهيون - تنگ.

[illegible] = [illegible] واريون - هيٺايون.



تلهار = پاڻي جي ٻيٽ جا گهيرا.

اوراڻن = اوراڻن - پٽڪن - ٻار ڪيڻ.

لاهر = ٽڪر جون لاهيون.

تار = ڀرپور - تمتار.

ٿاڪ = جاءِ - جوءِ - آرام گاهه.

دس = ڏس - طرف - ديس.

اڪ = جبلن جا اڀا ۽ سنها پيچرا.

لوڇون = تڪليفون - ڏاڪڙا.

ڄرين = (ڄر = پاڻي) پاڻي خاطر.

ڏات = (دات) دان - فيض - بخشش.

ڏر = (ڏل) برپٽ - خشڪ مٿاهين زمين ٢ ڪير جي مٿان گهاٽي جميل چيز.

ڦٽيون = ڦٽيل - زخمي.

ڦوڙيون = [ڦوڙڻ = ڇوڙڻ] وڇڙيل - جدا ٿيل.

اولانگي اوسر = [اولانگڻ = لنگهي وڃڻ] اوسر جي لنگهي وڃڻ بعد.

پاندهه = پاسي ۾ - جهوليءَ ۾.

سر = خوش.

ڏولي = لنگهائي - گذاري - ڪاٽي.

ڏول = ڏولاوا - ڏکر.

آسروند = [آس = اميد] اميدوار.
راڏيون = سهڻيون. نازڪ.
ماڙيه = وطن. ديس.
اديس = ١. اداس. ٢. پرديس.
ريون = [ريءَ = مٽي] زميون.
پيهج = ڦتڻ. اصل سنسڪرت لفظ پيد آهي.
ڏو واري .... ڪلن تي = ڏِهُ ڪري هوريان
هوريان ڳاهن ۽ ڪلن تان ٻٽ تي موٽيون.
ڪٺ ڪري = [ڪٺو ٿيڻ] ميلاپ ڪري. گڏ جي.
ٻري آيون = هلي آيون - پنڌ ڪري آيون.
پٽي تي = پيڙهه جي جاءِ - ڦڙ، جتي جانورن جي
پاڻي پيڙهه جو خاص گهير ٿيندو آهي.
سٽيون، ساوڙيون = ڳاهن جا قسم.
چاڪ = چڱي ڀلي - خوش -

نوٽ - اهو اصل لفظ "چاق" آهي جو ترڪي
ٻولي جو لفظ آهي. قاف نڪري مان چاڪ جي معنيٰ
آهي "چڱو" تنهن ڪري اهو غلط العام صحيح ۾



* ڀل ٻڙي = خوش ٿي ڦري.
ڀل ٻوي = ڀلي ترڪهي ڦري.
ساوڻ = ساون ڳاهن.
زوهن = (روه = پٿر) ٽڪر.
ڏولايون = (دولا = ڌڪه) ڏولاون ۾ آيل. ڌاڪڙن
۾ پيل.
سکديس = سکه وارو وطن يعني سرسبز ملڪ.
هنيون لاهي .... چتاءِ = روجهن رڻن کي چٽ
۾ رکي (خيال ۾ ويهجائي) ڏاڍيون دلگير ٿي
روانيون ٿيون.
پاءِ = پاڙون - جهولون - هيٺيون -
واري .... وساءِ = وري مينهن وسائي وسون ڪر.
ڦٽيون = ڦٽيل - زخمي.
ڦٽيون = ڪپه جي پوکر (روجهن جي خاص خوراڪ آهن)
قسمت قيد الماءِ = داڻي پاڻي جي چڪ.

* فقير بخت علي، نانڪ يوسف جي ڳاديسر جي
ڪاغذن ۾ پيل لفظ لکيل آهي. جانور جڏهن ڪهن ٻڌي
جو ڳاهه کانو کائي چٽ ڪندا آهن تڏهن ان کي پيلڻ
[ پيل ] سڏبو آهن.

ولهن = اڪيلن - نڌڪن .

سانگه = واهڙ - وڏن واهن مان قدرتي طرح ڦٽي نڪتل ڦاٽ . اهي سانگه هٿراڌو کوٽيل ڪين آهن بلڪ وڏن واهن يا دَٻن مان ڦٽي لهوارا ٿي نڪرندا آهن - اهي رياست خيرپور جي اوڀر وارن پٽن ۾ گهڻا آهن ۽ جي ناري تعلقي ۾ اوڀرندي ناري مان نڪتل آهن .

سانگن مٿي سرڙا = انهن سانگن [واهڙن] جي مٿان جي سرن جا ٻوڙا هوندا آهن سي ٽيون چرن .

ٻيلي = جهنگل ۾ .

ٻوجهه = سمجهه .

## ڪافي

ائٽ = پاڻي جو نار .

ٻگا = اڇا .

گاڏي = ائٽ جو اهو ڍکو تختو جنهن تي ويهي ڏاند هڪليا آهن .

پاروٺي = جنهن تي ائٽ يا کوه جي چڪرواري



لٺ رکبي آهي جا ٻهرين اُڀي چڪرهيٺان پوربي آهي - چڪرواري مهرو انهيءَ تي بيٺل هوندو آهي .

چڪريون = ائٽ کي گول ٻه وڏيون چڪريون ٿينديون آهن جن کي "ڏـمر" سڏبو آهي اهي ٻئي کوه کان ٻاهر بيٺل آهن ۽ هڪ زمين ۾ اندر ٿوري ٿي ۽ ٻي اڀي مهري سان هوندي آهي ۽ جنهن تي گاڏي پيل آهي . انهن چڪرن تي کوه کڙي ٿو .

آر = (اڙا) چڪرين ۾ پيل پسرا جن جي زور تي چڪريون ڦرن ٿيون .

لٺ = هڪ ٿلهي گول ڪاٺي جا زمين واري چڪر ۽ ڍينگي ۾ گنڊيل ٿيندي آهي اها زمين تي پيل هوندي آهي .

للڪار = آواز .

ڦڙهيون = ڍينگي جا پرا جي ونگڙين ۾ جڙيل آهن .

ونگڙيون = ڍينگي جي مٿين گولائي واري ڪاٺي جنهن ۾ ڦڙهيون جڙيل آهن .

اوٻارا = اهي لٺ جي کوه واري پاسي ۾ اڀا پيل هوندا آهن جي ڍينگي جي ڦڙهين کي جهل آهن .

اڙيون = مالهه ۾ ڳتل ڪاٺيون.
ٻاٻه = مالهه کي جهل واري ڪاٺي جنهن کي
ڪاٺ ڪري ڪوٺيندا آهن.
جهلڻ = کوهه جي وڏي ڪاٺي جنهن تي ڏينگي واري
لٺ جي ٻچاڙي وڃي پوي ٿي. ٽيسر ۽ انهيءَ
تي رکيل هوندي آهي. کوهه ڏينگي جو
سمورو بار ان تي آهي.
ڇڇڪارڻ = جهونگارڻ - رينگٽ.
ڏڏڪار = آواز - لڙ.
ڏڏي = جنهن وقت ان جو سنگهه اڃا ٻند هوندو
آهي تهن وقت ان کي ڏڏو چوندا آهن.
چونڪ = جڏهن سنگهه ڇڻن ۾ ڪلندو آهي
۽ منجهانس هو ٿورو ظاهر ٿيندو آهي
تڏهن ان کي چونڪ چوندا آهن.

نسري = اُپري.
ڪيرو = ڪچوان. جنهن مان ڪير وهي.
پيهو = ڍڳهي منجهڻ جنهن تي هاري چڙهي گليل
سان پکي هڪليندو آهي.
ٽيسر = (ٽيسارو) جنهن مان کوهه جو پاڻي وهي
[illegible] آهي. اصل معنيٰ اٿس پولي



ڪاٺي. ٽيسر ۾ پاڻي پرچ مان ايندو آهي.
پرچ = کوهه جي مٿان ٿيندو آهي جنهن ۾ ٻيڙيل
لوٽيون اول پونديون آهن جتان پاڻي وهي
وڃي ٽيسر ۾ پوندو آهي.
ڪلتار = ڏاڍي - رازق.

نوٽ

انهيءَ ڪافي ۾ فقير صاحب ائمت هن انساني
وجود (سرير) کي ٻڌيو آهي ۽ انهيءَ جا جهڪي ڀاڱا
مثل ڳاڏي، ڀارونۍ - چڪريون وغيره ان ۾ آندا
اٿس سي مڙس جا عضوا ثابت ڪيا اٿس. مثلا هٿ
اکيون، نڪ ڏند، زبان، چپ، ٽنگون وغيره. انهن
عضون جي وري دم (سوانسن) جي ڪم سان هڪ
عجيب ڀرائي ۾ لازم ملزوم هٿ ڏيکاري چڪو آهي.

# خيال يارهون

## ( * عمر مارئي )

---

سر کنڀات

ڪنڀات = راڳڙي جو قسم. هندستان جي اولهه ۾ ڪنڀات جي نار تي ڪنڀات جو مشهور شهر آهي، جنهن جو نالو هن سر تي پيل آهي. تفصيل لاءِ ڏسو [صفحه ۱۵۳]

ڪماچ = ڪنڀات جي سر کي ڪماچ به ڪري سڏيندا آهن. ڪمانچ هڪ رباب جهڙو روهن سان جڙيل ساز به ٿيندو آهي.

مارو = [مرو = خشڪ زمين = ٿر] ٿري ماڻهو، هتي معنيٰ اٿس مائٽ.

ڀنوار = [ڀو = ٻڪر] ٻڪرار. مالدار. مارو. نوٽ - ٻڪري جي ٻوڪڙن کي به "ڀاءُ" چوندا آهن.

وس = آبادي. وسون. بارش تي وسايل ملڪ.

---

* عمر مارئي جو واقعو ۱۳۵۵ کان ۱۳۹۰ جي وچ ۾ عمر سومري جي حڪومت ۾ ٿيو آهي.



واهڻين = [واهڻ = ڳوٺ] ڳوٺاڻا. ٿري.

ملير = ٿر ۾ ڳوٺ آهي جتي مارئي رهندي هئي. هي عمرڪوٽ کان اٽڪل ۹۰ ميل ڪن پري آهي. ملير ٿر ملڪ جي وچولي واري واريءَ پاڳي ۾ آهي جنهن کي ڏت ڪري سڏيندا آهن.

پانور = [پاڻر] ٿر جي ڏاکڻي پاڳي کي پانر ڪري سڏيندا آهن.

ڪانر = ٿر جي اتر واري پاڳي کي ڪوٺيندا آهن.

پالڻي = مارئي جي پيءُ [پڻسا] جو نالو. هي هڪ ٻڪرار ماڻهو هو. ملير ۾ رهندو هو.

ماڏوئي = مارئي جي ماءُ. ماڏوئي اصل عمرڪوٽ جي هوئي. عمر سومري جي دائي هوئي. هن کي پالڻي ڀنوار عمرڪوٽ کان پرڻائي آيو هو. اهوئي سبب آهي جو عمر کي مارئي جو ڪير پائي ڪونئو وڃي ٿو. جڏهن کهڻي ڪشاڪش بعد عمر کي اها پڪ پئي ۽ يقين ٿيس ته هن مارئي تي رئو وجهي پيڻ ڪري ملير موٽايو اٿس.

ڦوڳ = مارئي جو عاشق. هي مارئي جي ڏيءُ

پالطي پهنوار سان ڳڻ ڪيتي ڪندو هو. پر
جڏهن مارئي جو سڳر نه ملس تڏهن نراس
ٿي وڃي عمر کي چوريائين ۽ مارئي کي
کوٽ تان زوري کڻائين.

ترپچا = ترو ارا. وڇهن جوڙين وارا. ڏيسي
ويڙهيچا.

اڪنب = سڪ.

سنگهار = (سنگهه = ڏڻ) ڏنار. سانگي ماڻهو.

آجڙي = (آجڙ = ڌڪر) ڌڪرار. پهنوار. ڌاڳيا.

ويڙهيچا = ويڙهي وارا. ڀاڙي وارا. ڏريچا. مارو.

سور = [سول = سڙ] ڏکر. تڪليف.

نوٽ - سولي لفظ به سول مان نڪتل آهي جو
ان ۾ ڏنڊ سوئا ۽ سيخون تعبيل هونديون هيون. سولي
جي سزا ايران ۽ عراق طرف ڏي پيدا هوا (جهڙيءَ مصور
۾ ڀهن کي) .. ڪري هي لفظ فارسي آهي.

تيلهان = تهن ڪري.

سانگ = (اصل لفظ سوانگ آهي) حيلو. ڍول
سبب - سانگو.

... ڪ ... جي سانگي



اهي سانگي ماڻهو ملير جا، مليـر چڏي
نڪري ويا آهن.

لاکيڻي = ١. لک لهندڙ ٢. ڳاڙهي رنگ واري
(لاکه = ڳاڙهي جوءِ جهن ۾ ڪپڙا رنگبا آهن)

خابرو = خبر ڪندڙ.

پانڌڻي = پنڌ ڪندڙ - قاصد.

پن = پناه. پت - شرم.

هيجون = هيج مان - خوشي مان:

هن ٿر = [ٿل = زمين] هن زميـن - هن ملڪ.
[ٿر جا ٣ پڳا آهن. ١. پارکر ٢. سائر ٣. ڍٽ].

جر = [جـل] پاڻي -

اين اتياؤن .... ڏاه ڪو = اين چياؤن تـه
هاڻي هن طرف اسان کي عمـر جو ڪو
خوف خطرو ڪونهي. چاڪاڻ ته مارئي جي
بند ڪرڻ بعد هي غريب ٿري ماڻهو ڪاڻونس
ڏاڍو ڏرندا رهندا هوا.

ڍٽ = ٿر ملڪ جو وچولـو واريـا سو ڀاڱو.
[ملير ۽ عمرڪوٽ ڍٽ ۾ اچي وڃن ٿا]

سومرا = اهو لفظ اصل سامره آهي. سامـره
عراق جي طرف هڪ ملڪ آهي. جتان

سومرن جو بنياد نڪري ٿو. اهو لفظ پوءِ سامره مان بگڙي سومرا ٿي پيو. سومرن سنڌ تي ٣٠٠ ورهه حڪومت ڪئي آهي. عمر بہ انهن سومرن جي بنياد مان هو. هن ١٣٥٥ کان ١٣٩٠ تائين راڄ ڪيو. سنڌس گادي جو هنڌ عمرڪوٽ هو. سومرن جي ذات سنڌ ۾ اڃا جهجهي آهي. سنڌ جي حڪومت هٿان وڃائڻ بعد انهيءَ قوم رنگريزيءَ جو ڌنڌو ڪم اختيار ڪيو، جنهن ڪري اڄ ڪلهہ سومري جي معنيٰ ڪئي جاتي وڃي ٿي. جهڙي طرح مغلن جي بادشاهي ۾ انقلاب اچڻ بعد پاڻ کي پوءِ کان مخفي رکڻ واسطي گهڻن مغلن دارونگري جو ڪم اختيار ڪري پاڻ کي دارونگر ڪري ڪوٺيو. اهو دارونگري جو ڪم مغل گهڻو ڪري پنهنجي خاندان کان سواءِ ٻين کي ڪونہ سيکاريندا هوا جو بادشاهي وڃائڻ بعد بہ ڪين ڪم ۾ آيو.

معذور = [عذر] عذر واري - مسڪين - نڌر - لاچار.

حيہ = [ڳُڙهڻ = اورڻ] اوريہ.



وسعو = (جهڙ = اڇڙڻ) هٽ جماعت - ٽولي.

عمر ابائون = اباڻڪي حياتي. عمر اباڻڪي.

وڇٽ = وڇوٽي - وڇوڙو.

اوڏڙا = (اوڏو = ويجهو) ويجهڙا.

ڏوڻي = (ڏُٽ = سادو، ڪاڏو) ڏٽ تي گذاريندڙ ماروماڻهو - ٿريچا.

ٿوڪ = طرحين طرحين ڪاڄ - سامان - چيزون

ساڳ = اصلوڪي پراڪرت واري سنڌي ۾ "شاڪ" لفظ آهي جنهن مان بگڙي ساڳ ٿيو آهي.

ڦڙه = پٽن تي مرٽ جو پوتو ٿيندو آهي. ڦڙه ان جو ڦر آهي جو سرنهن جي داڻن وانگر ٿيندو آهي.

ٿانهر = ٿانيڪا - آرامي -

لوه = وطن - ملڪ - جوءِ - لوڪ.

آڄڙي = (آهڙو = ٻڪر) ٻڪرار - مالدار

مونهون = مون کان.

ساڻيهہ = وطن - ديس.

وس = وس کان - طاقت آهر - جيترو ٿي سگهي
٢. وسڻ - آبادي.

سرها = خوشبودار

هيڪند = ميلاپ جا.
ڀون = (ڀو = ڀڪري) ڀڪريون.
آنهه = آڏر. پاڻي جو تڙ.
جهانگي = جهنگ جا رهاڪو. مارو. ٿري ماڻهو.
آريون = (آر- ڏوهه- ماڻو) ناز. ماڻا.
حوضين = (حوض= تلاءُ) تلائن تي- آڏرن تي.
ڪليون = (ڪل' پکالون.
پرڏيءَ = ٻي جاءِ- پرديس- پرڏيهه.
ريجاڻن = [ريجھ] ريج ٿيل زمين- سرسبز ملڪ.
پاڻي سان رسيل آباد ٿيل.
ٿر = [ٿل] خشڪ زمين- مٿاڏين زمين ٢- ڪير
جي مٿان جميل چيز کي بہ ٿر چوندا آهن.
عتاب = ڏوراپو.
فراق = (فرق = وڇوڙو) وڇوڙو- جدائي.
ڪيچ هنئين ڳري پيا = دل جا ٽڪر ڳري پيا.
ڪاڏون = ڪهڙن وقت.
مٿان = گذريل زمانو، روحن وارو وقت.
هت = هلندڙ وقت، هي سنسار.
جڏهن .... واڏاءُ = مونکي جمندي زهر نٿي
ڏناڏ,, جو اڄ مهڙن ڏکن کان ڇٽي



پوان ها.
نرجائي = [نر = نہ، لجائي = شرمائي] بي حيائي.
ياجائي = [ياءَ- لجائي = لجا = شرم] ياءَ جو
شرم يعني ننگ- وني.
سبيل = راهہ- واٽ- جهجهو.
ڀهي = قاصد- پانڌي.
جهل = پر- وٽ- ڪنارو- اوٽ.
وجهلان = واجهايان.
ڪر = ڪل- خبر.
ڳرٺ = ويچار- ڳالهہ.
ڪهن ... وسري = ڪا تہ ڳالهہ آهي جو مان
اباڻن کان وسري وئي آهيان- مارئي
هتي پنهنجن اباڻن تي بہ عتاب ٿي آڻي.
جي اهي بہ ڏوهي آهن يا شايد اُهي پنهنجو
ديس ڇڏي ڪنهن سانگي پرديس هليا ويا
آهن يا تہ عمر جو خوف اٿن. نہ تہ منهنجا
اباڻا اهڙا ڪين آهن جو مونکي وساري
ويهي رهن.

نوٽ- ٻهن شاعرن گهڻو ڪري مارئي جي طرفان

مارن کي وساري ويهڻ جا عتاب ۽ ڏوراها ڏنا آهن ۽ سچل سرمست انهيءَ جي ابتڙ مارن جو اهو مرڪ ڪونه ڏيکاريو آهي ڇاڪاڻ ته جهڙي ڀيڪن سان اُڏي پريت سا ڪين ٿي اباڻن تي عتاب ڏي.
هت هي اشارو ڏٺي طرف آهي.

آسرولد = آس واري. اميدوار.
کيتن = ١. ڪيت سان - ٢. پوکر.
[ڪهڪ ٻارڙي جي ٻڙس جو نالو هو.]
سانگر = [اصل لفظ سنگر آهي] سهنگ. سانگو. آسرو
سانگه جهن کي سنسڪرت ۾ سوانگه سڏين
ٿا ان جي معنيٰ آهي - ڏول - سبب.
جڏ = جڏهن.
سانگين .... تهنجو = اي عمر مهنجن مارن کي
اچا تاءِ تهنجو خوف آهي.
جيڪس = شايد.
جه = جڏهن.
ريگستانن = [ريگ = واري] واريءَ ملڪ جا ماڻهو.
نوٽ - شايد انهن ڏڌڇن جي ڀيڄي ڪين هوس.
پاهت = همدردي - همدردي سان پيش ڪيل
چيز. جهڙي طرح شاهه مراد تي ويچها
... ... اگيا، همدردي جي خيال



سان رپيس رکندا آهن. انهيءَ کي پاهت
سڏبو آهي.
لاڏو = ننڍي لٺي جي پوتي وانگر ٿيندو آهي.
قد ۾ ٻڙس جيڏو ٿئي ٿو هو ويهڻ پنجويهن
فوٽن ۾ چڪوڪرد ڇتو هٺي ٿو. هن کي ساڙي
منجهانس ڪار ڏاهيندا آهن هن کي لاوط
۽ لاڏي بہ سڏيندا آهن.
مارن... ڪيو = شايد مارو مونکي مثل سمجهي ويٺا.
اوڏائتا = [اوڏو = ويجهو] ويجهڙا.
آجڙي = [آجڙ = ٻڪر] ٻڪرار - مالدار.
قورما = ٻڳل ڳوشت جو قسم. جو پلاءَ سان بہ
کڏبو آهي.
مڇر = [منڇر] ڪنڌئي جون سگريون.
پر جهڙ اهو جهاپو = پر مونکان لسي ۽ ڏڌ ڪونہ
وسريو آهي.
ڇڻ = [ڇڻڻ] ڇڻي - ڇڳل.
ڇڻ = آڇاپو - ڪڇي ڇت
ٿهاران = [ٿهہ = ٿڪر] ليڙون - ٿڪر ٿڪر
ڳڙهينديا س = اوريندس
هت سورن .... ڏکويو = مونکي هت سور ساه ڪٽڻ

نتا ڏين هوڏانهن وري ڏوٽن جا ڏوراپا ؟
اچر تہ اتي عيشن ۽ آرامن ۾ رهي تو
اسان کي وساري ڇڏيو.

نوٽ - روحن ۽ رب جي وچ ۾ جو "الست بربڪم قالو بلي" وارو واعدو ٿيل آهي، هي انهيءَ طرف اشارو ڏنل آهي. (ڏسو صفحو    ) هي روح جڏهن هيٺ انسان جي سرير ۾ اچي سنسار جي سير سپاٽي ۾ محو رهي پنهنجي رب کي وساري ٿو ڇڏي تڏهن ڌڻي جي طرفان کيس اهو ڏوراهو ٿو اچي جيئن ماروئڙي کي مارن جي طرفان.

لاسي ۽ لاڙن ... جون = لاسي ۽ لاڙن جي ڪاهن ۾ چانگين جون جهو پيون هيون.
پيهون = ١. لانڍيون ٢. ڏٿ جو قسم.
ستي = ستيل - پڙيل. هڪ ٻي مٿان رکيل.
ٻڙو ٻوڙائي = شرم لاهي - شان کي ٽڪو ڏئي.
پڪا، ڏئنرا = ڪرڙ جو ڳاڙهو ڦل جو ڇدي جيڏو ڪول ٿئي ٿو. ڪچن کي ڏئنرا چوندا آهن.
پيرون = ڪرڙ جو ڦل.
حمير = (ڏسو مومل راڻو)



ٿورياٽي = [پالشاهي] ڪمذات - ليچ.

نوٽ - ٿوري آهي پاليشاهي آهن جي مئل جانور جو گوشت کائيندا آهن انهن ۾ هڪ ذات پڻ آهي

ڪٽين = وقت.
جماندر = جمار - عمر - حياتي.
وار = ذرو.
نت نت = هر هر.
مدعائون = مطلب.
قيدالماءِ = داڻي پاڻي جي بندش - يعني جتي داڻو پاڻي لکيل آهي اوڏانهن قسمت ڪٺي وڃي ٿي.
قيدالماءِ اشد من قيد الحديد = داڻي پاڻي [قسمت] جو قيد لوهن قيد کان وڌيڪ آهي.
ڳاڏيليون = پيچرو - چارو - مال جو ڪس.
قيل قال = گفتگو - ڳالهه ٻول.
قيل = چيو ويو [هي عربي ۾ ماضي مجهول جو صيغو آهي]
قال = هن چيو [هي عربي ۾ ماضي معروف جو صيغو آهي]
پهي = قاصد - خبر آڻيندڙ.

ڳوٺ ڳهي = ڳوٺ کان هڪلي آيل. ڳوٺ جو ماڻهو [ڳهي ويو = هڪلي ويو]

جهجهو .... ڏهي = روزمره مهنجن مارن کي ڏٿ [ڪا ٻيرون وغيره سادا کاڌا] ۽ ڏڌ ڏهيون کهڻا ٿيا.

وڏئي مهل = صبح جو ساجهري - پرڀات جو.

مهي = ڳهاٽو ڏڌ، جهن مان مکڻ نڪتل نه هجي.

ڪوڏ = خوشي مان (ڪوڏڻ = خوشي ڪرڻ خوشي مان نچڻ ٽپڻ)

اولاڪ = تڪليفون - انتظار.

ڪيهج = روشنايون. خوشيون

کنوڻن ڪيا ڪيهج = کنوڻيون کنويون.

نرتون = (نرتي = خوشي) خوشي مان ٢. نرت = اڪر

مانگاڻو = هي هڪ ٿري ٻوٽو آهي جو ڏڌ ۾ گرائڻ جيڏو ٿئي ٿو. منجهس جيڪي داڻا ٿين ٿا سي ٿري ماڻهو پنهنجي ماني پچائي کائيندا آهن يا ڀت رڌي کائيندا آهن.

چانگن سان .... چيهج = مهنجا مارو ڏاچين کي ٻاهر چاري ڪيڏي ٻوءِ پٽن جي پر بيٺا نـاچ ۽ خوشيون ڪن.



چيهج = ناچ - خوشيون.

چانگر = ڏاچي.

ڇيهج = خوشي.

پنٺي = [پڌڻ = ٻسڻ] ٻسيل.

پيهج = [پيهڻ] آلو ٿيڻ.

پنٺي پيهج = مينهن وسندي.

پڇي رات = ڏيڍل رات جا ڏهاڙات بعد ليکبي آهي.

کنيهون = مينهن بعد هڪ سفيد قسم جون نرم ايٺيون زمين مان ڦٽي نڪرنديون آهن جي پاجي وانگر پچائي کائيبيون آهن اهو کاڄ بہ ڏٿ ۾ داخل آهي.

ماکڻ = هڪ نرم گاهه جو قسم.

کيت = مارئي جو ملڪ.

جهجهان = [جهجهان] گهڻا.

تنوارن = آواز ڪن.

سالو = سنهو ريشمي ڪپڙو.

چاين وارو = ٽيا ڻن وارو - اولاهه وارو

ڪافي

اجهوار = ٻڪرار - مارو. [اجهڙ = ٻڪر]

موهين = مون تي.

جهالاز = ڇپر - جهلا - سايا.

گوندر = غم.

گوش = ڪن.

گنگا = هندستان ۾ هڪ ندي آهي جا هماليہ جبل مان نڪري بنگالي جي اپسمنڊ ۾ پوي ٿي. هندن جي شاسترن موجب اها ندي ڏاتي طرح شومهراج جي جٽائن مان نڪتل آهي تهن ڪري گنگا جل کي هو مذهبي رنگ ۾ پوتر ڪري ڄاڻندا آهن. جنهن جو شنان ڪين پاپن [illegible]ن پاڪ ڪري ٿو.

نوٽ- هت اهو اشارو هن دم جي لهر طرف ڏنل آهي جا انسان جي وجود ۾ اچي وڃي ٿي جنهن جي آمدرفت پڻ هن وجود کي پاڪ ۽ صاف رکي ٿي. جمنا ندي جا پڻ گنگا ندي سان ٻڌ آهي. ان جي پاڪائي ۾ به هندن جو ساڳيو وشواس ۽ يقين آهي. جنهن گنگا جمنا الهآباد جي دواب زت ملي هڪ ٿي هلن ٿيون اهڙي طرح نڪ جون ٻئي ناسون مٿي ملي هڪ ٿي دلن ٿيون جن مان دم اچي وڃي ٿو جنهن لي سچل سرمست ٿو چوي ٿو.

"بندرابن ۾ ٻنڪ هري
رمز سچل ڏي الف اوڙڙي
گنگا جمنا وچ سنان
نانڪ لڇمڻ مرا نسامر"

# خيال ٻارهون

## (سر جوڳ)

---

### جوڳن جو جسار

جوڳ = راڳڻي جو قسم. (ڏسو صفحه ١٧٨) اصل لفظ يوڪ آهي (يوگه = لائق) ٢. اتفاق ٣. اتحاد ٤. ميلاپ.

ڪن ڪٽ = ڪن ڦاڙ فقير.

ڪاپڙي = هي هڪ ڪپڙو پوش سيلاني فقيرن جو بيکه آهي جن کي هڪ ڳچي سوٽي هٿ ۾ هميشه رهندي آهي.

مشر = مشهور مان ٿيل مشر ٿيو آهي.

آڏوڌي = [اديوت = ڏرگي کان ٻاهر] هندو فقيرن جو بيکه آهي. هي هميشه جهلن جي غارن ۽ غفائن ۾ رهندا آهن. هي ننگا رهندا آهن.

جوڳي = [اصل يوگيه لفظ آهي] لائق ٢. فقيرن جو هڪ مشهور بيکه آهي.

تي به رکجي ته ڏاڍا امي ۾ قائم بيٺو هجي (جهن کي قائم النار چون ٿا) ته اهو اڪسير آهي يعني جهن ڌاتو تي وجهبو ته ان کي ان جي خاصيت موافق يا سون ڪندو يا چاندي.

سهاڳو = انهن ڌاتن کي رجائڻ جي ڪم ايندو آهي سونارا به گهڻو ڪمائيندا آهن.

مرداڻ، به انهي ڪم جي چيز چون ٿا.

واللہ عالم بصواب

(ڏٺيءَ کي سچي سڌ)

لات منات = هي ٻه وڏا بت هوا جي محمود غزنوي سومنات جي مندر ۾ وجهي پڳا هواه

لات = آواز - آلاپ.

مرجات = رواج - رسمون.

پرجات = سڌ سماءُ.

پوجاري پربندر جا.... وغيره - اهي ساري بيت جي معني تواريخي نظر تي اچي. چوڻ ۾ اچي ٿو ته سومنات مندر ۾ جيڪي لات منات ٻه وڏا بت هوا سي مندر جي ڏهه ڪهن ٻه آڏار، اچي ۾ جهل ڏاڍان بيٺل هواه



جڏهن محمود غزنوي مندر هٿ ڪيو تڏهن اتان جي ڏکڙي پوجاري کيس سڌ ڏني ته هن مندر جي بتن واري ڪوٺي جي چئني پٺين ۾ چار چقمق جا وڏا پهڻ پوريل آهن. اهڙي طرح انهن جي هيٺيان مٿان چٽ ۾ ڏرتي ۾ به آهن. انهن چقمق پٿرن جي ڪشش سبب اهي بت ظاهر ۾ بي جهل بيٺا آهن ۽ انهن ۾ امل ماڻڪ ۽ اڻيڪ جواهر اٿي. محمود ٽڪر ڪٽلي جي ديوارن جي ڪرائڻ جو حڪم ڏنو. ديوارن جو ڪرڻ ۽ بتن جو زمين تي ڦڪو ڪرڻ. بت پڃي پيا. جن مان سڀ پيچ جهجها جواهرات محمود کي هٿ لڳا. هتي فقير صاحب هن پهنجي سرير جي اهڙي مندر سان پيٽ ڏيندي ٿو چوي ته تون به اهي چارئي عناصر ٽوڙ ته ٿهنجو ٻوٿو به ٿاڻي ۽ منجهانس اڪل مال خزانا ظاهر ٿين يعني دلبر جو درشن ملئي.

رام = ۱- ڏٺي.

رام = ۲- نالو ماڻهو جو، جو راجا دسرت جو

پٽ هو جنهن کي رامچندر سڏين ٿا.

رام = سٺ فرمانبردار.

راوڻ = هڪ مهابلي پنڊت هو. هو ڏکڻ ۾ سلون جو راجا هو. هن کي ڏهه سڱ يسون (طاقتون) هٿ ۾ هيون جن کي راوڻ جون ڏهه سسيون ڪري چوندا آهن. هو برهمڻ هو. رامچندر جي بنواس جي وقت سندس استري سيتا کي ڏوڪو ڏئي ڪڍي ويو هو. جنهن کي هنومان جي مدد سان سري رامچندر ماري سيتا هٿ ڪئي.

ڪرشن = (ڪرسنا = ڪارو رنگ) شام رنگ سندسعان جو مشهور هڪ عاشق مزاج اوتار. عربي ۾ ڪرسنا ڪاري رنگ کي چوندا آهن. متر، جي ڪاري رنگ جا ٿين ٿا تن کي به ڪرسنا ڪري ڪوٺيندا آهن.

ڪنس = عربي ۾ ڪنش ڪيني ۽ بغض رکندڙ کي چوندا آهن. ڪنس به هڪ بغضي راجا هو. جنهن جو سري ڪرشن مهراج سان سخت وير ۽ بغض هو. آخر هو مٿو به ڪرشن مهراج هٿان آهي.

پرلاڌ = هي به هڪ خدا جو پيارو ڀڳت ٿي گذريو



آهي. جنهن جي برڪت سان هرناڪشپ هڪ سرڪش راجا ناس ٿيو آهي.

وير اوير = نيڪي بدي.

رام رحيم ... وغيره = انهيءَ بيت ۾ سچل فقير هڪ عجب رنگ ڪڍي رچيو آهي. دنيا جي نيڪي بدي هڪ ڪري ثابت ڪئي اٿس ۽ اهڙن سمجهن سان جو ڪو به هيڪڙائيءَ جو مڃيندڙ انڪار ڪري نٿو سگهي. هو صاف ٿو چوي ته جيڪڏهن خدا هڪڙو آهي ته پوءِ رامچندر ۽ راوڻ ۾ جدا جدا خدا هيو ڇا. اهڙي صورت ۾ ڪرشن تڏهن وري ڪنس کان ڇو ٿي ويرو رتو. ڪنس ۾ به ساڳيو خدا هيو جيڪو ڪرشن ۾ هو ۽ ساڳي طرح پرلاد ۽ هرناڪش، جو مثال ڏنو اٿس. فقير صاحب جو چوڻ آهي ته اهو وير ۽ ڪروڌ وغيره سڀ هن صفات يعني ان مٽي ڪوش ( Matter ) سان لاڳو آهي. ذاتي خيال موجب سڀ هڪ آهي جهڙي نيڪي تهڙي بدي - جهڙي لعنت تهڙي رحمت ۽ پر فنا ۽ بقا واري منزل تي ته انهن جو به نالو نيشان ڪونهي.

## ڪافي

ماڙي = هت آسان جي وجود طرف اشارو آهي- جوتي (جعي دسوئن دوارياخفا جو آسعان مجهو ويو آهي).

جعن = ڪوش.

جتن جو = جتن جي ذات جو- اوتن جو.

صورتن = صورت ۾- انسان جي شڪل ۾.

قريبن = (قرب = ويجهڙائي) ويجهن- پيارن.

نوٽ- "خلق الله آدم علي صورته"

پيدا ڪيو مان آدم کي پهنجي صورت جي.

انهن خمارن = (خم = شراب) نيه جي نشن.

ولر = ميڙ.

وڙڪن = تنوارين- آواز ڪن.

ڦٽي ٿيڻ سي ڦارون = ڦار ڦار ٿي ويون- وڇڙي ويون.

اندوه = ڏک.

ساروئي سر آهي = سارو انسان ڏٺي جو ڳجهه آهي.

"الانسان سري انا سره"

انسان منهجو ڳجهه آهي مان انسان جو ڳجهه آهيان.



موج درياء حباب ڪڙا ڪيا = جڏهن هيڪڙائي واري درياء ۾ جنهن کي بحر يا مطلق هستي تو سڏ جي پاڻ کي پڌري ڪرڻ لاءِ جنبش پيدا ٿي تڏهن انهي مان هي مايا (ڪثرت) پيدا ٿي. جا پاڻي جي ڦوٽي مثل آهي. جيئن ڦوٽو پيدا به پاڻي مان ٿو ٿئي وري گم به انهي ۾ ٿو ٿئي وڃي. تيئن هي خلق به انهي هيڪڙائي جي درياء مان پيدا ٿئي ٿي ۽ فنا به انهي ۾ ٿئي ٿي.

پهنجي پاڻ پسڻ جي ڪارڻ = پاڻ کي ڏسڻ لاءِ ڏاه اکين ٿو ڏاهي = لکين قسمن جي خلق ٿو پيدا ڪري. خلق هڪ آئينو آهي. مثلاً هڪ انسان ٻي انسان کي ڏسي ٿو، ته اهو ڏسندڙ پنهنجي طرفان ڪان آهو سا ڳيو "خدا" آهي ۽ هي انساني وجود رڳو آهي ڏچ ارسي. چاڪاڻ ته جڏهن انسان مري ٿو وڃي تڏهن سندس جملي عضوا موجود آهن مگر رڳو انهي دم (خدا) جي غير حاضري سبب نه هو پڙهي سگهي ٿو نه ڏسي سگهي ٿو ۽ نه ڳالهائي ٿو سگهي تڏهن چئبو ته اهو پڙهندڙ

ڏسندڙ، ڳالهائيندڙ وغيره اهو آدم جو دم
هو جنهن کي صوفي "خدا" تصور ڪن ٿا.
انهيءَ کي نه رنگ آهي نه روپ، مگر جڏهن
فڪر سان ظاهر ٿئي ٿو تڏهن نوراني نور آهي.

"الله نور السماوات والارض"
(الله آڪاس ۽ زمين جو نور آهي)

وحدت = (واحد = هڪڙو) هيڪڙائي [ذات ۾]
احديت = [احد = هڪڙو] هيڪڙائي [صفات ۾]
ڪامل = پهچل - پورن.
سالڪ = سمجهه وارا فقير.
سرمد = هڪ زبردست صوفي ٿي گذريو آهي جو اورنگزيب جي وقت ۾ شهيد ڪيو ويو آهي. سندس تربت دهلي ۾ آهي.
منصور = هي مشهور صوفي ايران جي بيضا گوٺ ۾ ڄائو هو هندستان ۽ چين جو به سفر ڪيو اٿس. هن انا الحق [مان خدا] جو نعرو هنيو تهن ڪري ملن سوليءَ تي چاڙهيس.
شيخ عطار = نيشاپور ۾ هي صوفي پيدا ٿيو هو. ظاهر باطن علم ۾ لاثاني مڃيو ويو آهي سچل سرمست جو روحاني مرشد هو.



ڏڪريا = هي هڪ اوتار ٿي گذريو آهي جنهن کي مخالفن مٿي ۾ ڪرت وجهي چيلهه تائين چيرائي ٻه اڌ ڪيو هو.
ڪرت = [اصل لفظ ڪروت] ڪاراتي.
يوسف = حضرت ايوب پيغمبر جو پٽ هو. هو پاڻ به پيغمبر ليکيو ويو. حسن ۾ لاثاني هو. ڀائرن کيس دشمني ڪري کوهه ۾ اڇلائي ڇڏيو هو ڇاڪاڻ ته هو پيءُ کي سڀني کان پيارو هو. اتان هڪ سوداگر ڪڍي مصر جي بازار ۾ ڳاهو ڪري وڪيس. بي بي زليخا جا پڻ نهايت حسين ۽ مصر جي هڪ دولتمند عورت هوئي سا سندس حسن ڏسي مٿس ڇڪجي پئي ۽ کيس ڇڳن ٽڪن ۾ خريد ڪري پاڻ وٽ رکيو. سندن محبت انهيءَ وقت جي مذهبي قانون موجب هلندي رهي. يوسف زليخا جو قصو فارسي اردو- پنجابي ۽ سنڌي ۾ پڻ گهڻو چيل آهي.
شمس = پورو نالو اٿس شمس الحق هو ايران جي تبريز شهر جو رهاڪو هو. تهن ڪري کيس شمس تبريزي ڪري سڏيندا آهن. ملتان

شهر ۾ آيل آهي. ملن سندس ڪُل لهرائي هوئي جو هن پاڻ کي خدا تي سڏيو.

جهليو ڪفر صنعان وڃائي = اهو الله تون هوئين جو صنعان فقير جي ڳچيءَ ۾ ڪفر جو جهليو (ڏاڳو) وڌو هيئي.

جهليو ڪفر = لعنت جو طوق (هار) — خلق جي جٽ ڦٽ.

صنعان = صنعان پنهنجي وقت جو هڪ وڏو درويش ٿي گذريو آهي شيخ عطار جو مرشد هيو. هو هڪ ڳبر جي ڌيءَ تي اوچتو عاشق ٿي پيو هو جنهن جا هو سوئر چاريندو وتندو هو. آخر سندس چيلو شيخ عطار پنهنجي آتمڪ ٻل جي زور تي پنهنجي گروءَ کي اتان آزاد ڪري ڪڍي ويو آهي. اهڙي ٻل کي فقير "خلم روحي" سڏيندا آهن. اهو طريقو عاليٰ درجي جي فقيرن کي معلوم آهي جي روح [آتما] بدلائي سگهندا.

ٻلي شاهه = انهي جي طرف جو هڪ نهايت درويش درويش ٿي گذريو آهي سندس پٺا سخت ملان هو جن ڪيس طرحين طرحين تڪليفون



ڏنيون آهن. آخر ملن هٿان ماريو ويو آهي.

ذبح ڪرڻ = ڪهڻ - قتل ڪرڻ.

بلاول = شاهه بلاول به خدائي دم هڻيو هو جنهن تي ملن ڪيس ڳهاڻي ۾ وجهي پيڙايو هيو. چون ٿا ته پيڙجڻ وقت سندس هڏين جي آواز مان به انا الحق (مان خدا) جو آواز ٿي نڪتو.

شاهه عنايت = ڪلهوڙن جي واري ۾ هي سرويچ عاشق سنڌ جي جهوڪ شهر ۾ ٿي گذريو آهي اهو مغلن جي بادشاهت جو زمانو هو سندس شهادت جي هڪ عجيب ڪهاڻي آهي جا ممڪن آهي ته حق جي وات ويندڙن ريءِ ٻيا مشڪل وسهن. چون ٿا ته شاهه عنايت جڏهن عارفي ۾ چوٽ ڪيو تڏهن اچي خيال ٿيس ته هيئنر عشق جو مارڳ به ته ماڻي ڏسان. سو عمل (سڏيءَ) جي زور تي هن مغلن جي گهراڻي مان هڪ مهرالنسا چوڪر کي پاڻ وٽ حاضر ڪري مٿس نيڻن جو نظارو ڪرڻ لڳو. هميشه رات جي غير حاضري مهرالنسا

جي مائٽن کي تشويش ۽ الجهن ۾ وڌو، آخرڪار هڪ لڳا چوڪري ڪان سموري حقيقت پڇائون چوڪري سموري حقيقت سڻاين. تهن تي مغل شاهه ڪاوڙمان ڪلهوڙن کي لکي موڪليو ته شاهه عنايت جو سر ڪٽي ڏهلي موڪلي ڏيو. مغلن جي ڏاني ڪلهوڙن يڪدم حڪم جي تعميل ڪئي. چون ٿا ته جڏهن شاهه عنايت جو سر ڏهليءَ پهتو تڏهن مهرالنسا ڪهن محل جي دريءَ مان درويش دلبر درويش، جي درشن لاءِ اکي ليو پاتو. عاشق جي سر تي، محبوب جي نظر جو پوڻ ۽ عاشق جي سر ۾ اليڪٽري پيدا ٿيڻ سان منجهائس هينيون السٽي آواز نڪرڻ.

جي – "سر بقدم يار فدا شد چه بجا شد
اين بار گران بود ادا شد چه بجا شد"

يار جي قدمن تان هي سر صدقي ٿيو پر ڇا بجا ٿيو.
مون تي هي بارگرو هيو جو پورو ٿيو پر ڇا بجا ٿيو.
(ڪجهه به نه ٿيو)

ڪفر زلف .... اسلام = ڪفر ۽ اسلام ٻئي اسان



جائي آهن. جي ڪفر اسانجا وار آهن ته اسلام اسانجو منهن آهي يعني ٻئي لازم ملزوم آهن. مطلب ته جي ڪفر اسانجو حسن آهي ته اسلام اسان جي صورت آهي. منهن جو حسن وارن سان ئي آهي.

ول ول = وري وري. هر هر
پورن = وره جي ويچارن – اندر جا امنگن، گهٽين.

پير مغان = وڏو مرشد. مرشد جو مرشد. ستگرو
مغ = آتش پرستن جو مذهبي پيشوا يا پير. وڏو
آستان = جاءِ. مڪان. ٽڪاڻو.
بانڪا = (بانڪ – بي پرواهي) بي پرواه. جوڌا.
ورد ۽ وظائف = مقرر ڪيل نفلي عبادت. اها عبادت جا فرضي نا هي.
آرنيا – جذبا. جوش. شعلا. ڀڙڪا.
خدا جون خواستان – خدا جون گهرون.
ڪرتون .... راستان – جڏهه سنسار جي سکن ۽ مايا جي موهه کان منهن موڙيندين تڏهن توکي رب جي سچي راهه حاصل ٿيندي.
راستان – (راست – سچي) راست. ٿان– تڏهن سچي.

دنيا ـــ (دون ـــ ڪميڻي ـ نيچ) نيچ خيالن واري چيز ـــ هيءَ جڳ جي مايا.

عقبيٰ ـــ (عقب ـــ پوئين لڳو) جو وقت هن دنيا جي وقت کان پوءِ ايندو ـ پرلوڪ. قيامت

غمزو ـــ اک جو اشارو ـ محبت جتائڻ. هت عشق.

غير ـــ ٻيو.

ذاتي ـــ اصل نوراني.

صفاتي ـــ (صفات ـــ ان مٽي ڪش) عنصري (تتن) جو تيار ٿيل.

نفسي، سري، خفي، اخفا ـــ هي چار ئي لطيفا آهن جن کي هندو آستان ڪري ڪوٺيندا آهن انسان جي وجود ۾ اهي جن جايون ڏن ـ سينو ـ پيشانيءَ چوٽي يعني تارون آهي اهي دم يعني سواسن جي رستي ڪمائيا آهن (ڏسو صفحه ١٤٧ ـ ١٤٨)

قلب ـــ (ڦرندڙ چيز) دل.

نوٽ ـ بار جو وجود جڏهن پيٽ ۾ تيار ٿي رهي ٿو تڏهن اول قلب پنهنجي حرڪت شروع ڪري ٿو جنهن جي دوران دم شروع ٿئي ٿو. انهي کان سواءِ



اخلاقي طرح به هي انسان جي دل هڪ هلندڙ ڪاءِ ڪم ڪندي آهي تهڪري: ڪمس قلب (ڦرندڙ) ڪوٺيو ويو آهي.

منصب = درجو.

ڪاڻ تماشي.... عرب = هي حج طرف اشارو آهي ته ڪيترا اهڙا لوڪ آهن جي حج تي به رڳو تماشي تي وڃن ٿا مگر الله جي اڪير اندر ۾ ڪا نهين.

عجب = عجب ۾ وجهندڙ نمونا ـ ڪانيون ڪرامتيون.

ڪسب = ڌنڌو.

نماز = مسلمانن جي فرضي عبادت (نماز کي عربي ۾ صلاة چوندا آهن).

آغا = عربي ۾ آهي "آقا" فارسيءَ ۾ "آغا" سنڌيءَ ۾ آڪا = مالڪ.



## باقي پيل نپامو

| غلط | برابر | صفحو |
| --- | --- | --- |
| شهر | شعر | ٢٠ |
| الفرض | الغرض | ٣٢ |
| خوف ڪاڪ | خوف ناڪ | ٣٨ |
| گوفتگو | گفتگو | ٤٢ |
| شيده | پوشيده | ٤٨ |
| طرقو | طريقو | ٦٠ |
| پاڙي | پاڙ | ٩٨ |
| جزبي - جزبو | جذبي - جذبو | ١٠٤ |
| ستارو | سارو | ١١٧ |
| نشيني | نشين | ١١٨ |
| اولا | الاد | ١٢٠ |
| اتلو | التو | ١٤٢ |
| ڪنا | ڪنان | ١٦٠ |
| منهجو | مهنجو | ١٧٤ |
| پنگوڙين | پينگوڙين | ١٨٩ |
| روپ | روپ | ٢٠٤ |

| غلط | برابر | صفحو |
|---|---|---|
| زيردسعي | زيردست | ۲۰۵ |
| صوفي | صوفي | ۲۱۴ |
| اليوين | ايوين | ۲۲۵ |
| صاصب | صاحب | ۲۳۶ |
| رحمت | رحمت | ۲۴۴ |
| بکن | کن | ۲۵۶ |
| خالو | خاني | ۲۶۴ |
| معدو | معدوم | ۲۷۶ |
| نماطي | نماطي ميس | ۲۸۱ |
| اختصا | اختصار | سرن جي ترتيب |
| کيئن | کين | ۱۳ (سرآسا) |
| جئن | جين | ۱۸ (سرآسا) |
| بالحق | باالحق | ۲۲ " |
| عنائت | عنايت | ۲۶ سرکجري |
| کند | کنڊ | ۳۵ پيروي |
| اوچتي | اوچتي | ۳۵ " |
| تسبي | تسبيح | ۳۸ " |
| مجي | مڃي | ۳۹ " |
| هين | هنجي | ۸ کوهياري |



| غلط | برابر | صفحو |
|---|---|---|
| پوتيون | پوتيرن | ۸۵ سرسارنگ |
| تهنجي | تهنجا | ۹۷ راڻو |
| کونتر | کنور | ۹۸-۹۹ سر راڻو |
| آر | عار | ۱۰۵ سرکاريهر |
| ليچ | ليڄ | ۱۱۳ سرکليان |
| جائج | جاڳج | ۱۳۸ سرسورٺ |
| جاڙهي | چاڙهي | ۱۴۰ " |
| اتن | اتم | ۱۶۹ سرکنبات |
| پند | پنڌ | ۱۸۰ سرجوڳ |
| سجان | سجان | ۱۹۸ سرمالکوس |
| سچل سرمست | مالکوس | ۲۰۱ " |
| مالکوس | سچل سرمست | ۲۰۲ " |
| سچل سرمست | مالکوس | ۲۰۳ " |
| اچي | رچي | ۲۰۵ متفرق کلام |
| د | ۽ | ۲۱۲ " |
| جٽيو | جٽيو | ۲۱۵ " |
| پچائي | پچائي | ۲۱۵ " |
| سانگا | سانگا | ۲۲۲ سرائڪي شعر |
| ڪينوني | ڪيتوئي | ۲۲۵ " |

| غلط | برابر | صفحو |
|---|---|---|
| آبڪار | آشڪار | ٢٣٠ فارسي شعر |
| ڊ | ݙ | ٢٣٨ صوفي اصطلاح |
| دڪرو | هڪرو | ٢٤٧ " |
| نيشاني | نيشان | ٢٨٤ شرح معنيٰ |
| خظاب | خطاب | ٣٢٥ " |

## نوٽ

صفحو ٢٦٥ جي آخر ۾ جيڪا پل نامي جي سٽ ڇپيل آهي سا غلط جاءِ ڇپجي اها ٣٦٥ صفحو ۾ آيل آهي.



آغا صوفي درازي
( مهتمم "سچل سر مست" )
شڪارپور سنڌ